(مرحوم سنڌي شاعرن جي تصويرن چونڊ ڪلام ۽ مختصر احوال جو مجموعو)

## دُرِّ ناياب

عرف

# يادِ رفتگان

مخدوم طالب المولىٰ




سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو

١٤١٤ھ / ١٩٩٤ع

پهريون ڇاپو: ١٣٧٢ھ/ ١٩٥٣ع
ٻيو ڇاپو: ١٤١٤ھ/ ١٩٩٤ع
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نياز حسين گبول
تعداد: ٻه هزار
قيمت: ١٥٠ رپيا

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي حيدرآباد

هي ڪتاب شمشيرالحيدري سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، آزاد ڪميونيڪشنز ڪراچي وٽان ڇپائي پڌرو ڪيو.

تاريخ وفات موجب نمبروار ڏنل آهي ته جيئن ڪنهن کي به اعتراض جو موقعو نه ملي. ٻئي ڇاپي ۾ ڪتاب جو نالو به ڪجهه تبديل ٿيو آهي. "يادرفتگان" کي وڌائي "دُرناياب عرف يادرفتگان" ڪيو ويو آهي ۽ ان جي شروعات به گوهرِ بي بها شاعرن جي سردار شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح سان ڪئي وئي آهي، جيڪو هڪ درويش منش هو.

شاهه جي ڪلام جو ايترو ته مطالعو ڪيو اٿم جو ڄڻ ته شاهه سان اٿيو ويٺو ۽ مليو جليو آهيان.

شاهه جي تصوير "برٽش ميوزم" لنڊن واري ڏني وئي آهي، جيڪا مصنوعي آهي، پر سڀ کان اوائلي آهي. شاهه کان اڳ ٻيا به شاعر ٿي گذريا آهن پر انهن جو تصويرون موجود نه آهن، جنهن ڪري انهن کي شامل نه ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل٢١٥ شاعرن جو احوال، فوٽو ۽ ڪلام شامل آهي. پڙهندڙ بخوبي اندازو لڳائي سگهن ٿا ته اهو سمورو مواد هٿ ڪرڻ لاءِ مون کي ۽ منهنجي ساٿين کي ڪيترين مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پيو هوندو، پر الله تعاليٰ جي ڪرم سان هر مشڪلات ۽ صبر آزما گهڙين مان نڪري پار پياسين ۽ ان سڄي محنت جو ثمر هن ڪتاب جي صورت ۾ اوهان جي هٿن ۾ موجود آهي. جيڪي شاعر هن ڪتاب ۾ شامل نه ٿي سگهيا، ان لاءِ مون کي مجبور سمجهندا. ڇو ته باوجود ڪوشش جي انهن جون تصويرون ۽ احوال هٿ اچي نه سگهيا. البته ڪجهه تصويرون بهتر نه هجڻ ڪري ۽ ڪجهه شاعرن جو ڪلام غيرپخته هجڻ ڪري هن مجموعي ۾ شامل نه ٿي سگهيو آهي، اميد ته انهن جا موڪليندڙ دل ۾ نه ڪندا.

هن ڪتاب جي هر ڪم ۽ سموري تياريءَ ۾ عزيزي مخدوم جميل الزمان "جميل" ايتري ته جاکوڙ ۽ مدد ڪئي آهي، جو ڪيس اڌ مصنف چئجي ته غلط نه ٿيندو. آئون سڀ کان پهرين سندس ٿورائتو آهيان. اهڙيءَ طرح ڪتاب لاءِ

تصويرن ۽ ٻئي مواد هٿ ڪرڻ لاءِ آئون ميرزا عباس علي بيگ حيدرآبادي، پياري برادر پيرعلي بهادر شاهه، ميمبر سنڌ اسيمبلي، نظر محمد لغاري اسسٽنٽ ڪمشنر هالا، عنايت بلوچ، اسٽيشن ڊائريڪٽر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد، رئيس احمد خان ڪنياڻ، سچڻ فقير چچر، فقير محمد بخش راڄڙ، اصغر هالي، انور هالائي، محبوب سروري، عبدالله خان ابڙي هالائي، ميرزا فتح علي بيگ حيدرآبادي، منصور ويراڳي، عبدالله خان ورياهه، ميمبر سنڌي ادبي بورڊ (سابق)، شاهنواز بابر سومرو، ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ، ولي سروري، ڊاڪٽر نواز علي شوق، قاضي محمد اعظم، پير محمد دائود ريلائي، سوز هالائي، ادل سومرو سکر، جاويد بلوچ، شمس صابر روهڙي ۽ پنهنجي ملازمن علي محمد ڏانئي، رسول بخش ملاح "منظور" سروري ۽ رجب علي "جليس" وغيره جو پڻ ٿورائتو آهيان.

آخر ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي انهن سمورن ملازمن جو نالي وٺڻ کان سواءِ شڪريو ادا ڪريان ٿو، جن هن ڪتاب جي تياري ۽ ڇپائي جي مختلف مرحلن ۾ دل و جان سان ڪم ڪيو آهي.

اميد ٿو ڪريان ته منهنجي ۽ منهنجي سمورن مددگارن جي محنت جي نتيجي ۾ تيار ٿيل هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جي تاريخ ۾ يادگار رهندو ۽ هن تان حوالا قلمبند ڪري ڪئين نسل پنهنجي تاريخ کي زينت بخشيندا.

طالب المولىٰ

چيئرمين

سنڌي ادبي بورڊ - ڄامشورو

# دُرِنايابِ عرف يادرفتگان بابت ٻه ٽي اکر

ٻه سال برابر ڪوشش وٺڻ بعد هن منزل تي پهچڻ ٿيو آهي جو "يادرفتگان" علمي ادبي دنيا ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. ايترو چوڻوئي پوي ٿو ته هي ڪتاب مڪمل ڪونه چئبو. ڇو ته اڃا به ڪيترائي شعراءَ رهجي ويا آهن جن جون تصويرون ۽ احوال هٿ ڪري نه سگهيو آهيان اميد آهي ته ڪوشش جاري رکندس ته جيئن جلد ئي "يادرفتگان" جو ٻيو جلد به ڇپائي شائقين جي نظرن تائين پهچايان "يادرفتگان" ۾ انهن ئي حضرات کي جاءِ ڏيڻ ۾ آئي آهي جن جا فوٽو هٿ لڳي سگهيا آهن. ٻي جلد ۾ به ان طرح ئي ٿيندو. ڪتاب جي ترتيب ۾ اهو خيال ڪونه رکيو ويو آهي ته ڪير اول ۾ اچي ۽ ڪير بعد ۾ بلڪ تدريجي دور ڏيکاريل آهي ته جيئن زبان جو قيرڦار ۽ همعصر شاعر معلوم ٿي سگهن ۽ ٻي جلد جي ترتيب به ايئن ئي ٿيندي.

"يادرفتگان" تي ٻه ٽي اکر لکندي دل ڀرجي آئي آهي، سبحان الله ورهن جا ورهه گذري ويا، اهي چرچا به نه رهيا، اهي محفلون ۽ مشاعرا به ٿي چڪا، کهڙا کهڙا معرڪا ٿيا، کهڙيون کهڙيون مجلسون ٿيون، ڇا ڇا شور ۽ شر هئا۔ هن کان بعد ۾ ڇا ڇا نه ٿيندو. شايد حروف ۽ ڪاغذ وفا ڪن، خبر نه آهي ته منهنجي دل کهڙي مٽي مان ٺهيل آهي جو ڪنهن جي جدائي جو نالو ٿو ڪن تي پوي ته ڏڪيو ٿي وڃي، ڪنهن عزيز جو ذڪر ٿو ٿئي ته منجهانئس رت جا ڦڙا ٿا ڇڻ ڪرن، بي اختيار "غالب" مرحوم جو هي شعر زبان تي ٿو اچي:-

سب ڪهان، ڪڇه لاله و گل نمايان هوگئين
خاڪ مين ڪيا صورتين هونگي ڪه پنهان هوگئين

اي طالب المولىٰ ڏک جون اکيون بند ڪر ۽ ادب جون اکيون کول، سامهون نظر ڪڻ، بيهي نه رهه بلڪ اڳتي وڌ.

طالب المولىٰ

۱۔ جنوري ۱۹۵۳ع

# پيش لفظ

محبت جن جي من ۾ تن تشنگي تار
پي پيالو اڄ جو اڄ سين اڄ اٿار
(شاهه)

قبلہ طالب المولىٰ سائين جو مطلوبي اسم شرح جي تعارف جو محتاج نہ آهي. پاڻ سنڌ جي علمي خواه ادبي حلقن جا مرڪز آهن ۽ هر محفل ۾ سندن نالي ناءُ نشانبر آهي. سندن سيني ۾ جا سنڌي ادب لاءِ بي پناهه سڪ سانڊيل آهي تنهن جو پرو شاهه صاحب جي مذڪور بيت جي مسماثلت مان پوريءَ طرح پئجي سگهندو. هيءَ حقيقت آهي تہ سنڌي ادب جي ڪنوار سندن نازڪ شاعرانہ طبع تي پنهنجي جمال جي جهاجهہ جو ايترو تہ اثر وڌو آهي جو شب روز پنهنجي زبان جي سُڪ جي سائر جي سير ۾ سالم رهي سندس ترويج جي گرانقدر ڪم ۾ مصروف آهن جو تہ:

"هڏ نہ پڳين هڪ سدا سائر سير ۾" شل رب العزت ڪين عمر خضري عطا ڪري جيئن ادبي مجلسن جي چراغ بنديءَ جو سلسلو قائم رهندو اچي. آمين

هن بي نظير اديب ۽ قادرالڪلام شاعر جي افڪار ۽ تصورات جو هي لاثاني مرقعو يا تہ "ارژنگ ماني" آهي يا هڪ عالي دماغ مصوّر جي محيرالعقول

نقشن ۽ ظرفن جو اجمل ۽ احسن البم. هن بي نظير ڪتاب ۾ انهن شعراءَ ڪرام جو ذڪر خير آندو ويو آهي جن جون عڪسي تصويرون دستياب ٿي سگهيون آهن انهن جو تعداد لڳ ڀڳ پنجاهه ٿيندو.

هن ادبي گلدستہ ۾ اُهي گل بہ گلڪاري لڳايو بيٺا آهن جن جي سڳنڌ ڪان سنڌ واسي اڳ بہ محظوظ هئا ۽ هن ۾ اُهي ڦول بہ ڦلهاريا ويا آهن جن جي روح افزا سرهاڻ ڪان اسان جا علم دوست محروم هئا ۽ جي موتي هن متي مهراڻ ۾ بنا جهرڪڻ ۽ جلا ڏيڻ جي قبل از وقت مرجهائجي ويا. بيشڪ اهڙي ادبي تحقيق ۽ تفتيش لاءِ سڄو سنڌ ديس "طالب المولىٰ" سائين جو مرهونِ منت آهي. اميد ڪامل آهي تہ هي "يادرفتگان" ماضيءَ جي لطيف ۽ نحيف اوقات جو بهترين يادگار ٿي رهندو ۽ هن جو هر هڪ صفحو اها لات لنوندو نظر ايندو تہ:

"يادگارِ زمانہ آهيون اسين- ياد رکجو فسانہ آهيون اسين"

تمت بالخير

از

**محبوب علي محمد صالح چنا**

پرنسيپال سروري اسلاميہ ڪاليج هالا

# منظوم خطاب

اوهان اي شهرِ خموشي جا سڀ مقيم آهيو
نہ ڪنهن جي ڪانءُ رکو ٿا نہ ڪنهن جي ڪا پروا

نہ ڪنهن جي شڪو و شڪايت ڪريو نہ ڪنهن جي خلاف
نہ ڪنهن جي ڪريو ٿا تعريف ۽ نہ ڪنهنجي گلا

اوهان وٽ آهن نہ مخدومي، پيري جا آداب
اوهان وٽ آهہ نہ نوّابي يا رئيسي ڪا

سلام ڪير ورائي تہ پڻ رهو خاموش
اوهان وٽ آهِ نہ هرگز ٺڳي يا ڪا بہ دغا

اوهان وٽ آهِ شب و روز وارو ڪو چرچو
اوهان وٽ آهن هڪ جهڙا پيئي صبح و مسا

نہ ڪنهن گروه سان وابستہ اوهان جو هر لمحو
نہ ڪنهن سان جنگ وجدل ۽ نہ ڪنهن سان صلح و صفا

اوهان وٽ آهِ مصلّو نہ ڪعبہ و نہ طواف
اوهان وٽ آهِ نہ ڪوئي مگر سلام و دعا

اوهان تي سردي و گرمي جو ڪو اثر ڪونهي
اوهان وٽ آهِ نہ بادِ نسيم و بادِ صبا

برو ڀلو ڪو چوي ٿا رهن هميشہ خموش
رهاڪو ملڪِ عدم جا اي طالب المولیٰ

۵- ڊسمبر ۱۹۹۱ع هالا



١٩١٩ع - ١٩٩٣ع

# حضرت مخدوم طالب الموليٰ

فقير، مفڪر، اهلِ دل، صاحبِ فضيلت، منصف مزاج، خاموش طبع، غريب پرور، بردبار، عالم، اديب ۽ شاعر عالي جناب حضرت مخدوم محمد زمان صاحب طالب الموليٰ، ٩- محرم الحرام ١٣٣٨هجري بمطابق ۴- آڪٽوبر ١٩١٩ عيسوي تي تولد ٿيا. سندن سلسلهٔ عالي نسب حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه رحمت ۽ شيخ المشائخ حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي کان ٿيندو خليفهٔ اول، اميرالمومنين، سيدنا حضرت ابوبڪر صديق

رضي الله عنہ سان ملي ٿو.
پاڻ، سندن والد صاحب حضرت قبلہ مخدوم غلام محمّد "مغموم" عرف گل سائين جن جي وصال بعد، ١٨- ڊسمبر ١٩۴۴ع تي حضرت غوث الحق مخدوم سرور نوح فقير عليہ رحمت جي سترهين سجّاده نشين جي حيثيت سان مسندِ خلافت تي ويٺا. سندن سڄي حياتي ۽ خصوصاً سجادگي وارو دور (١٩۴۴ع- ١٩٩٣ع) خوفِ خدا، حبِ رسول صہ، دين جي اشاعت، ٻولي، علم و ادب حقوق العباد ادا ڪندي گذري. جيتوڻيڪ اهي خوبيون کين خانداني ورثي ۾ مليون هيون. مگر انهن کي سندن عروج تي پهچائڻ ۾ حضرت قبلہ مخدوم محمّد زمان صاحب طالب المولىٰ جن جي ذاتي شرافت، ڪشاده دلي، بلند اخلاقي ۽ بي لوث طبيعت جو وڏو هٿ رهيو.
حضرت قبلہ مخدوم صاحب جن جي ديني سياسي، سماجي ۽ ادبي خدمتن ۽ ڪارنامن کي ٻن صفحن ۾ سهيڙڻ، ڪوزي ۾ دريا بند ڪرڻ جي مترادف ٿيندو.
سندن تصنيفات ۾ "بهارِ طالب" کان وٺي "آبِ حيات" تائين ۽ "ڪافي" کان وٺي "لغات سنڌي مخففات" تائين سيئي ڇپيل ڪتاب پنهنجو مٽ پاڻ آهن. سنڌ سونهاريءَ جي شعراءِ ڪرام تي مشتمل سندن هن ڪتاب "يادِ رفتگان" جو پهريو ڇاپو جنوري ١٩٥٣ع ۾ تيار ڪري منظرِ عام تي آندائون، ان ڇاپي جي تاريفي ڳالھ اِها هئي تہ ان کي حضرت قبلہ مخدوم محمّد زمان طالب المولىٰ صاحب جن سهيڙيو ۽ لکيو، شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمّد دائود پوٽي صاحب ان جو ڪاغذ پسند ڪيو ۽ فقير الله بخش "سرشار" عقيلي صاحب ۽ پروفيسر محبوب علي چنا صاحب، ان جي پروف ريڊنگ ۽ ڇپائي پنهنجي نگراني هيٺ ڪئي، "دُرِ ناياب عرف يادِ

رفتگان" ان جو ٻيو ڇاپو آهي جنهن جي تياري جو ڪم حضرت قبلہ مخدوم صاحب جن نومبر ١٩٩١ع ۾ شروع ڪيو ۽ ڊسمبر ١٩٩٢ع ۾ مڪمّل ڪيائون. ان جو مسودو سندن پلنگ تي ساڄي پاسي ڪان رکيل هوندو هئو، جنهن تي، طبيعت جي ناسازي ۽ ٻين مصروفيتن جي باوجود وڏي انهماڪ ۽ دلچسپيءَ سان نظرثاني ڪندا هئا.

پاڻ ٦- جنوري ١٩٩٣ع تي اهو مسودو منهنجي حوالي ڪيائون، ٨- جنوري ١٩٩٣ع تي صبح جو ١٠ بجي ڪراچي لاءِ روانا ٿي ويا. ١١- جنوري ١٩٩٣ع تي ٻپهرن جو ٢ بجي ڏاري فون جي ذريعي سندن رحلت جو غير متوقع، اندوهه ناڪ ۽ هانءَ ڏاريندڙ اطلاع پهتو.

مولا ٿو ڄاڻي طالب جنهن سان ڪيم محبّت
ان ڪان پري ﺑﮧ هوندي ڪا دل جدا نہ آهي

تاريخ ڪيئن نہ پنهنجي پاڻ کي ورجائي ٿي! جو اڄ چاليهن سالن بعد ساڳيو ڪتاب ساڳئي مهيني يعني "جنوريءَ ۾ پڌرو ٿي رهيو آهي.

**مخدوم جميل الزمان**

## ڪافي

جاني هجي توکي جس
آ تہ ملي کي ڏينهڙا گهاريون
قرب ۾ ڪهڙي ڪس
رات ڏينهان ٿيون راهون نهارن
گامڙ نهارن گس

مولا شال ملايئي مونسان
کـــونہ هلـــــي تـــو وس
"ونحن" واري ويڙهہ وصالي
طالب تي کو ڪائو ترس

هيئن کي ڪبيون آهن- يار جدايون
هک ہئي کي جامہ پرت جو پياريون
وار سجڻ کي وصل جو وايون
هجر ۾ هر هر هنجڙيون هارن
پيارا پرين اهن اکڙيون اجايون
مون تي ٿئي هي احسن احسان
نہ تہ پيچ پرت جا اچي توکي پايون
جاني جوڙ جمال جلالي
آءٌ تہ وري کو نئون نينهن لايون.



(۱٦۹۰ع- ۱۷۵۲ع)

# حضرت ڀٽ ڌڻي رح

شاهه عبداللطيف ولد سيّد حبيب الله شاهه جي ولادت اندازاً ۱٦۹۰ع ٿي. سندس شخصيت ڪهن به تعارف جي محتاج ناهي. مون شاهه جي پهرين بيت کان وٺي آخري بيت تائين مطالعو ڪيو آهي، ان مان ئي شاهه جي سنجيدگي، بزرگي، اخلاقي، تهذيبي، تمدني، فرخندگي وغيره ۽ اهل الاهي جو پتو پوي ٿو. شاهه جي رسالي ۾ ڪٿي به بي ادبي جو لفظ ڪم نه آندو ويو آهي. شاهه جو

گهڻو ڪلام عورت جي زبان يعني ريختي ۾ چيل آهي ۽ عجيب ڳالھ آهي ته زبان عورت جي ۽ مفهوم مردانه ڪم آيل آهي. ڪيترائي بيت مردانه زبان ۾ به چيل آهن. جيڪڏهن هن مضمون کي طول ڏبو ته گهڻو ٿي ويندو، هتي ئي هن مضمون کي پورو ڪرڻ مناسب سمجهيم.

شاھ جي رسالي لاءِ فقير لائق ڏنو، سجاده نشين غلام شبير شاھ، پير غلام حيدر شاھ، پيرل شاھ ۽ ناز لطيفي صاحبان کي گذارش ڪجي ٿي ته انهن سڀني جي اجازت کان سوا شاھ جي ڪلام تي ڪير به قلم نه کڻي جيتر سڀئي صاحب اجازت نه ڏين، اهي سڀ ذريون اخبارن ۽ رسالن جي معرفت عام، اعلان ڪن ته بهتر ٿيندو، ورنه ته رسالي جي آپريشن حقيقيت کي لڪائي ڇڏيو آهي. معرفت ته ٻي ڳالھ ٿي.

شاھ جي هيءَ تصوير اگرچه مصنوعي آهي، مگر چند ٻيون تصويرون به قلمي آهن، ان ڪري ڏجي ٿي. شاھ صاحب جو انتقال، ١۴- صفر ١١٦٥ھ بمطابق ٢- جنوري ١٧٥٢ع تي ٿيو.

## ڪلام

سڄڻ ساعت هيڪڙي، جي ٿيان اکيان ڌار،
ته ڪَر سڀ ڄمار، ڏلو سينس ته ڪڏهين.



(۴۲_ ۱۷۴۳_ ۱۷۹٦ع)

# صوفي مراد فقير

مراد فقير ولد محمّد حيات زنگيجو ويٺل ڪوٽلي ضلع خيرپور ميرس، محمد حيات روحل فقير جي سوٽ مان هو. مراد فقير ۽ روحل فقير جي عمر ۾ قريباً ڏهن سالن کن جو فرق هو. زباني روايتن موجب مراد فقير ۱۷۴۲ع يا ۱۷۴۳ع ۾ ڄائو. ننڍي هوندي فقير صاحب جي تعليم چڱي طرح ٿي. پاڻ هندي، فارسي، سرائڪي ۽ سنڌي زبانن جو ڄاڻو هو. سندس جوانيءَ جو عرصو

ڪيئن گذريو ۽ ڪهڙي شغل ۾ گذريو. ان بابت ڪا به معلومات نٿي ملي. فقط ايتري ملي ٿي تہ فقير صاحب ننڍي هوندي ئي روحل فقير جي صحبت ۾ وڃي پهتو، ان وقت جڏهن مراد فقير پڌما پٽ ساٽس گڏ وڃي رهيو. ڪلهوڙن جي زوال جي دور ۾ پاڻ ٽالپرن جو طرفدار هو. جڏهن ٽالپرن واڳون ورتيون تہ مراد فقير کين هيئن دعا ڪئي.

ٽاريون ٽالپرن جون، پرور پوکايون،
دائم تنين دعا جو، اسين پاڻي ٽا پايون
سي سدائين سايون، جن جي مدد "مراد" چئي.

مراد فقير ١٧٩٦ع ۾ انتقال ڪيو، ڪيس ڪوٽڙيءَ ۾ دفن ڪيو ويو. سنڌي شاعريءَ ۾ پاڻ شاهہ لطيف رح ۽ شاهہ عنايت رضويءَ جي نقش قدم جو تابع نظر اچي ٿو.

## ڪلام

### بيت

تون آهين تئن پرين سان، جئن پاڻي ۾ ماڪ،
ڦوڙائو فراق، تو تي ڪونهي "مراد" چئي.

### ڪافي

وارو ڙي وارو يار، هوت اچي پس حال مون،
آهہ پيادي ڪين پڄان، موتڃ سيڻ ستار
آئي ويل وصال جي، وٺي نہ سهان وار،
صبح سنڌي آسري، هوتان ورسيون لک هزار،
مون کي اڄ "مراد" چوي، ڏي دوست پنهون ديدار.

ڪنڌڙي وارن جو ڪلام



(۱۷۳۴ع- ۱۸۰۴ع)

# صوفي روحل فقير

روحل فقير ولد شاهو خان بلوچن جي زنگيجا قبيلي مان هو. اندازاً ۱۷۳۴ع ۾ تولد ٿيو. سندس وڏا تعلقي عمر ڪوٽ ۾ مومل جي ڪاڪ لڳ "پدما جي پٽ" ۾ ويٺل هئا. سندس والد شاهو خان، مياں نور محمد وٽ ملازم هو. هن روحل فقير کي سنڌي، عربي ۽ فارسي جي تعليم ڏياري. ان بعد روحل فقير ٻه ميان نور محمد وٽ ملازم ٿيو پر جلد ئي ملازمت کان بيزاري ڏيکاري،

فقيري ويس ڍڪي جهوڪ شريف ۾ پنهنجي مرشد (شاهه عنايت شهيد رح جي فرزند ۽ سجاده نشين) عزت الله شاهه جي خدمت ۾ وڃي رهيو. ڪجهه وقت بعد جهوڪ شريف ڇڏي سنڌ ۾ گهمندو رهيو ۽ آخرڪار موجوده ڪنڊڙي واري مڪان ۾ ديرو ڄمائي ويهي رهيو. جتي ١٢١٩هه مطابق ١٨٠٤ع ۾ وفات ڪيائين.

سنڌي، سرائڪي، هندي، مارواڙي ۽ پارسي ۾ ڪلام چيائين. روحل فقير نہ فقط شاعري ۾ نالو ڪڍيو، پر سندس درويشيءَ جو ذڪر پڻ پري پري تائين پهتو.

## ڪلام

پوءِ پروڙيم پنڌ وو، جيجان جوڳيئڙن جا،
نڪي ڏاهي هليا، نڪي جوڙيائون هنڌ،
نڪي وڇايائون مرليون، نڪي چوريائون چنگ،
نڪي ڏوتائون ڏوتيا، نڪي ڏوتائون لنگ،
نانگا نڪتا ننگ مان، تن نانگن کهڙو ننگ،
لڳو لاهوتين جو، "روحل" توڪي رنگ.

---

١ـ ڪافيون حصو-١ از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، صفحو نمبر-٤١
٢ـ ڪنڊي وارن جو ڪلام از لطف الله بدوي مطبوع سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٤
٣ـ ڪلاسيڪي شاعري ص-٢١



(۱۷۵۱ع- ۱۸۳۲ع)

# نواب ولي محمد خان "ولي"

نواب ولي محمد خان ولد نواب غلام خان لغاري تعليم پوري ڪرڻ بعد مير فتح علي خان جي عملي سان شامل ٿيو ۽ هن بختاور امير جي اقبال سان گڏ سندس بخت پڻ اوج ڪي پهتو. سندس صحت تمام سٺي هئي، ان ڪري باوجود پيري جي پاڻ جسماني توڙي ذهني طور جوان هو. ۱۲۴۳ھ/ ۱۸۲۷ع ۾ سندس عمر اٺهتر ورهيه هئي، مگر ڊاڪٽر جيمس برنس ڪيس ستر ورهين جو سمجهيو. وڏي

عمر جي باوجود نواب ولي محمد خان صاحب، 'وزير اعظم' جي حيثيت ۾ حيدرآباد ۾ صلاح مشوري جا فرائض به انجام ڏيندو رهيو ته لاڙڪاڻي ۽ دادو پرڳڻي جي انتظام کي به سنڀاليندو رهيو.

نواب ولي محمد خان صاحب پارسي زبان جو قادرالڪلام شاعر هو. سندس تخلص "ولي" هو. سندس چيل شعر جي ذخيري مان هڪ ديوان، ٻه ساقي ناما ۽ هڪ 'هير نامون' موجود آهن. جن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته ڪيس پارسي زبان ۽ ان جي اصطلاحن تي عبور حاصل هو. اهلِ زبان وانگر شعر چيو اٿس. سندس ڪلام عروض جي غلطين کان آجو آهي.

## ڪلام

تارِ ستار نيست ڪہ بازش ڪني درست
اين تارِ دوستي ست ڪہ بسيار ناز ڪست
ساقي شڪن اياغ بلورين ڪہ سنگ سخت
گل رافگن بہ گل ڪہ يار نارڪست

ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري ص-٦٧



(۱۷۴۸ع- ۱۸۳۴ع)

# نواب علي محمد خان "علي"

نواب علي محمد خان، نواب غلام محمد خان جو وڏو فرزند هو ۽ نواب ولي محمد خان وزير اعظم جو وڏو ڀاءُ هو. پنهنجي اصل ڳوٺ اپپور لڳ جهول ضلع سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ لغاري خاندان ۾ پهريون عالم ٿيو. هن پارسي، توڙي عربي ۾ تحصيل ڪئي. فن ڪتابت ۾ پڻ چڱي مهارت حاصل ڪئي. هڪ ڪلام مجيد لکي مير مراد علي خان کي تحفي ۾ ڏنو، جو مير صاحب کي

ڏاڍو پسند آيو ۽ مير صاحب وري ٻيو ڪلام مجيد نواب صاحب کي تحفي ۾ ڏنو. علم سان گڏ انتظامي صلاحيتون به رکندو هو، جنهن ڪري مير صاحب طرفان ٺٽي جو نواب مقرر ٿيو. سندس خدمتن جي عيوض هن خاندان جي موجوده ڳوٺ "تاجپور" واري جاگير مير غلام علي خان ۽ مير مراد علي خان طرفان کيس ملي.

نواب صاحب ٽنڊو ڄام مان ٿيندو، اولياءِ شيخ سيد الياس عرف جيئي شاه جي درگاه تي آيو، ۽ دعا گهري اچي تاجپور ۾ هميشه لاءِ مقيم ٿيو. تاجي ليکي جو "چؤدرو" عدالتي ڪمرو ۽ ڪوه سندس اوطاق جي حدن اندر شامل ٿيو ۽ اڄ تائين اها صورت حال موجود آهي. نواب علي محمد خان ائاسي ورهين جي عمر ۾ سن ١٢٥٠ه مطابق ١٨٣۴ع ۾ وفات ڪئي.

نواب علي محمد خان عالم، ڪاتب، صاحبِ شريعت ۽ اهلِ دل هوندو هو. طريقت جي راه ۾ مٽي هالي 'سڪرند لڳ' جو مريد هو. پاڻ پارسي ۾ شاعري ڪندو هو. سندس تخلص 'علي' هو.

## ڪلام

غم عشقت انيسِ جان من بود    بڪ روز شب غمت مهمان من بود
چرا کردي جدا ازمن غمِ خويش    ڪہ همدم بادلِ مستان من بود
شدم حيران بڪ فڪرِ اين جدائي    ڪہ آخر باڪشش عصيان من بود
ڪريما گر نمودم جرم بسيار    بشانت لائقِ غفران من بود
دلم فرما بڪ عشقِ خود گرفتار    اگر سهو دل نادان من بود
خوش آن وقتي ڪہ از شوقِ تو هردم    ز عشق ديدها گريان من بود
علي گردد بہ ديدارت سر فراز    ڪہ پيشت دائما اوطان من بود

ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري ص-١٧



(۱۸۰۴ع- ۱۸۴۵ع)

# هزهائينس مير محمد نصير خان "جعفري"

هزهائينس مير محمد نصير خان تالپر ولد مير مراد علي خان تالپر تاريخ ۱۷ ۽ محرم الحرام ۱۲۱۷ھ مطابق ۱۷- مئي ۱۸۰۴ع تي تولد ٿيو. ابتدائي تعليم لاءِ سندس والد صاحب آقا مير حسين شيرازي (مجتهد) ۽ آخوند محمد بچل متعلوي کي مقرر ڪيو. پاڻ ۳۸ سالن جي عمر ۾ تاريخ ۱۷- شوال ۱۲۵۵ھ مطابق ۲۴- ڊسمبر ۱۸۳۹ع بروز اگارو سنڌ جي حڪومت جي گاديءَ تي ويٺو. تاريخ

۱۷ـ فبروري ۱۸۴۳ع بروز جمع مياڻي جي ميدان ۾ مير صاحب جن انگريزن کان شڪست کاڌي. چارلس نيپيئر سيني مير صاحبان کي پهرين بمبئي، پوءِ پوني ۽ پوءِ ساسور موڪليائين. جتي هڪ سال گذارڻ بعد مير محمد نصير خان سمورن مير صاحبن سان گڏ ايلنبرو سان فيصلي نبيرڻ لاءِ ڪلڪتي ڏانهن ويو. ليڪن اوچتوئي اتي تاريخ ٦ـ ربيع الثاني ۱۲۶۱ھ مطابق ۱۴ـ اپريل ۱۸۴۵ع تي وفات ڪيائين، وصيت مطابق لاش کي ڪربلا معليٰ (عراق) ڏانهن موڪلڻ بدران پهرين هڪ سال لاءِ بطور امانت، ڪلڪتي ۾ دفنايو ويو. سال کان پوءِ لاش کي اتان ڪڍي بمبئي ۾ آندائون ته جيئن ڪراچيءَ واري رستي کان لاش ڪربلا ڏي موڪلي سگهجي. پر انگريزن لاش کي ڪربلا ڏي موڪلڻ بدران پوني ۾ دفنائي ڇڏيو. جتان گورنر جنرل، لارڊ ڊلهائوزي جي حڪم سان ۱۸۵۵ع ۾ مير صاحب جي لاش کي پوني مان ڪڍي حيدرآباد ۾ آڻي رات و رات ميرن جي قبن تي دفنايو ويو. مير محمد نصير خان جنهن ماحول ۾ اک پٽي سو شعر و سخن جو پرورش گاهه هو. سندس شاعريءَ جو آغاز ۱۹ سالن جي عمر ۾ ٿيو ۽ پنهنجو تخلص "جعفري" ڪيائين. سندس تصنيفات حسب ذيل آهي.

۱ـ "قصهٔ مرزا و صاحبان" پارسي مثنوي ۲ـ "مختار نامہ" پارسي مثنوي
۳ـ "ديوان جعفري" پارسي ۴ـ "ديوان جعفري" پارسي ۽ اردو

## ڪلام

پروسو •جن عزيزن دوستن تي دائما، ويا ڇڏي گوندر گڏي تن کي نہ هاڻي ياد ڪر.
آهي بيوطني ۽ دربدري سان گڏ قيد و بلا، زندگي آهي زهر ڪا يا خدا امداد ڪر.
ڪم نہ ڪيو آهي ستمر مون تي نصارن! چرخ پير، توکي پڻ جيڪي وٽي تون ٻي مٿن بيداد ڪر.
روئي آءٌ صبح مسا دل سان گهران ٿو هي دعا، لطف پنهنجي سان الاهي 'جعفري' کي شاد ڪر.



(۱۸۰۲ع- ۱۸۴٦ع)

# هزهائينس مير صوبدار خان ”مير“

هزهائينس مير صوبدار خان ولد مير فتح خان ٽالپر، پنهنجي والد صاحب جي وفات کان ڇه ڪلاڪ اڳ آڌي رات جو حيدرآباد جي قلعي ۾ تولد ٿيو. سندس ولادت جي تاريخ محرم الحرام نائين ۽ ڏهين جي وچ واري رات ۱۲۱۷ھ مطابق ۱۲- اپريل ۱۸۰۲ع هئي. سندس تعليم و تربيت پنهنجي چاچن جي هٿ هيٺ ٿي. ليڪن اڃتي هلي سندن دماغ ۾ حڪومت ڪرڻ جا خيال جاڳيا.

جنهن ڪري لشڪر گڏ ڪري پنهنجن چاچن (مير ڪرم علي خان ۽ مراد علي خان) سان جنگ جوٽيائين. لشڪر وارن جڏهن مير مراد علي خان جي اچڻ جو ٻڌو ته ائين هزارن جي لشڪر مان مشڪل سان هڪ هزار ڪن وڃي بچيا، ٻيا ڀڄي ويا. مير صوبدار خان اها حالت ڏسي وڃي چاچي ڪي پيش پيو. مگر آخري دم تائين سندس دل پنهنجن چاچن ڏانهن صاف نه رهي. مير نصير خان جن جي عهد ۾ پاڻ پنهنجي حڪومت جا بنياد خود ڪمزور ڪيائين. ايتري قدر جو مياڻيءَ واري ميدان ۾ به مير نصير خان جو ساٿ نه ڏنائين، نتيجي ۾ مير نصير خان لڙائي هارائي واپس ٿيو.

مير صاحب جو انتقال ۱۴- رجب ۱۲۶۲ھ بمطابق ۹- جولاءِ ۱۸۴۶ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

ساقي مي رنگين ڏي تا يار تان صدقي ٿيان،
مکڙيون ٽڙي سڀ گل ٿيون گلزار تان صدقي ٿيان.

۱- تذڪره مشاهير سنڌ جلد۱ ص-۱۹۴.
۲- ميرزا عباس علي بيگ



(۱۸۲۲ع- ۱۸۵۷ع)

# هزهائينس مير شهداد خان ’حيدري‘

هزهائينس مير شهداد خان ولد هزهائينس مير نور محمد خان ٽالپر، مير ڪرم علي جي عهد ۾ ۱۹- ڊسمبر ۱۸۲۲ع تي تولد ٿيو. دستور موجب الحاج محمد حسن بيدل شيرازي سندس استاد مقرر ڪيو ويو. جنهن ڪان علم صرف، نحو، معاني ۽ عروض وغيره جي تعليم ورتائين. مير شهداد خان مياڻي واري جنگ (۱۸۴۳ع) ۾ سپهه سالار هو. چارلس نيپئر، سنڌ فتح ڪرڻ ڪان پوءِ گورنر جنرل

لارڊ ايلنبرو کي لکي، ٻين ميرن کان جدا صورت ۾ نظربند ڪرايو، ڇو جو متس هي الزام مڙهيل هئا: ته هن لڙائي کان چند ڏينهن اڳ برٽش ڪئمپ کي باهه ڏني هئي ۽ ڪئپٽن اينس کي قتل ڪيو هو. جنهن جي نتيجي ۾ متس ڪيس هلايو ويو. جيڪو سانده اٺ سال هلي چڪو هو ته هندستان جو نئو گورنر جنرل لارڊ ڊلهائوزي ٿي آيو، جنهن ڪيس بي قصور ثابت ڪري بري ڪيو. ان بعد ڪيس ٻين ميرن سان گڏ ڪلڪتي ۾ رهايو ويو. جيتوڻيڪ کين سنڌ ڏانهن (وطن) واپس ورڻ جي پڻ اجازت ملي ليڪن پاڻ ڪنگهه ۽ دم جي موذي مرض ۾ مبتلا ٿيو. ڪيترن ئي ڊاڪٽرن سندس علاج ڪيو، پر فائدو نه ٿيو. بار بار پنهنجي ڪلام ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي پنهنجي شفايابي لاءِ دعائون گهريون اٿس. آخر تاريخ ٨- محرم الحرام ١٢٧۴هه مطابق ٢٨- آگسٽ ١٨۵٧ع تي ڪلڪتي ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش حيدرآباد آڻي سندس والد صاحب جي پهلو ۾ دفنايو ويو. مير صاحب ٽالپر خاندان ۾ پنهنجي نوعيت جو هڪ اعليٰ پارسي گو شاعر ۽ صاحبِ ديوان هو. پاڻ سنڌيءَ ۾ به سٺي شاعري ڪئي اٿس.

## ڪلام

حسن و جمال جو ٿيو سندم رشڪ ماه جو،
سو حسن سو جمال ناهي مهر و ماه ۾.

زلفِ سيه جو عڪس اکين ۾ سمايو جڏهن،
عالم سياه ٿي ويو، منهنجي نگاه ۾.

پهلون مان راهِ عشق ۾ دل ويو کسي ڪوئي،
لڄي ويس مان وادئي الفت جي راه ۾.

ايندو هو شيخ تنهنجي اڳڻ هڪڙي ڏينهن ضرور،
اي حيدري جي آهي اثر تنهنجي آه ۾.



(۱۷۹۲ع- ۱۸۷۰ع)

# نواب احمد خان لغاري

نواب احمد خان، نواب ولي محمد خان لغاري وزير اعظم جو وڏو فرزند هو. پاڻ پنهنجي والد صاحب جي زير نظر عربي ۽ پارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. امارت ۽ وزارت جي معاملن ۽ مسئلن ۾ تربيت ڏيڻ خاطر نواب علي محمد خان ڪيس حيدرآباد ۾ پنهنجي پڌايل ٽنڊو ولي محمد ۾ رهايو. نواب احمد خان جي عوام ۽ راڄن سان دلي محبت هوندي هئي ۽ ڀلائي ۽ بهبودي

خاطر پنهنجو پاڻ پتوڙي سندن حمايت حاصل ڪيائين. همت ۽ مرادنگي سان گڏ سندس طبيعت ننڍي هوندي کان ئي فقيري ڏانهن مائل هئي. ٽئي جي درويش 'شاهه بلاول' جو مريد ٿيو جو پوءِ لڏي ٻين ۾ آيو ۽ 'ٻين وارو صاحب' سڏجي ٿو.

مير صاحبن جي اسرار تي شاهه بلاول سنڌ ڇڏي مسقط ڏانهن روانيو ٿيو. ۽ وينڌي وقت نواب احمد خان کي چيائين ته مريد اسان جو آهين، پر صحبت وڃي صوفي فضل الله قلندر جن سان ميرانپور 'جهوڪ' ۾ ڪر. نواب احمد خان پوءِ صوفي شاهه قلندر جو مريد ٿيو. نواب صاحب علم دوست مطالعي جو شوقين هو. ڪيس پنهنجو ڪتب خانو هو، جو سنڌ ڇڏڻ وقت پڻ سنڀالي ساڻ ڪنيائين. نواب صاحب ٢١- فبروري ١٨٧٠ع تي وفات ڪئي.

## ڪلام

ٿل: مومل وڏا ڀاڳ وو!
جي تون اچين مينڌرا،

هي سر صدقو آهي اوهان تان،
چمان پيرين خاڪ.

سوڌا توکي سوال اهو ئي،
گهمون ڪنڌين ڪاڪ،

راتو رئان رت ڦڙا،
جاڻي ٿو رب پاڪ.

عرض سٽي 'احمد' جو،
چانگي وارج واڳ.

ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري ص-١۴۴



(وفات ١٨٧٦ع)

# مير سهراب خان (ثاني) ”مسڪين“

مير سهراب خان ’ثاني‘ ولد مير مير محمد حسن خان ٽالپر، نهايت نيڪ نيّت، ساده مزاج ۽ فقير منش انسان ٿي گذريو آهي. پاڻ پنهنجن بزرگن جي جلاوطني بعد منگهن واريءَ ۾ اچي رهيو. جتي سموري عمر فقيرن جي صحبت ۽ ڪتابن جي مطالعي ۾ صرف ڪيائين. سندن ڪلام ۾ حزن ۽ ياس جو عنصر تمام گهڻو آهي. پاڻ صاحبِ ديوان به آهي. سندن ”ديوان مسڪين“ سنڌالاجي

واري ڪتب خاني ۾ موجود آهي، جيڪو پارسي غزليات تي مشتمل آهي، پاڻ تاريخ ١۴- ذوالحج ١٢٩٢ھ اربع ڏينهن مطابق ١١- جنوري ١٨٧٦ع تي منگهن وريءَ ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

اتفاقاً آمد دربوستان بهر لِقا
هر گل و اشجار بد مشغول در ماتم عزا

لالڪ را گفتم چراخوني قبا استادئي
گفت از اندوه آلِ حضرتِ خيرالورا

گفتم اين داغ سيد در سينہ ات از بهر چيست
گفت ڪشتہ از واقعِ شاهِ شهيدِ ڪربلا

ياسمينِ زرد روستاد در صحنِ چمن
زرد شد بهر سموم شاهِ حسين المجتبيٰ

ڪل شيئا دان تو "مسڪين" ماتم آرائي 'حسين'
ماتم آرائي بڪن فرزند شاهِ لافتا



(۱۸۲۴ع- ۱۸۷۸ع)

# مير حسين علي خان ”حسين“

مير حسين علي خان ولد مير نور محمد خان اول تاريخ ٢٦- آگسٽ ۱۸۲۴ع بروز خميس، مير ڪرم علي خان جي عهد ۾ قلعي ۾ تولد ٿيو. مير صاحب جي تعليم تربيت شاهاڻي انداز ۾ ٿي. ڪئپٽن ايسٽوڪ پنهنجي ڪتاب ۾ مير صاحب جي سونهن جي واکاڻ ڪئي آهي. ۱۸۴۳ع ۾ چارلس نيپئر سندس وڏي ڀاءُ مير شهداد خان ۽ چاچي مير نصير خان سان گڏ کيس به ڪلڪتي روانو

ڪيو. ١٨٥٩ع ۾ مير صاحب ان وقت جي گورنر جنرل لارڊ ڊلهائوزي جي حڪم سان ڪلڪتي مان پنهنجي وطن حيدرآباد سنڌ آيو. جتي تاريخ ٢٦- ربيع الاول ١٢٩٨ھ مطابق ٣٠- مارچ ١٨٧٨ع بروز آچر ٧ بجه شام تي وفات ڪيائين. کيس سندس آبائي قبرستان يعني ميرن جي قبن واري ٽڪريءَ تي سپرد خاڪ ڪيو ويو. وفات وقت هڪ فرزند، مير نور محمد خان ڇڏيائين، جيڪو حيدرآباد جو آخري هزهائينس هو. ميرصاحب عالم، فاضل ۽ شاعر به هو، سندس تخلص 'حسين' هو. سندس تصنيفات هن ريت آهن. "مناقب علوي"، "ديوان حسين"، "شاهد الامامت" ۽ "لبِ لباب".

## ڪلام

اڄ وري موسمِ بهار آيو،
جو چمن ۾ هو گلذار آيو.

تون اچي جڏهن ويٺين پهلو ۾،
دلِ بيتاب کي قرار آيو.

ڏسي ان منهنجي طائرِ دل کي،
ڪلي ڇيائين سندم شڪار آيو.

ان کي محفل ۾ ڪنهن چيو اي "حسين"،
ڏس سنڌ ۾ هو جان نثار آيو.

---

(١) تذڪره مشاهير سنڌ ص-١٨٠ تي سندس ڄمڻ جو سن ١٩٢٩ع ۽ وصال جي تاريخ ٢٦- ربيع الاول ١٢٩٥ھ بمطابق ١- اپريل ١٨٧٨ع ڄاڻايل آهي.



(۱۸۲۳ع- ۱۸۸۲ع)

# نواب الهداد خان ”صوفي“

نواب الهداد خان، نواب ولي محمد خان جو ٽيون نمبر فرزند هو. جو نواب صاحب کي پيريءَ ۾ ۷- جون ۱۸۲۳ع تي ڄائو. دستور موجب سندس تعليم واسطي پارسيءَ ۾ اعليٰ تعليم جو انتظام ٿيو. نون سالن کن جو هو ته سندس والد وفات ڪئي. پاڻ ڏهن سالن کن جو هو ته مير نصير محمد خان سندس نالي نوازش نامون مقرر ڪيو. سنه ۱۲۵۹ھ مطابق ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو

ڪيو، ان ڪري في الحال هي خاندان پڻ زير عتاب رهيو. ٻه سال ڪن نواب الهداد خان پڻ ڪسمپرسي جي حالت ۾ هو ۽ بالآخر ذي القعد ١٢٦٠ھ ۾ نواب بهاول خان دائود پوٽي وٽ امداد لاءِ ويو. نواب الهداد خان ’ڪوٽ لاشاري‘ تعلقي سيوهڻ ۾ دائمي سڪونت اختيار ڪئي ۽ سندس اولاد پڻ هميشہ لاءِ اتي ئي رهيو.“ سندس انتقال ٣٠- نومبر ١٨٨٢ع تي ٿيو.

## ڪلام

جنهن جو خيال دل تي تنهن جي ٿو ڳالھ ڳايان
هر وقت هر گهڙي ۾ سو فڪر ٿو پچايان

”موتو اقبل ان تموتوا“ آهي تنهن سندو اشارو
غازي ٿي هن غزا ڪئن ڪيئن پير پٽ تي پايان

دنيا جي دوستيءَ ۽ عقبيٰ جي اعتراضي
مشڪل تہ باھ پاڻي رلمل ڪري رلايان

جنهن نفس ڪيو پريشان، تنهجون تہ هي مرادون
ڪپڙا چڱا هنڊايان چوکو تہ ڪاچ ڪايان

’صوفي‘ اميد رکجي آهي، دوست ڏنو دلاسو
”لاتقنطو“ تي تڪيو رحمت رفيق پايان.

ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري ص-١١٨



(١٨٥٢ع- ١٨٨٧ع)

# پير ميان غلام نبي "پنيل"

پير ميان غلام نبي عرف ميان پنيلڏو ولد مخدوم محمّد زمان ١٢- سجّاده نشين درگاه حضرت غوث الحق مخدوم نوح ٢٥- آگسٽ ١٨٥٢ع ۾ تولّد ٿيو. هي بزرگ مخدوم امين محمّد صاحب (١٣- سجّاده نشين حضرت مخدوم نوح رحہ) جو ننڍو ڀاءُ هو. سنڌي، فارسي، اردو ۽ عربيءَ مان چڱو واقف هئو. مرحوم نهايت اخلاق مند، سليم الطبع ۽ وقت جو خوش ڪلام شاعر هو. سنڌس

ڪلام جو اڌ حصو گم ٿيل آهي ۽ باقي موجود آهي سندس ڪلام توحيدي تجلّيات جو آئينو آهي ۽ منجهس جا بجا ماحول جو نقشو اهڙي خوبيءَ سان ته چٽيل آهي جو ڪلام پڙهڻ يا ٻڌڻ شرط اهو نقشو اکين اڳيان اچي ويندو. سندس انتقال ١٧- آگسٽ ١٨٨٧ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

ٿل: ڪئي اڄ عجيبن ڪا ته تئون تياري واري وصل جي پرين واڳ واري

١- جنهن جان نثاري قدم تي ڪئي سون تنهن عشق جي اوٽ پرتئون پئي سون
ثبوتي سري جي نفي ڪان تياري

٢- اپٽ ڪي اندر جون دريون ۽ دريچا سيئي سوجهه سارا تون ڳولي ڳريچا
اچل هن اکن تي ڪا "ونحن" جي واري

٣- "جمع بينها" ۾ گهڙي ايڪ گهاري پرت جي پکي ڪي اصل ڏي اڏاري
ڏسو ڏيهه پنهنجي ڪان گهرجي نه گهاري

٤- اسين عبديت جي نه ڌاري ڌريا سون ۽ وحدانيت جي وطن ڏي ورياسون
صحيح "فسجدو" ڪيم سئي ڳالهه ساري

٥- "پنيل" پار پنهنجو صفا جي سجاتي ته از خود اکين ڪان اهو آب آئي
جتان جان ڪي ٿي تجلّي جي تاري.



(۱۸۴۲ع- ۱۸۹۰ع)

# پير سيد حزب الله شاه ”مسڪين“

پير حزب الله شاه صاحب تاريخ ۱۸- شوال ۱۲۵۸ھ مطابق ۲۲- نومبر ۱۸۴۲ع تي تولد ٿيو. پاڻ، سندن والد صاحب پير علي گوهر شاه جي رحلت ۱۸۴۷ع ۾ ٿيڻ بعد گادي نشين ٿيو. پاڻ زنده دل ۽ سخي مرد ٿي گذريو آهي. سندس لنگر عام و خاص لاءِ هميشہ ڪليل هوندو هو. اڪثر ڳوٺن ۾ وڃي غريبن جي سار سنڀال لهندو هو. بلڪ انهن کي اَنُ ۽ ڪپڙا ڏيندو هو. پاڻ سُخن

شناس، ادبنواز ۽ قادرالڪلام شاعر هو. سندس تخلص 'مسڪين' هو.
سندس جماعت ڪيس 'تخت ڏٺي' جي نالي سان ياد ڪندي آهي. پاڻ تاريخ ۴- محرم ۱۳۰۸ھ مطابق ۲۰- آگسٽ ۱۸۹۰ع تي رحلت ڪيائين.

## ڪلام

مافقير امينم مارا بازرو زيورچ، ڪار
همچو ابراهيم باسر مائيہ آذرچہ ڪار

چون مرا از محشر و هنگامۂ اوباڪ نيست
حرز جان تصوير جانان دارم و ديگرچہ ڪار

عڪس روئي يار مارا جلوهائي ديگر است
ازم و خورشيد نتوانٹ يافت با اختر چہ ڪار

و از ڪتابِ حسن ما حرفِ محبت خوانده ام
باشندن قصۂ دارا و اسڪندرچہ ڪار

شڪرالله ڪاز وفاقِ دلبر رعنائي ما
جان بجانان رفت "مسڪين" راجز اين ديگر چہ ڪار



(      - ١٨٩٤ع)

# مير علي مراد خان ”مجروح“

## واليء خيرپور ميرس

مير علي مراد خان ٽالپر ولد مير سهراب خان ٽالپر، ١٨٤٣ع ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت خيرپور رياست جي ڏيهي رياست جو پهريون حاڪم ٿيو. پاڻ غريبنواز، علم دوست ۽ شاعر هو. سنڌي ڪلام ’مجروح‘ ۽ پارسي، اردو ڪلام ۾ ’علي‘ تخلص ڪتب آندائين. سندس دربار ۾ جيّد عالم، فاضل ۽

شاعر موجود هوندا هئا، جن جي انهن جي شايانِ شان قدر افزائي ڪندو رهندو هو. ۱۸۴۳ع ۾ مير نصير خان جي ڪلڪتي وڃڻ بعد، سمورا ايراني ۽ هندوستاني شاعر گهڻي ڀاڱي حيدرآباد دکن ۽ آس پاس هليا ويا. فقط سنڌي شاعر جهڙوڪ ميرزا محمد باقر 'آصف' شيرازي، محمد قاسم هالائي، سيد غلام مرتضيٰ شاه 'مرتضائي' ٺٽوي. مرزا احمد علي قلاتي وغيره وجي خيرپور پيڙا ٿيا ۽ مير علي مراد خان جي دربار جي زينت بڻيا. مير صاحب سن ۱۳۱۱ھ مطابق ۱۸۹۴ع ڌاري خيرپور ۾ انتقال ڪيو.

## ڪلام

دوست مٺا دلدار آءُ تو اڱڻ منهنجي يار پيارا
بره بچايو سر تي باري چاتم سر تي خلق جي خواري
سونهن ڀريا سردار
دمدم ساريان ڪين وساريان راهان رند مان روز نهاريان
محب مٺا منٺار
دامن لڳڙس تنهنجي دلبر پاند ڳچيءَ پائي آيس تو در
ساجن لهه ڪا سنڀار
جال جدايون ڪر نه تون جاني "مجروح" آکي ڪر مهرباني
آءُ اچي ڏي آڌار



(۱۸۴۷ع- ۱۹۰۱ع)

# مولوي الله بخش "ابوجهو"

مولوي الله بخش تخلص "ابوجهو"، ذات قريشي سن ۱۸۴۷ع ۾ تولد ٿيو. سندس اصل وطن پنجاب، پوءِ هميشه لاءِ ڪراچي سنڌ. مولوي صاحب "سنڌ مدرسه" ڪراچي ۾ ميرزا عبدالحسين جي استعيفا بعد پرشن ٽيچر ٿي رهيو. مولوي صاحب خانبهادر حسن علي آفندي جو هم عصر ۽ هم صحبت هو. ان زماني ۾ مولوي صاحب هفتيوار 'معاون' به جاري ڪئي. مرحوم قومي شاعر هو.



(۱۸۴۲ـ ۱۹۰۲ع)

# آخوند لطف الله ”لطف“

آخوند لطف الله ولد آخوند محمد اسحاق ۱۸۴۲ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم جا مرحلا طئي ڪري عربي ۽ فارسي تعليم حاصل ڪيائين. هندي ۽ سنسڪرت ٻولين تي بہ چڱي دسترس حاصل هيس. ابتدا ۾ لوڪل بورڊ طرفان ماستر مقرر ٿيو. نصورپور ۽ تاجپور کان علاوه ٻين ڪيترن هنڌن تي پنهنجي نوڪري بلڪل سٺي نموني ادا ڪيائين. آخر ۾ ٽنڊي ولي محمد

اسڪول ۾ (جيڪو هاڻي قاضي عبدالقيوم اسڪول سڏجي ٿو). ملازمت دوران طبابت جي ڪم سان ب دلچسپي هوندي هيس. آخوند صاحب چڱو نثرنويس، نظم گو ۽ ذوق سليم جو مالڪ هو. سندس قابليت سندس ڪتاب 'جا ن عالم ۽ انجمن آرا" عرف "گل خندان" مان ظاهر آهي. ١٨٩٨ع ۾ ملازمت کان فارغ ٿيو ۽ باقي حياتيءَ جو وقت طبابت جي ڌنڌي ۾ گذاريائين، پاڻ طبابت جي ڪم ۾ ماهر هو ۽ شعر و شاعري ب جاري رکيو ايندو هو. ڊسمبر ١٩٠٢ع ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

لطف ڪر يا رب مون تي، مصطفيٰ جي واسطي،
صاف رک سينو سندم، صدق و صفا جي واسطي.

تنهنجي بخشش ۽ عطا جو بحر بي پايان آهِ،
ڪر عفو مون کي ڪنهن، پنهنجي عطا جي واسطي.

مون ڪيا عصيان بيحد، چوڻ چارو ناهِ ڪو،
محو سي ڪر پنهنجي ذاتِ ڪبريا جي واسطي.

نفس جي خاطر لڳي مون عهد سڀ تنهنجا ڀڳا،
آسريوند آهيان تنهنجي وفا جي واسطي.

'لطف' تنهنجي در مٿي آهي سدا اميدوار،
آهِ سو سائل سنديءِ لطف و سخا جي واسطي.



(۱۸۳۷ع- ۱۹۰۵ع)

# ميرزا قاسم علي بيگ ”قاسم“

ميرزا قاسم علي ولد ميرزا علي بيگ ۱۸۳۷ع ۾ تولد ٿيو. مرزا پارسي ۽ عربي تعليم پهرين پنهنجي والد صاحب ۽ بعد ۾ آخوند محمد شفيع جي مدرسي مان حاصل ڪئي. پاڻ موصوف نهايت متقي ۽ صوم صلواة جو پابند هو. علم طب کان واقف هو. ميرزا صاحب سٺو شاعر به هو ۽ هزهائينس مير حسن علي خان ٽالپر جو خاص مصاحب هو ۽ عزا جي مجلسن ۾ مرثيه خواني پڻ ڪندو

هو. بقول ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "مرثيہ خواني ۾ سندس ڪو بہ مقابل نہ هو."
ميرزا صاحب پارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ شعر چيو آهي جيڪو سمورين صنفِ سخن تي حاوي آهي.

ميرزا قاسم علي صاحب ۴- ذوالحج ۱۳۲۲ھ مطابق ۹- فبروري ۱۹۰۵ع بروز خميس وفات ڪئي.

## ڪلام

خمِ فلڪ سان ڀريو مون شراب شيشي ۾،
يقين ٿيو بند ڪيم آفتاب شيشي ۾.
مون دل ۾ ياد ڪري يار جي پسيني کي،
اصل ۾ آهي ڀريو جڻ گلاب شيشي ۾.
ٿي شرمسار سندءِ چشم مست کان ساقي،
شراب منهن تي رکي پيو نقاب شيشي ۾.
شراب خانہ ۾ منهنجي رهڻ لڳو ساقي،
ڏسي شراب هتي لاجواب شيشي ۾.
خيال اشڪ سندو دل ۾ ايريو 'قاسم' جي،
طلسم درد پسايو سحاب شيشي ۾.



(۱۸۲۵ع- ۱۹۰۷ع)

# هزهائينيس مير محمد حسن علي خان "حسن"

هزهائينيس مير محمد حسن علي خان ٽالپر، آخري تاجدار سنڌ، مير محمد نصير خان ٽالپر جو وڏو فرزند هو. پاڻ مير ڪرم خان جي عهد ۾ ٢٦- ذي القعد ۱۲۴۰ھ مطابق ۱۲- جولاءِ ۱۸۲۵ع تي اڳاري ڏينهن حيدرآباد جي قلعي ۾ تولد ٿيو. دستور موجب پاڻ به آقا مير حسن شيرازي ۽ آخوند محمد بچل کان تعليم حاصل ڪري ۱۳- ۱۴ سالن جي عمر ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيائين.

سندس سجع هي آهي. "آسوده برسرير امارت بخوش دلي" [دل جي خوشي سان حڪم هلائڻ واري تخت تي آسودو آهي]. "فخر الملوڪ ضَلِ الاهي حسن علي" [بادشاهَن جو فخر، الله جي سائي وارو حسن علي].

١٨۴٣ع واري مياڻي جي لڙائي کان پوءِ چارلس نيپئر- مير حسن علي خان کي ۽ سندس والد مير نصير خان سان گڏ ڪلڪتي موڪليو. ان وقت سندس عمر ٢٠ سال هئي. چاليهن سالن جي عمر ۾ (١٨٦١ع) ڪلڪتي مان واپس پنهنجي وطن حيدرآباد ۾ لطيف آباد نمبر-۴ ۾ مقيم ٿيا، يعني ٽنڊي مير نور محمد خان، جتي اڃا تائين سندس ٺهرايل بنگلو قائم آهي. پنجاسي سالن جي عمر ۾ ١٥- ذوالحج ١٣٢۴ھ مطابق ٣٠- جنوري ١٩٠٧ع ۾ وفات ڪيائين. وصيت موجب سندس لاش ڪربلا معليٰ عراق، ۾ دفن ڪيو ويو.

## ڪلام

آءٌ مملڪتِ نظام ۾ سلطان سخن جو، شائق هجين تان ڏس اچي ميدان سخن جو.

هڪ بيت نہ ڏيان جي ڏي سچو ملڪ سڪندر، آءٌ ملڪ فصاحت ۾ سليمان سخن جو.

عيسيٰ جي طرح شعر مون سنڌي ڪيو احيا، هن عمل ۾ آئون عيسيٰ دوران سخن جو.

دائود جو لحن آهي ٿيو هن شعر ۾ الحاق، تورات هي انجيل هي قرآن سخن جو.

سبحان عطا مون تي ڪئي دولتِ ايمان، مون گوئي بلاغت تي آءٌ سبحان سخن جو.

سنڌي ۾ ٿيو دفتر سخن و شعر هو ابتر، ان هنڌ مون رسايو جو هو پايان سخن جو.

حسّان هو جيئن ختم رسالت جو ثنان خوان، تئن پاڻهِ دين تنهنجو آءٌ حسّان سخن جو.

نظم اُتڪئون فزون آهي ٿي امڪان کان ٻاهر، جيڪي مون چيو آهي سو امڪان سخن جو.

ڇا ٿيندو جيڪو شعر جو خاقان سڏائي، قابو مون ڪيو هٿ پنهنجي ميزان سخن جو.

ڇا گهرجني 'حسن' جيڪي ٿو گهرجني سو گهري وٺ، بخشي ٿو صلو ختم رسولان سخن جو.



(۱۸۱۴ع- ۱۹۱۰ع)

# سيّد قطب علي شاهه ”قطب“

سيّد قطب علي شاهه ولد فتح الدين شاهه جي ولادت ۸- سيپٽمبر ۱۸۱۴ع ۾ ٿي. سندس سلسلہ نسب حضرت امام زين العابدين عليہ السّلام جن سان ملي ٿو. سندس بزرگ اُچ شريف کان ٿيندا سنڌ ۾ آيا. مرحوم قطب علي شاهه جو والد دروات جبل ۾ الاهي عبادت ۾ مشغول هو تہ کيس خواب ۾ معلوم ٿيو تہ کو ماٿهو کيس پنهين ۾ نوننيون هٿي رهيو آهي ۽ چوي پيو تہ ”شادي نہ

کندين تہ پٺي ڦاڙي ٻاھر نڪرندس“ آخر پاڻ شادي ڪيائين، روح جو ھن زمين تي لھڻ لاءِ منتظر ھو تنھنجي اچڻ ۾ دير ٿي ڪانہ تي يعني پوري ڏھين مھيني‘ جمع جي رات شاھ صاحب تولّد ٿيو. مرحوم قطب علي شاھ جو تخلص قطب ھو. پاڻ صاحبِ دل ۽ اھل الله مرد ٿي گذريو آھي. سندس انتقال ٢٢- ڊسمبر ١٩١٠ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

جبل جھاڳيندو وت، مان ٻاروچي ڪي ٻاجھ پوي.

آڏا ڏونگر لڪيون، سائين ڏيندو شت.

وندر جي بہ وٽن ۾، پاڻ رکندو پت.

چرخو پيچي ڪر تڪريون، ڪاند نبا ڪت.

”قطب“ پير پنھون جو، نٺي نھارج نت.



(۱۸۵۲ع- ۱۹۱۱ع)

# حاجي پريل خان ”پريل“

حاجي پريل خان مگسي بلوچ ۱۸۵۲ع ۾ ڄائو. سندس اصل وطن ڀاڳناڙي هو، بعد ۾ هالا نوان ۾ اچي رهيو. مرحوم حاجي پريل خان اوّل پوليس کاتي ۾ جمعدار هو پوءِ مرحوم مخدوم امين محمّد امين (۱۳- سجّاده نشين حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحه) جي صحبت ۾ نوڪري ترڪ ڪري پڇاڙي تائين سندن خاص خدمت گار ٿي رهيو ۽ وفات به اتي ئي ڪيائين، جو خدمتگارن جي

قبرستان ۾ ئي دفن ڪيو ويو. مرحوم مرثيه گو شاعر هو. گهڻو ڪلام گم آهي باقي هڪ ٻه مرثيه ۽ ٻه ٽي بيت موجود آهن. سندس انتقال ١٩١١ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

اوّل نام الله جو، جو قادر رب قهار  خاوند پنهنجي خلق ۾ سيّد ڪيو سردار

سڀ تي نبي ﷺ سرور ٿيو، مڙني جو مهندار  ڪريو هئي هئي حسين ع لاءِ جو اڙين جو آڌار

پريل تنهن "پينار" آهي روز الست کان.



چاليهين ڏينهن آيا حرم قتلگاه ۾
تڏهن آسمان زمين هئي ماتم نگاه ۾
ڪعبي ڪئي شڪل غرق لباس سياه ۾
ماتم ۾ ماه سج ٿي سريو بارگاه ۾
آل رسول ﷺ آه ڪوُن منهن تي نقاب هو،
پطرس ۽ جبريل جگر دل ڪباب هو.



(١٨٦٨ع- ١٩١٤ع)

# سيّد صاحب ڏنو شاهه

سيّد صاحب ڏنو شاهه ولد محمّد شاهه ڳوٺ بلڙي، تعلقه گوني، ضلع حيدرآباد ۾ ١٨٦٨ع ۾ تولد ٿيو ۽ ٣- جون ١٩١٤ع ۾ انتقال ڪيائين. صاحب ڏنو شاهه، شاهه عبدالڪريم جي ڏهين پيڙهي مان هو. سندس پيٽويو محمّد صلاح شاهه لاولد وفات ڪري ويو. جنهن بعد پاڻ سجاده نشين ٿيو. سنڌي، فارسي ۽ اردو جو چڱو ماهر هو. نيڪ صورت، نيڪ سيرت بزرگ ۽ وقت جي شاعرن ۾

نمايان حيثيت رکندڙ شاعر هو. شاعري ۾ سندس استاد مرحوم هزهائينس مير عبدالحسين خان "سانگي" هو. پاڻ هڪ ڏينهن حيدرآباد ۾ گهوڙا گاڏي ۾ سوار ٿي ۽ پاڻ ئي گاڏي هلائيندو هليو ته اوچتو اوچتو، گاڏي هلائيندي، سندس روح هن فاني جهان مان بقا جي عالم ڏي پرواز ڪيو.

## ڪلام

غرق ٿيا سَين در غب غب لاشڪ آهيون لامذهب

۱- "موتو قبل" جو پِيُو پيالو، مست وتان ٿو آئون متوالو.
عشق سيڪاري رمز عجب،

۲- اندر مسجد، مندر، حجرا. پاڻي منهن جي ڏسين سڀ مجرا،
راه انهيءَ سان ملنديءِ رب.

۳- نا از آدم ناز حوّا، مور نہ ڏاريون ڪي ماسويٰ،
نينهن اسان جو آهي نسب.

۴- ڪڏهن تہ مومن، هند وڇايون،، هر مظهر ۾ پاڻ لڪايون،
سالڪ سمجهن تنهنجو سبب.

۵- "صاحب ڏنا" ڪثرت مان ڪاهي، وحدت پڙ ۾ واڳ ورائي،
مرد ڪڏائن ٿا مرڪب.



(١٨٣٦ع- ١٩١٤ع)

# فقير نواب ولي محمد خان لغاري

فقير نواب ولي محمد لغاري ثاني شهر حيدرآباد ۾ سندس ڏاڏي وزير اعظم نواب ولي محمد لغاري اول جي ٻڌايل ڳوٺ ٽنڊي ولي محمد ۾ سال ١٨٣٦ع ۾ تولد ٿيو. هو نواب احمد خان جو وڏو پٽ هو. ان ڪري نواب جي موروثي لقب سان پنهنجي والد جو جاءِ نشين ٿيو، مگر سندس طبيعت ننڍي هوندي کان ئي تنهائي پسند هئي. هن جي صحبت مان گهڻن کي فيض پهتو. محمد فقير ڪٽياڻ، فتح علي ڪٽياڻ (محمد فقير جو سؤٽ) قاضي حسام الدين ڪٽياڻن وارو، احمد فقير لاکو پيڏين (لڳ ڀريا

نواب شاھ) جو ديوان خانچند وارو ۽ ٻيا سندس صحبتي ۽ طالب ھئا.

فقير نواب ولي محمد نهايت ئي نرم طبيعت ۽ سنجيده سڀاءَ جو مالڪ ھو. ٻاھر مجلس ۾ ايندو ھو ته مٿي ڪڻ تي اوڪڙو ٿي ھٿ ٻڌي وھندو ھو ۽ اکيون ڍاري ڇڏيندو ھو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ بنا چرڻ پرڻ جي ائين ئي ويٺو ھوندو ھو. ٢٧ جولاءِ ١٩١٤ع تي وفات ڪيائين. وفات وقت سڀ فقير گڏ ٿيل ھئا. جو سندس حياتي جو جام لبريز ٿي آيو ۽ سندس روح فاني جسم مان دارالبقا ڏانھن پرواز ڪيو. سندس عمر ان وقت اسي ورھيه ھئي، طالبن ۽ فقيرن، فقير نواب ولي محمد جو جنازو يڪتارن سازن ۽ آلاپن جي گونج ۾ سينگاري ڪنيو ۽ ڪيس شھر تاجپور ۾ رستي لڳ سندس خانقاه جي حد اندر دفنايو ويو، جتي سندس مقبرو موجود آھي.

## ڪلام

### (مخدوم امين محمّد صاحب جي تتبع تي)

جوڙي قلب بيت ربي انسان ۾ سمايو،
ڏسي ذات کي صفت ۾ ملڪن ٿي سر نمايو.

آدم جو پوش پائي آيو پاڻ کي لڪائي،
مچ عشق جو مچائي خود عشق بنجي آيو.

اصلي ھو سر حقاني لاريب لامڪاني،
منجھ رمز لن تراني وري طور ڪنھن جلايو،

ڏئي حسن جو ڏيکارو وري پاڻ ٿيو نيارو،
سوري جو ڪيئين اشارو سر عاشقن سنيابو.

'ولي محمد' سنڀارج ذاتي نه دم وسارج،
پنھنجي پاڻ ۾ نھارج صورت سان پيچ پايو.

[.ڪلام فقير نواب محمد خان لغاري ص- ١٢٣]



(۱۸۹۰ع- ۱۹۱۵ع)

# ميرزا حسين علي بيگ

ميرزا حسين علي ولد غلام حيدر بيگ، سال ۱۸۹۰ع ۾ ٽنڊو آغا حيدرآباد ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول ڦليلي، ثانوي تعليم "نولراءِ هيرانند اڪيڊمي" ۾ حاصل ڪيائين. مگر ترت حيدرآباد ۾ وبا پوڻ سبب تعليم ترڪ ڪري پنهنجي والد ڪان زري دوزي جو ڪم سکي ان ڪي پنهنجو ذريعہ معاش بنايائين. ميرزا حسين علي بيگ پنهنجي بزرگن جي نقش قدم تي هلندي شعر

چونڊ لڳو، پنهنجي والد، وڏي سؤٽ مرزا قربان علي بيگ، سيد غلام محمد شاه "گدا" ۽ مولانا ابوالحسن لکنوي کان پنهنجي ڪلام ۾ اصلاح وٺندو هو. سندس ڪلام ۾ اردو ۽ سنڌي غزل ٻه ملن ٿا ته مرثيه، سلام، نوحه ۽ ڪافيون وغيره به آهن، سندس تخلص 'حسين علي' هو. پاڻ ١٩١٥ع ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام

ڪو به تدبير ۾ قصور نه هو،
وصل قسمت ۾ پر حضور نه هو.

چشم اهلِ جهان ۾ نور نه هو،
ورنه هن جو ڪٿي ظهور نه هو.

فهم ناقص کان مون غلط سمجهيو،
تنهنجي چهري جيئن ان ۾ نور نه هو.

آءُ نه ويس پاڻ ئي اچي ها پرين،
ناز هو يار جو غرور نه هو.

حال دل سمجهي ويو 'حسين علي'،
ايترو يار بي شعور نه هو.



(۱۸٦۲ع- ۱۹۱٦ع)

# ميرزا مراد علي بيگ ٻڍل

مرزا مراد علي ولد مرزا فتح علي بيگ، ۱۸٦۲ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم سنڌي ۽ پارسي آخوند علي محمد جي مدرسي مان حاصل ڪيائين. پاڻ ننڍي هوندي کان ذهين هو- ۱۸ سالن جي عمر ۾ سنڌي، عربي پارسي ۽ اردو زبانن تي عبور حاصل ڪري شاعري جي ميدان ۾ پير رکيائين- شاعريءَ ۾ سندس استاد پهريون ڪانئس وڏو ڀاءُ مرزا قاسم علي بيگ هو- پر ان جي وفات

ڪان پوءِ سيد مصري شاهه نصرپور واري کي پنهنجو استاد ڪيائين. ازانسواءِ پاڻ خوشنويس، حاذق حڪيم ۽ موسيقي سان شغف رکندو هو. سندس ذهانت کان متاثر ٿي هزهائينس مير نور محمد خان ٽالپر کيس پنهنجو وزيراعظم مقرر ڪيو. اٽڪل ڇهه ڪتاب نثر خواه نظم ۾ لکيائين. جيڪي قلمي صورت ۾ موجود آهن. پاڻ ١٢- ذوالقعد ١٣٣۴ھ مطابق ١١- سيپٽمبر ١٩١٦ع ۾ وفات ڪيائين. پهرين مير نصير خان جي حجري ۾رسان بطور امانت دفن ٿيو ٻن سالن کان پوءِ، مير نور محمد خان ٽالپر سندس لاش کي ڪربلا معلٰي کڻائي ويو. جتي مير حسن علي خان ٽالپر جي ۾رسان ٻيو حجرو خريد ڪري مرزا صاحب کي دفن ڪرايائين. پارسي ۽ اردو ڪلام ۾ ميرزا تخلص ۽ سنڌي ڪلام ۾ ٻديل اختيار ڪيائين.

## ڪلام

سر اسانجي آئي سنبري برهه بادي روز شب
نينهن جو نالو نشان ڪيو پرت پياري روز شب

ڪڻ مسيحا هي دوائون فائدو ٿيندو نه ڪو
عشق جي آزار آهي باهه ٻاري روز شب

دلربا دلدار جي وارا چوڙيندي ٿي شرط
ٿي وئي والليل وانگي ڪار ڪاري روز شب

سيم تن نازڪ بدن جو جسم جادو جلوه گر
سو ڏسي جلوو ٻديل ٿي بيقراري روز شب



(     - ۱۹۱۸ع)

# قاضي محمد بخش "عاجز"

قاضي محمد بخش عاجز ولد قاضي ابوالخير جي ولادت روهڙيءَ ۾ ٿي. ابتدائي تعليم مدرسي ۾ ورتائين. ان کان علاوه پنج درجا انگريزي سنڌ مدرسي ڪراچي ۾ حاصل ڪيائين. ريلوي ڊپارٽمينٽ ۾ ملازم ٿيو. پاڻ سنڌي ۽ پارسيءَ ۾ شعر گوئي ڪندو هو. سندس هڪ بياض 'گلدستهٔ عشاق' جي نالي سان موجود آهي. ڪيس علم تعويذات ۾ مهارت حاصل هئي. سندس انتقال ٢٣- جنوري ١٩١٨ع ڪراچيءَ ۾ ٿيو.

# ڪلام

دوستو هي درد غم ڪنهن کي چوان،
دل سندو رنج والم ڪنهن کي چوان.

يار ٿيو اغيار سان مائل وڃي،
هاءِ يارو هي ستم ڪنهن کي چوان.

دلبرا روزِ ازل کان تو سندو،
سوز سيني ۾ اتم ڪنهن کي چوان.

وصل ڪاتب لاءِ منهنجي لوح ۾،
سوز ڪيو آهي رقم ڪنهن کي چوان.

’عاجز‘ آهي يار جو جور و جفا،
هر گهڙي ۽ دمبدم ڪنهن کي چوان.



(١٨٤٥ع- ١٩١٨ع)

# مولانا عبدالغفور ”مفتون“ همايوني

مولوي صاحب، ضلعي جيڪب آباد ۾ واقع ڳوٺ همايون جي 'پيچوهه'
خاندان منجهان هو. پاڻ اهل الله شخص، صاحب دل، ظاهر ۽ باطن جو باعمل
عالم هو. پنهنجي پيري ۽ مريدي جو سلسلو به قائم رکندو آيو. مولوي صاحب
پنهنجي مدرسي ۾ پاڻ ئي پڙهائيندو هو. ڪجهه وقت بعد پاڻ پڙهائڻ جو سلسلو
ڇڏي ڏنائين. البت ڪنهن خاص طالب علم کي پڙهائيندو به هو. آخر گوشه

نشين ٿي ويهي رهيو. مولوي صاحب وقت جي شاعرن ۾ نامور شاعر ٻه هو. سندس ڪلام ۾ سوز ۽ درد نمايان آهي. مولوي صاحب جي ڪمالات ۽ فضائل جو ثبوت سندس تصنيف 'فتويٰ همايوني' بس آهي. سنڌ جا علماءَ اهو ڪتاب اڄ ٻه سنڌ ۾ پيش ڪندا آهن. مولوي صاحب جو حسب ذيل 'غزل' مشهور ۽ عام مقبول آهي. اُن جي تتبع تي ڪيترن ئي شاعرن ڪوشش ڪئي مگر مولوي صاحب جهڙي ڳالهه پيدا ڪري نہ سگهيا. مولوي صاحب جو تخلّص "مفتون" هئو ڳوٺ جي نسبت جي ڪري ڪيس "همايوني" سڏيو ويجي ٿو. سندس انتقال ٢١- جون ١٩١٨ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

تنهنجي زلف جي بندَ ڪمندَ وڏا، زندان هزارين مان نہ رڳو،
تنهنجي شاهي دستر خوان مٿي مهمانَ هزارين مان نہ رڳو.

تنهنجي جلوه جمال جي عشوه گري، ڪيا ملڪ مطيع وسيع وري،
ڇا جن، ملائڪ حور و پري. غلمان هزارين مان نہ رڳو.

ڪئين ابرو تيغ شهيد ڪيا، ڪيئن ناز مزيد مريد ڪيا،
ري ناڻي ديد خريد ڪيا. سلطان هزارين مان نہ رڳو.

اي ماهِ لقا محبوب مٺا، تنهنجي نازو ادا تان جان فدا،
ٿيا دامن گير امير گدا. حيرانَ هزارين مان نہ رڳو.

ڪيئن گهايل تنهنجي گهور سندا، مخمور غفور سرور سندا،
تنهنجي نور حضور ظهور سندا نگران هزارين مان نہ رڳو.



(١٨٥٧ع- ١٩١٩ع)

# شمس الدين "بلبل"

شمس الدين "بلبل" جي ولادت سن ١٨٥٧ع ۾ ياڳنا ڙي (بلوچستان) ۾ ٿي. سندس والد بهادر خان شينو هو. بلبل صاحب بعد ۾ آبائي ڳوٺ مان لڏي هميشہ لاءِ اچي ميهڙ ضلعي دادوءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي.

سنڌ جي هن مايہ ناز اديب، ظريف، مصنف ۽ عالي دماغ اخبار نويس جي تعليم اسڪولي سنڌي ۽ فارسي ڪان مٿي نہ هئي، مگر مطالعي بعد پنهنجي

معلومات، ۾ ڪافي اضافو ڪري ويو. سندس نالو شاعريءَ جي تاريخ ۾ سونهري حروف سان لکڻ جو قابل آهي. پاڻ نہ رڳو شاعر هو پر نثر نويسيءَ ۾ بہ ماهر هو. ڪيترن رسالن ۽ اخبارن جو ايڊيٽر بہ ٿي رهيو. اخبار "معاون سنڌ" ۽ "آفتاب سنڌ" جي ادبيت ۽ ظرافت مرحوم جي طبيعت ۽ ذهانت جو مڪمل مرقع آهن. سندس انتقال ١٣- سيپٽمبر ١٩١٩ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

'تون' ڪي اهڙو وڃاءِ 'تو' نہ رهي،
'توڪان تنهنجي 'تون' ٿي جي بو نہ رهي،
مان' ۽ 'تون' جو ضمير ضايع ڪر.
هن دوئي جي بہ گفتگو نہ رهي.
جستجو جڻ حجاب هستي جاڻ،
شرط هي آجو جستجو نہ رهي،
عشق جو هي خيال آهي بس.
جو سوا هُو خيالِ هُو نہ رهي،
هُو ۾ اهڙو خيال پيدا ڪر،
وصل و هجرت جي هاوَ هُو نہ رهَي.
چارسو جي سرائي فاني ۾.
يج تون اهڙو جو چار سو نہ رهي.
رنگ وبُو گل جو آهہ "بلبل" وهم،
ڇا چگو ٿئي جو رنگ وبُو نہ رهي.



(۱۸۵۳ع- ۱۹۲۰ع)

# مير علي نواز شاه ’علوي‘

مير[1] علي نواز شاه علوي ولد فخرالدين شاه ۱۸۵۳ع ۾ ڄائو. پاڻ سکر ضلعي جي شڪارپور جي شاهن مان آهي. سندس وڏا ڪلهوڙن جي زماني ۾ افغانستان کان سنڌ ۾ اچي وطني ٿيا. سندس نسب جو سلسلو امام محمدّ بن حنيف سان ملي ٿو. پاڻ نماڻو، صابر، نهٺو ۽ غريب پرور هو. سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربي ۾ اعليٰ مهارت هيس. پاڻ ڪيترائي سال شڪارپور ميونسپالٽيءَ جو

چيئرمين ۽ مئجسٽريٽ بہ ٿي رهيو. حڪمت جي علم ۾ بہ چڱو ماهر هو. انهيءَ فن ۾ ڪيترائي ڪتاب بہ تصنيف ڪيل اٿس وقت جي شاعرن ۾ نهايت عمدو شاعر هو. ١٢ فيبروري[٢] ١٩٢٠ع ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام ("مفتون" جي تتبع تي)

تنهنجي حسن سچڻ حيران ڪيا، انسان هزارين مان نہ رڳو.

تنهنجي شان برابر شاهہ نہ ڪو، تنهنجي سونهن سندو مٽ ماهہ نہ ڪو،
تنهنجي خيال ڪان خالي ساهہ نہ ڪو. خواهان هزارين مان نہ رڳو.

ٻڌا جاني جن ڪلام تنهنجا، ڪن سهسين سڪ مان سلام تنهنجا،
ٿيا حلقہ بگوش غلام تنهنجا. سلطان هزارين مان نہ رڳو.

تنهنجا مادح ميڪائيل جهڙا، ڪيئن عاشق اسرفيل جهڙا،
تنهنجي در تي جبرائيل جهڙا. دربان هزارين مان نہ رڳو.

ناهي "علوي" هڪ مفتون تنهنجو، آهي عالم سڀ ممنون تنهنجو،
ٿيو جاني جڳ مرهون تنهنجو. قربان هزارين مان نہ رڳو.

---

١ـ مخدوم طالب المولیٰ
٢ـ ڪليات "علوي" مرتب ڈاڪٽر نواز علي شوق



(۱۸۸۹ع- ۱۹۲۰ع)

# سيّد شمس الدين شاھ ”شمن“

سيّد شمس الدين شاھ ”شمن“ ولد سيد فقير قطب علي شاھ شاھپور جھانيان ضلع حيدرآباد، جي ولادت سن ۱۹۸۹ع ۾ ٿي. سندس والد صاحب جو مٽس ڏاڏو راضپو ھوندو ھو. جيئن زبان مبارڪ مان ڀوليندو ھو، تيئن ٽيندو ھو. سندس وصال سن ۱۹۲۰ع ۾ ايڪيتاليھ ورھين جي ڄمار ۾ ٿيو. سندس وصال جو ڏينھن ۲۶- ذوالحج تي ملھايو ويندو آھي. سندس ڪلام گھڻو ئي ڇپيل آھي.[۱]

منهنجي تحقيق موجب سندس وصال جي تاريخ ۱۰- سيپٽمبر ۱۹۲۰ع آهي.[۲]

## ڪلام

اُٺي اور الله سان تون ڪڏ نہ ڪنهن جي ڪاڻ،
هوت تنهنجي هنج ۾ تون صحيح پاڻ سڃاڻ.
وڃين ڇو ٿي وندر ۾ هوت ڳولڻ ڪاڻ،
ڏس 'شمن' ولوڙي پاڻ، اٺئي هوت اندر ۾.

❋

هڏا سپ هلي ڇُڪِي ٿي ڇُور،
پلئہ پاتا پرين سرجنديئي سور،
سگهو ڏينهن 'شمن' چوي ڏئو ڪونہ ضرور،
اهي سنيها ٿيا سور، پرين پسايو پنهنجو.

---

۱- جهانيان خاندان، سنڌالاجي.
۲- مخدوم طالب المولیٰ



(۱۸٦۲ع- ۱۹۲۰ع)

# ميرزا دوست محمد بيگ ”دوست“

ميرزا دوست بيگ ولد ميرزا علي بخش بيگ، ۱۲- مئي ۱۸٦۲ع تي ڄائو. مرزا صاحب جي ابتدائي تعليم آخوند شفيع محمد جي مدرسي ۾ ٿي. ۱۸۸۱ع ۾ روينيو کاتي ۾ ٽپيدار جي عهدي تي فائز ٿيو. پنهنجي حسن ڪارڪردگي سبب ترقي ڪندو، نوڪريءَ وارا آخري ٽي سال مختيار ڪار مقرر ٿيو ۽ ۱۹۱۲ع ۾ رٽائرڊ ڪيائين. نوڪري دوران ڪيترن ئي انگريزي عملدارن کي پارسي ۽

سنڌي تعليم ڏنائين. رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ مير حاجي نور محمد خان ٽالپر وٽ آخري دم تائين مصاحب ٿي رهيو. پاڻ نهايت خوش اخلاق، پارسا، نماز ۽ قرآن جو پابند ۽ تهجد گذار هو. شاعريءَ ۾ سندس پهريون استاد ميرزا علي بيگ هو، بعد ۾ مولانا ابوالحسن لکنوي جو شاگرد ٿيو. جنهن کان عربي، پارسي ۽ اردو جي تعليم حاصل ڪرڻ بعد علم صرف و نحو، عروض ۽ فقه حاصل ڪيائين. پاڻ مرثيه گوئي سان گڏ غزل گوئي ۾ ڪندو هو. پاڻ سانگي ۽ قليچ دور جو پڪو پختو شاعر هو. پاڻ ١٠- محرم ١٣٣٩ھ مطابق ٢٤- سيپٽمبر ١٩٢٠ع تي وفات ڪيائين. سندس تصنيف 'ديوان دوست' نالي آهي، جيڪو سنڌي، اردو ۽ پارسي ڪلام تي مشتمل آهي. جنهن ۾ مثنويون، غزليات، مناجات، نعتون، نظم، سلام ۽ مرثيه شامل آهن.

## ڪلام

هجر ۾ محبوب جي جند جان ڳاريو ڳاريان
آرزوئي وصل ۾ ڳوڙها آءٌ هاريو هاريان

منهنجي قسمت ۾ لکيو جو مالڪ تقدير آهه
ڪير ٻيو پاري سوا منهنجي آءٌ پاريو پايان

جي اچي منهنجي اڱڻ ۾ پيرڙا پائي پرين
نقش پائي يار تان سر ساه واريون وارايان

هيڪڙائي هٿ ڪري آءٌ ٻن ٻيائي کي ڏيان
آءٌ بيگاني يار ڏاران پيو نه ڏاريو ڏاريان

رات مرڪي مون کي چو منهنجي، منهنجا دوست
آءٌ نه تو جهڙا سوين عشاق ماريو ماريان.



(۱۸۵۳ع۔ ۱۹۲۰ع)

# محمّد واصل درس ’واصل‘

محمّد واصل جي ولادت ۱۸۵۳ع ۾ ٿي. سندس والد ميان رحمت الله عرف رحمون درس، ’ساڪن ٺٽو‘ نهايت خدا پرست بزرگ هو. سندس خاندان ۾ ٻيا ٻہ ڪيترائي نامور درويش ٿيا آهن. مرحوم ’واصل‘ پاڻ ٻہ درويش صورت ۽ فقير سيرت انسان، سليم الطبع، مردِ خدا ۽ باتوڪل بزرگ هو. سندس تصنيف ’گلزارِ واصل‘ (منظوم) سندس قابليت جو زندہ ثبوت آهي. اُن جي مطالعي مان

معلوم ٿيندو ته واصل مرحوم زماني شناس ۽ وسيع معلومات جو مالڪ هو. پاڻ جهڙو هو عالم تهڙو ئي هو عابد، عربي ۽ فارسي جو به ماهر هو. ١٩٢٠ع ۾ انتقال ڪيائين.

'گلزار واصل' ۾ بظاهر سسئي پنهون جو قصو آهي پر حقيقت ۾ روحاني راز جو خزانو آهي.

## ڪلام

مجازي حقيقي جنين کي نصيب، مجازان حقيقي ملي تن حبيب،
مجازان حقيقت اندر جي ويا. ذڪر تن سندا پڻ گهڻا ئي ٿيا.
حزن سين حسن ٿا حسن ۾ پسن، هزارين هتان ٿا هُتي ئي رسن،
ڏٺي ڪن ڪٿي سونهن دلدار جي. سري ڪن ڪٿي وير ديدار جي.

ڪنين کي ڪٿي پڻ ڪنين ڪٽ وصال،
ڪنين کي وصالان وري ٿو جنجال.



(۱۸۳۴ع- ۱۹۲۱ع)

# ميرزا غلام حيدر بيگ ”قنبر“

ميرزا غلام حيدر ولد ميرزا فتح علي بيگ، سال ۱۸۳۴ع ڌاري خيرپور ۾ تولد ٿيو. ان وقت جي هلندڙ رواج موجب ديني ۽ درسي تعليم حاصل ڪرڻ بعد پنهنجي والد صاحب جي خواهش تي خيرپور جي مير صاحبن وٽ ملازمت اختيار ڪيائين. جڏهن ميرن جي حڪومت پوري ٿي، سندس والد پنهنجي اولاد ۽ عزيزن سميت لڏي اچي حيدرآباد ٽنڊو آغا ۾ رهيو، تڏهن مرزا غلام حيدر

هزهائينس مير حسن علي خان وٽ ملازمت ڪئي. مير حسن علي خان جي وفات بعد هزهائينس مير حاجي نور محمد خان وٽ، آخري عمر تائين مصاحب خاص ٿي رهيو. مرثيہ خواني ۽ شاعري پنهنجي والد جي زير سايہ شروع ڪيائين. شعر ۾ پنهنجي والد کان اصلاح وٺندو هو. ايام محرم يا مجلسن ۾ پنهنجي والد صاحب يا وڏي ڀاءُ سان مرثيہ خواني، نعت خواني ڪندو هو. سندس ڪلام جيڪو منتشر ڪاغذان مان مليو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ شعر جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. پاڻ هزهائينس مير حاجي نور محمد خان جي توسط سان ڪربلا معليٰ جي زيارت کان مشرف ٿيو. مرزا صاحب ٥- جنوري ١٩٢١ع تي وفات ڪئي.

## ڪلام

منهنجي طرف کان هن کي جنهن دم سلام پهتا،
بيهي چيئين پري کان منهنجا سلام پهتا.

ساقي تہ اڄ سين کي ماريو تہ آسري ۾،
مشڪل سان پنهنجي گهر ۾ سڀ تشنہ ڪام پهتا.

ڪوچي ۾ اڄ تہ هن جي مجمع هو عاشقن جو،
منهنجا نصيب جاڳيا جو زير بام پهتا.

محفل ۾ اڄ بہ هن جي محروم ٿي رهيس آئون،
پر ٻين جي لاءِ هٿو هٿ هت جام جان پهتا؟

منڪر نڪير پهتا 'قنبر' جو ڀهرِ پرڪش،
فوراً مدد لاءِ منهنجي ٻارهن امام پهتا.



(١٨٥١ع- ١٩٢٤ع)

# هزهائينيس مير عبدالحسين خان ”سانگي“

هزهائينيس مير عبدالحسين خان ”سانگي“ ولد مير عباس علي خان کي انگريز سرڪار کان ’هزهائينيس‘ جو خانداني خطاب مليل هو. پاڻ مير نصير خان ٽالپر جو پوٽو ۽ مرحوم هزهائينيس مير حسن علي خان جو سڳو ڀائيٽيو هو. پاڻ ١٨٥١ع ۾ ڪلڪتي ۾ تولد ٿيو. مير صاحب فقيرا نہ خيالات جو هو ۽ آخر تاعين انهيءَ رمز ۾ رهيو، سنڌونديءَ جي ڀرسان گدو بندر (حيدرآباد سنڌ

ڪان) ميل ٻين جي فاصلي تي ڪئمپ ۾ رهندو هو. پاڻ بهترين شاعر هو. فارسيءَ کي سنڌيءَ سان اهڙو ته سهڻو ڪري ملايائين جو سندس هي ڪم نهايت تحسين لائق ٿي پيو. نهايت خُلق وارو ۽ نرم مزاج شخصيت هو، ١٢- جون ١٩٢۴ع ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

عجائب آسمان کي ٿيو آهي دورو دورنگيءَ جو،
اسان کي تيئن رقيبن جو رهي ٿو دغدغو دل ۾.

زنخوت گرئيه مسڪين هٿي ٿو دم پلنگي جو،
زميندارن کي جٿن خدشو تپيدارن جي تنگي جو.

اي "سانگي" سچ چوان سو ناهه مورٿون ملڪ دارن کي،
ملنگن کي مليو آهي مزو جيڪو ملنگي جو.

❋

جنهن تي ڏنو مون کي تنهن چيو ٿي چريو چريو،
پنهنجي پرين ڏي مون به ڏٺو تي وريو وريو.

سچ سخت آهي سنگ کان انسان سنگدل،
جنهن ري نه دم سريو ٿي سو "سانگي" سريو سريو.



(۱۸۹٦ع- ۱۹۲۵ع)

# نواب گدا علي خان لغاري

نواب گدا علي خان ولد نواب علي محمد خان لغاري، باهمت نوجوان هو ۽ ان سان گڏ فقيري ۽ تصوف ڏي پڻ مائل هو. پاڻ سنڌي شعر چيا اٿس. ۲۹ ورهين جي عمر ۾ پنهنجي والد جي حياتي ۾ وفات ڪري ويو. سندس پياءُ عرض محمد خان، نواب شاهه تعلقي ۾ 'شينهن- نار' مٺر تي پنج سئو ايڪڙ زمين ڪنئي. اها زمين اصل ۾ نواب سردار خان بن فقير نواب ولي محمد خان ڪنئي

هئي، پر نواب گدا علي خان ان زمين کي شعر ۾ ننديو هو. پوءِ وري اها ٽُڪ ورايائين ۽ دعا طور چيائين ته:

’شينهن- نار‘ مؤن شيرِ خدا، ٻهرو ڏيارج يا علي.

## ڪلام

محبوب جي شبيه جو مٽ ماهتاب ناهي،
جلوي جمال جو مٽ هي آفتاب ناهي.

رخسار رمز واڏو نرمل نجيب جي،
ڪاتب لکي ڇا سگهندو، تنهنجو حساب ناهي.

ابرن جي سونهن ڏسي ٿيا هڪدم حريف حيران،
ڏسن جي محمدي رخ تن تي عتاب ناهي.

سڪ ختم انبيا جي رک اي ”گدا علي“ تون
مسند نشين جنهن جو شه بو تراب آهي.

قافيون جلد ١ ص-٣١٠



(۱۸۹۰ع- ۱۹۲۸ع)

# زمان شاھ ”ساقي“

زمان شاھ ”ساقي“ ، ننگر ٺٽي جو رهاڪو هو. پنهنجي وقت ۾ نهايت چڱو شاعر هو ۽ همعصر شعراءَ ۾ نمايان حيثيت رکندڙ هو. نهايت شريف الطبع ۽ باتهذيب هو. پاڻ ٺٽي جي رضوي خاندان جو آخري چراغ هو. پنهنجي عمر جون اٺيه بهارون ڏسي ۽ محفلون روشن ڪري ١٦- مئي ۱۹۲۸ع تي هميشه لاءِ گُل ٿي ويو. سندس ڪيترو غير موزون ڪلام به آهي. افسوس جو مرحوم ساقي جو

گھڻو ڪلام گم ٿيل آهي.

## ڪلام

نازنينن وٽ هميشه ٿا رهن هي چار چيز،
ناز، نخرو، شور، شوخي ٿا رکن هي چار چيز.

پيچبازي، بي نيازي، بي قياسي ۽ فريب،
ماهروين کي مدامي ٿا وٽن هي چار چيز.

جان نثاري، بيقراري، آه وزاري، بيڪسي،
محب لئه مشتاق سرتي ٿا سهن هي چار چيز.

صبر ۽ دل جي صفائي، ناز برداري، نياز،
عشق جي مڪتب ۾ عاشق ٿا پڙهن هي چار چيز.

گهٽ لکڻ، گهٽ گفتگو ۽ گهٽ سمهڻ کائڻ ۾ گهٽ،
نيڪ بختن وٽ سدائين ٿا سجهن هي چار چيز.

تير نڪتل، عمر گذريل، انگ لکيل ڳالھ ڪيل،
يار هٽ موٽي نه هرگز ٿا اچن هي چار چيز.

شڪر حق جو ۽ تواضع، نيڪ صحبت ۾ ادب،
'ساقيا' هر جاءِ عزت ٿا وٺن هي چار چيز.



(۱۸۴۳ع- ۱۹۲۹ع)

# راءِ بهادر سيٺ وشنداس

سيٺ وشنداس ولد سيٺ نهالچند ڀاروائي ڪوٽڙي تعلقي ضلعو دادو جي ڳوٺ مانجهو (مانجهند) ۾ ۱۸۴۳ع ۾ ڄائو. ڪيس سيٺ وشنداس مانجهوءَ وارو ڪري سڏيندا هئا. سندس پيءُ نهالچند ٻه هڪ درويش ۽ شاعر هو، جنهن جا ڪيترائي مريد هئا. ننڍپڻ ۾ سيٺ وشنداس جون ڪچهريون سندس باغ "ٻلاس" ۾ ڪيترن مهنت ۽ پنڊتن سان ٿينديون هيون. طبيعت ۾ ويراڳ هوس ان ڪري

پنجاب صوبي جي ضلع قصور ڳوٺ جليا نوالا ۾ ستگر گلابداس جي چرنن ۾ وڃي ويٺو. مرشد جي روحاني رنگ ٻه سيٺ وشنداس تي گهرو اثر ڪيو. وشنداس کي مرشد وٽان موڪل ملي ته اچي ڳوٺ پهتو. هو هڪ سچو انسان ۽ ديانتدار هو، ان ڪري مخدوم امين محمد ثالث جن وٽان ڪيس عام مختيار ٿي ڪاروبار هلائڻ جي آڇ ٿي، جيڪا هن قبول ڪئي. سندس ديانت جون ڳالهيون ضرب المثال آهن. پڪن ڏٺي جي وصال بعد نوڪري ڇڏي وڃي ڪاروبار ڪيائين ۽ سنڌ جو ناميارو سيٺ ٿي ويو. هن جا ڪارخانا ۽ مشينون باڊه، ڪنڊو، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ برک هئا. سماجي خدمتن ۾ ناميارو هو. سنگيت جو ڪوڏيو هو. هندو خان ۽ ان جي پٽ سنڌو خان سان ٻه راڳ ۾ سنگت ڪيائين. سيٺ وشنداس ساهت جو ٻه مشتاق ٿي گذريو آهي ۽ ڪيترائي ديني ڪتاب شايع ڪرائي مسلمان خواه هندن ۾، مفت تقسيم ڪندو هو. ٧- جنوري ١٩٢٩ع تي پنجاسي ورهين جي عمر ۾ پر لوڪ پڌاريائين.

## ڪلام

اٿئي پهر عجيب جي، ارواح سان من لڳو،
سنگ ساجن شاه، ڀَوَ سڀ ڀولو ڀڳو.

❋

نامئن هندو، نامئن ترڪا، نامئن پنڊت قاضي ري،
نامئن سيّد، شيخ مسلا، نامئن ڀيا غازي ري،
سچ بات مي اوران اوري، بيک بني سڀ بازي ري،
'وشنداس' جب آپ پڇانيا، سرور رنگ ۾ راضي ري.

(ڪليات امين، سنڌي ادبي بورڊ)



(١٨٥٣ع- ١٩٢٩ع)

# مرزا قليچ بيگ ”قليچ“

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ ٧- آڪٽوبر ١٨٥٣ع ۾ تولد ٿيو. کيس انگريز سرڪار کان ٻہ خطاب مليا. هڪ ’خانبهادر‘ ۽ ٻيو ’شمس العلماءَ‘. سندس والد مرزا فريدون بيگ ايران کان آيو ۽ ٽنڊو ٺوڙهو (حيدرآباد) ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. اهو دور ٽالپرن جي حڪومت جو هو. مرزا صاحب سنڌي، فارسي، اردو، عربي ۽ انگريزي جي اعليٰ تعليم حاصل ڪئي. ڪافي وقت

سرڪاري نوڪري ۾ بهترين نموني سان هلائي. پاڻ شاعري جي هر پهلو تي طبع آزمائي ڪيائين. حليم الطبع، صلح پسند، هردلعزيز ۽ خوش اخلاق هو. نظم ۽ نثر جي اٽڪل ٽي سؤ ڪن ڪتابن جو مصنف ۽ مترجم وغيره ٿي گذريو آهي جن ۾ ڪي ڇپيل ۽ ڪي اڻ ڇپيل آهن. مرحوم شمس العلماءَ پنهنجي وفات جي قطعه تاريخ پاڻ رباعي جي صورت ۾ لکي آهي، (جنهن ۾ غلطيون آهن جي درست ٿيڻ ڪپن.(طالب المولىٰ) سندس انتقال ٣- جولائي ١٩٢٩ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

## (مخدوم امين محمد صاحب جي تتبع تي)

دَردن جو دِل ۾ دلبر، ڏُونهون اُچي ڏُکايو،
مُحَبت جو مَچُ مَچائي، جيرو جگر جلايو.

هَٽَ سان ڦٽيو حَبِيبَن، توڙئون تَڙيو طبيبَن،
قُريئون ڪُهي قريبَن، ساڙڻ جو ڪيو ۽ سعيو.

جن سان رکي محبَت، تِن تي وجهي مصيبت،
رَحمت جي لاءِ زحمت، سَودو ڪري سَوايو.

سُوريءَ تي ڪر چڙهائي، ٻَڪريءَ جان ڪي ڪَلائي،
ڪي ڪَرتَ سان حيرائي، ڪِن کي وِجهي ڪُهايو.

لَذَت اُچي ٿِي جِن کي، سُورن کي تا سِڪن سي،
ڪارڻ ڪُسڻ جي پڙ تي، گردن اُچن جُهڪايو.

جي عِشق توکي آهي، وَڃُ تون "قليچ"! ڪاهي،
سِر ڏي هَٿَن سان لاهي، پورهيو ٿِيئي سَجايو.



(۱۸۹۴ع- ۱۹۳۰ع)

# ڊاڪٽر ميرزا مدد علي بيگ ”مدد“

ڊاڪٽر ميرزا مدد علي ’مدد‘ ولد ميرزا نور محمد بيگ، ۱۸۹۴ع ۾ تولد ٿيو. پاڻ انگريزي، سنڌي ۽ پارسي تعليم جا مرحلا طئہ ڪري سال ۱۹۱۸ع ۾ بمبئيءَ مان ڊاڪٽري جو امتحان پاس ڪري، علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب جي اصرار تي خيرپور رياست ۾ سرڪاري ملازم ٿيو. جڏهن علامہ صاحب جن خيرپور رياست کي ڇڏيو تڏهن پاڻ بہ تلهار ۾ خانگي اسپتال کوليائين. پاڻ

پنهنجي دور جي انهن شاعرن جي صف ۾ شامل هو، جن سنڌي ادب کي نظم توڙي نثر ذريعي وسعت ڏني. پاڻ پارسي، سنڌي ۽ اردو جو ممتاز شاعر هو. سنڌ جا اديب ۽ شاعر جهڙوڪ: مولانا دين محمد "وفائي"، نجف علي 'تارڪ'' محمد بخش واصف، سيد عطا حسين شاه موسوي، عبدالحسين شاه موسوي، قاضي علي اجمل "علي"، شهمير خان بلوچ ۽ عطا محمد "عطا" کان پنهنجي ڪلام جي اصلاح وٺندا هئا. ميرزا صاحب سنڌي زبان ۾ ڪجهه ناول پڻ لکيا آهن، جي هي آهن: 'چين جو شهزادو' (۲ جلد) 'عقل چرخ' (۲ جلد) 'انارڪلي'، 'سيف الملوڪ' 'قصهٔ گل بڪاولي' ۽ 'عيار پادري'، وغيره. ۱۹۲۱ع ۾ روهڙي مان رسالو 'صراط مستقيم' جاري ڪيائين. ميرزا صاحب ۱۸- مئي ۱۹۳۰ع تي انتقال ڪيو.

## ڪلام

نور افشان سهائي رات آهي،
راحتِ جان سهائي رات آهي.

ڏس چمن ڪيئن ڪلي ۽ ٻهڪي ٿو،
گل خندان سهائي رات آهي.

چادرِ نور آهي ضو افشان،
يا چوان مان سهائي رات آهي.

باغ توڙي بحر جو سير وٽي،
رونقِ افزان سهائي رات آهي.

سونهن هر شئي سندي دوبالا ٿي،
حسن افزان سهائي رات آهي.

عاشقن لاءِ سچ چوان ٿو 'مدد'
عڪسِ خوبان سهائي رات آهي.



(۱۹۰۲ع- ۱۹۳۱ع)

# پير سيّد حزب الله شاه عرف جيئل شاه راشدي

پير حزب الله شاه ولد پير حسين علي شاه راشدي، سال ۱۹۰۲ع ۾ پير جو ڳوٺ ضلع خيرپور ۾ تولد ٿيو. سندس ولادت جي تاريخ ڪانه ٿي ملي. سندس والد صاحب پير حسين علي شاه سندس ٻالجتيءَ ۾ وفات ڪري ويو. ان ڪري سندس پالنا، تعليم ۽ تربيت سندس ڏاڏي پير شاه مردان شاه اول پير صاحب پاڳاري ڪئي. پاڻ سنڌي، پارسي، اردو ۽ ديني تعليم مدرسي راشديه ۾ حاصل

ڪئي. پاڻ نهايت فهم و فراست ۽ فضيلت جو صاحب هو. سخاوت سندن شيوو هئي. اخلاق ۽ اخلاص سندس فطرت ۾ داخل هو. ننڍپڻ کان ئي پاڻ شاعريءَ ڏي لاڙو رکيائين. جنهن ڪري شاعرن ۽ عالمن سان صحبتون رکيائين. سندس ڏاڏي شاهه مردان شاهه اول، ۱۹۲۱ع ۾ وفات ڪئي. ان کان پوءِ پاڻ ۳۰- جون ۱۹۳۱ع تي پير ڳوٺ ۾ حرن جي هٿان شهيد ٿيو. سندس مزار پير ڳوٺ شهر ۾ درگاهه شريف جي اتر پاسي آهي.

## ڪلام

وائي يار سندي آوت مونکي، ڀي ڳالهه نه ڪا ڏينهان رات مونکي.

تنهنجي ميم دهن مشتاق ڪيو، تنهنجي لال لبن اوشاڪ ڪيو.
ڏاڍو قابو سميءَ جي ساک ڪيو، ڀي ڪانه وٽي تي لات مونکي.

تنهنجي گهورن جو آهيان گهايل مان، تنهنجي جام وصل جو اڃايل مان.
آهيان ورهين کان ته سڪايل مان، ويئي ويئي تي پريات مونکي.

جئن باغ بنا عندليب آهي، تئن محب مريض غريب آهي.
تنهنجو ڪين حڪيم طبيب آهي، لڳي هجر سندي سڪرات مونکي.



(۱۸۳۷ع- ۱۹۳۲ع)

# آخوند عبدالقادر ”بيدل“

”آخوند عبدالقادر“ ’بيدل‘ ولد محمّد پناه پنو پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. پاڻ شڪارپور جي مشهور عالم خليفي عبدالله ڪان عربي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين شمس الدين ”بلبل“ جي ديوان تي سندس لکيل قطع تاريخن مان معلوم ٿئي ٿي ته پاڻ پنهنجو خانگي مدرسو هلائيندو هو. بيدل صاحب خليفي قاسم جي دور کان وٺي قادري صاحب جي دوُر تائين زنده رهيو.

سندس هر دور ۾ شاعرن سان سٺا ناتا رهيا. ڪڏهن ڪڏهن بزم مشاعره ۾ شريڪ ٿيندو هو. ١٩٢١ع ۾ پهرين ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ بہ شريڪ ٿيو هو. سندس وصال ٧- فيبروري ١٩٣٢ع ۾ ٿيو.[١]

مرحوم جي شبيهہ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي شخص مروت جو صاحب، بلند اخلاق، با تهذيب، با تحمل ۽ با علم شخص ضرور هو. سبحان الله جنهن وڙ جو هي مرد آهي ۽ جنهن وڙهي ۾ ٿي گذريو انهي وڙهي کي جن ڏٺو هوندو انهن کي خبر هوندي. ان زماني ۾ ثواب زياده، روحانيت عام، چڱائي جام، نيڪ نيتي گهڻي هئي.[٢]

## ڪلام

مژگان تنهنجون سنان هِن ۽ تير جو نمونو،
ابرو تنهنجون ڪمان هِن شمشير جو نمونو.

آ خاڪِ پا بظارِ هو سرمئہ جواهر،
ڏس غورَ سان هي آهي اڪسير جو نمونو.

منجهہ حسن جي بلاشڪ ثاني تون ماه ڪنعان،
بيشڪ رهيو برابر تهوير جو نمونو،

"بيدل" ڪو حال موڪل محبوب يار ڏي اڄ،
هن نالہ وفغان جي تاثير جو نمونو.

---

١- سنڌي غزل جي اوسر ياڳو پهريو صفحو ٦٩
٢- مخدوم طالب المولىٰ



(۱۸۸۷ع- ۱۹۳۲ع)

# ميرزا قربان علي بيگ ’قربان‘

ميرزا قربان علي ولد ميرزا قاسم علي بيگ وينل ٽنڊو آغا حيدر، پاڻ آخوند علي محمد جي مدرسي مان عربي ۽ پارسي تعليم حاصل ڪري ديني تعليم لاءِ مولانا ابوالحسن لکنوي جو شاگرد ٿيو. پاڻ پهرين روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. پر پوءِ هزهائينس مير نور محمد خان جي چوڻ تي اتان مستعفي ٿي، سندس مصاحب ٿيو. آخرڪار مير منشي ٿي مختيارڪار جي عهدي تي فائز

ٿيو. پاڻ پنهنجي وقت جو بهترين شاعر، عالم ۽ خوش خطاط هو. پاڻ پنهنجي ڏاڏي ميرزا فتح علي بيگ وٽان گهڻو ڪجھ پرايائين. پنهنجي شاعريءَ جو مجموعو، "بياضِ قربان"، جي نالي سان تحرير ڪيائين، جنهن ۾ حمد، نعت، فضائل، مناجات، منقبت، سلام، غزليات، قطعات، رباعيات، مثنوي، مرثيه ۽ غزليات موجود آهن. پاڻ نثر ۾ به گهڻو ڪجھ لکيو آهيس. سندس ديوان، "بياضِ قربان" تي تقريظ ميرزا قليچ بيگ لکي هئي. ان کان سواءِ ڊاڪٽر قاضي علي احمد سندس خصلتن ۽ فن جي گهڻي تعريف ڪئي آهي. پاڻ ١٢- محرم ١٣٥١ھ مطابق ١٩- مئي ١٩٣٢ع تي وفات ڪري ويو.

## ڪلام

ڏٺم پنهنجي گلرو کي خندان نه آهي،
نظر ۾ گلستان، گلستان نه آهي.

محبت سنديون طئي ڪريان منزلون پيو،
نظر ۾ سندم ڪفر و ايمان نه آهي.

عجب حالِ پوشاڪ آهي جنون ۾،
گريبان جي آهي ته دامان نه آهي.

ٿيو انس و اخلاق مفقود يڪدم،
هي انسان حقيقت ۾ انسان نه آهي.

ٿيس دردِ دل لاءِ 'قربان' پيدا،
نه ٿيو درد جنهن کي سو انسان نه آهي.



(١٨٨٦ع- ١٩٣٢ع)

# ميان غلام سرور ’فقير‘ قادري

ميان غلام سرور ولد ميان نور محمد قادري شهر لاڙڪاڻي ۾ ١٠- جنوري ١٨٨٦ع تي تولد ٿيو. فقير صاحب پارسي شاعريءَ جي ابتدائي تعليم پنهنجي چاچي ميان غلام محمد ’گدا‘ کان حاصل ڪئي. جنهن جي وفات بعد سندس ڀاڻيجي ميان علي محمد قادريءَ سندس رهنمائي ڪئي. پاڻ پهريائين ’حنيف‘ ۽ پوءِ ’فقير‘ تخلص اختيار ڪيائين. پاڻ تعليم کاتي ۾ ملازم ٿي رهيو. ڪيس ننڍي

هوندي کان ئي شاعريءَ جو شوق هو. سن ۱۹۰۴ع ۾ محمد هاشم "مخلص" هڪ رسالو 'تحفہ احباب' جي نالي سان ڪڍيو. ان جي ٽئين پرچي ۾ هڪ طرحي مشاعرو "ٿي ڏسي مدت کان تنهنجو عارضِ پُر نور شمع" ۾ سندس غزل مليل ٿو. جنهن جو هڪ شعر هي آهي:

عاشقِ دلگير کي در کان ڪيو دلدار دور،
پتنگ کان پاسي رهڻ آهي ڪٿي دستور شمع.

ان وقت سندس عمر ارڙهن سال هئي. 'فقير' صاحب ۲۸- نومبر ۱۹۳۲ع تي رحلت ڪئي.

## ڪلام

دلبر وفا نڀائي ٿو اقرار جي طرح،
اقرارِ وصل ٿو ڪري انڪار جي طرح.

ديدار تنهنجي لاءِ اي پرده نشين صنم،
وينس گهٽيءَ ۾ سائين ديدار جي طرح.

داغ فراق تنهنجي کان اي رشڪِ گلستان،
سينو ٿيو سنم آهي گلزار جي طرح.

جلدي بغل مان تون ته وئين منهنجو هوش پڻ،
تنهنجي پٺيءَ ويو تنهنجي رفتار جي طرح.

ڪاڏي وڃي 'فقير' ڇڏي توکي اي سڄڻ،
قدمن تنهنجن سان گڏ آهي پيزار جي طرح.

سنڌي غزل جي اوسر ۱۱ ص-۲۹۰



(١٨٦٧ع- ١٩٣٢ع)

# روشن علي شاه ”روشن“

روشن علي شاه ’روشن‘ ولد قطب علي شاه حيدرآباد جي ٽنڊي جهانيان جو رهاڪو هو. هڪ دفعي پاڻ ٽنڊي غلام حسين ۾ قلندر جي ڏونهين تي ميلي ۾ ويو. اُن وقت سندس به هٺي جواني ۽ ڀيو سهڻي صورت، سو هڪ عورت ڪا مٿس عاشق ٿي پيئي ۽ چوڻ پئي ته ’مون کي ڏاڍو ٿو وڻين‘ پڇيائينس ته مون ۾ ڪهڙي شيءِ ٿي وڻئي؟ هن چيو ته ’تنهن جا وار‘ پاڻ هڪدم وار لهرائي ڪيس

ڏنائين ۽ سڏو ڳوٺ اچي درويشاڻو لباس پهري فقير ٿي ويهي رهيو. سنڌي، اردو ۽ فارسي جي چڱي ڄاڻ هيس. پاڻ نهايت نرم مزاج، فقير سيرت، فقير صورت ۽ بااخلاق هو.

## ڪلام

يا الاهي پنهنجي شان ڪبريا جي واسطي،
۽ بہ عدلت دادو احسان و عطا جي واسطي.

يا خدا سرڪار عالم صہ يعني ختم المرسلين،
آن شہِ آڏار دنيا مصطفيٰ جي واسطي،

يا خدا احقر کي رک باڪرم در امن و امان،
ٿو گهري 'روشن' دعا هي اقربا جي واسطي.

⁂

نماڻي جي نجهري آري ڄام اچيج،
تورياڻيءَ کي ڏرن ۾ مورئون ڪيئن متيج.

روشن کي هن راهہ ۾ ويل نہ وساريج،
اچي ڏيول ڏکيج، پلؤ ساڻ پناهہ جي.



(١٨٨٣ع - ١٩٣٣ع)

# پير ميان غلام حسين ”شيدا“

پير ميان غلام حسين ”شيدا“ ولد پير ميان غلام نبي عرف ميان پنيلڙو صاحب صديقي قريشي، ٢٦- فيبروري ١٨٨٣ع ۾ تولد ٿيو ۽ ٧- جنوري ١٩٣٣ع ۾ انتقال ڪيائين. مرحوم ميان غلام حسين نهايت خوبصورت جوان ۽ عالي همّت هئو. پاڻ بااخلاق ۽ باتهذيب، شخصيت هڻڻ سان گڏ بهترين مقرر ۽ شاعر پڻ هئو. سنڌي، اردو ۽ فارسي تي چڱي طرح دسترس رکندڙ هئو. سندس ڪلام

سواءِ هڪ ڪافي جي باقي سڀ گم آهي.

## ڪلام

ٿلھ[1]: سگھو ٿيج ساٿي ٿڪي ساٿ ٿر ۾،
لکيو انگ ايئن هو ازل ڪان امر ۾.

پلنگ تي پنهل سان سنجهو ڏني ستيس،
ڪنواتن جا ڪڙڪا ٻڌي ڪين اٿيس،
ٿيم سار سرتيون نہ آيو نظر ۾.

ڪري ظلم زوري وئي ڏير ويڙا،
گھتي گھوٽ مٺي جو رمي راه ويڙا،
لڳي هاڻ لٿڪي ڏکي سان ڏونگر ۾.

هلي هوت لئہ جان جي ڪي جلايان،
جبل جوُ جهاڳي پنهل پير پايان،
ملي مان مون ڪي سڄڻ سو سفر ۾.

وڃان ڪيچ ڪاهي ڪري درد دانهون،
وئي ور لهي جو پنهون ويا پراهون،
وڃي ور لهي جو پنهون ويا پراهون،
وڃي ور ڪي ووڙي ٿي "شيدا" شهر ۾.

*

(۱) مطلع ۾ ذڪر صرف مارئي جو آهي.



(۱۸۷۱ع- ۱۹۳۳ع)

# پير علي بخش شاهه ”علڻ“ پيٺائي

پير علي بخش شاهه عرف علڻ سائين ’علڻ‘ ولد پير لطف علي شاهه پيٺ شاهه جو رهاڪو هو. سندس نسب جو سلسلو حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السّلام سان ملي ٿو. سندس مسند نشيني ۱۳۱۷ع هجري بمطابق ۱۸۹۹ع/ ۱۹۰۰ع ۾ ٿي. ابتدائي تعليم بعد فارسيءَ ۾ بہ چڱي مهارت حاصل ڪيائين. پاڻ نهايت بااخلاق ۽ باتهذيب فقير صورت هو ننڍي هوندي کان ئي فقيري ڏي لاڙو

رکندڙ هو. رات ۽ ڏينهن جو خاص حصو عبادت الاهي لاءِ وقف ڪيل هوس. هر جمع جي رات راڳيندڙن فقيرن ساڻ پاڻ ٻه راڳ ڪندو هو جيئن تصوير ۾ ٻه تنبورو ڪلهي تي رکيل اٿس. سندس وصال ۱۴، محرم ۱۳۵۲هه ۱۸ مئي ۱۹۳۳ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

ڏئي ڏير ويا اٿم ڏاج ڏونگر،
آيو سرتي سرتيون سخت سفر،

مون کي محبت جو تو مڃ مڇي، ڪري ميڙ ميان من محب اچي.
هيءَ برجي بدن ڪان ماڪ بچي. ٿيم ريس سارو ريب رمر.

ٿيا سيڻ سسئي جا ڪين سڳا، ستي سيج ڇڏي ته بلوچ پڳا.
ڪيئن واجڻ دل تي رات وڳا، پانيان سارو شهر ڀنڀور جو تر.

ويندي اديون شل ورسان وران، من موليٰ ڪري ملي محب مران.
انهيءَ ڳڻتي ۾ پئي روز ڳران. نديون نير وهايا جال مون جر.

اچي ڪيچن کهڙو قهر ڪيو، پرو پهه ته انهن جو ڪو نه پيو.
ڏئي سور ويا ڇني سنگت سهو، ’علڻ‘ ڪاڻ پنهل جي مڃ پٽر.

---

۱- جنب گذاريم جن سين صفحو ۴۱، مگر صد سالہ جنتري موجب ۱۴ محرم ۱۳۵۲ هه، ۱۸ مئي ۱۹۳۳ع نه بلڪ ۱۰ مئي ۱۹۳۳ (اربع) ٿئي ٿي. ڏسو صد سالہ جنتري صفحو ۱۰۰.



(۱۸۴۶ع- ۱۹۳۳ع)

# ميرزا غلام رسول بيگ ’مقبل‘

ميرزا غلام رسول ’مقبل‘ ولد ميرزا فتح علي بيگ ويٺل خيرپور ميرس بعد ۾ ٽنڊو آغا حيدرآباد، پاڻ پنهنجي والد جو چوٿون نمبر فرزند هو. پاڻ خيرپور ۾ تولد ٿيو ۽ پنهنجي والد جي زير ساية ديني ۽ درسي تعليم حاصل ڪئي. ترت ئي پنهنجي والد سان گڏ خيرپور مان لڏي ٽنڊو آغا حيدرآباد آيو، جتي پنهنجي والد جي ڪوشش سان مير حسن علي خان جي ملازمت اختيار ڪيائين. مير صاحب

ڪيس پاڻ وٽ ڪاتب ڪري رکيو. مير حسن علي خان جي وفات بعد مير نور محمد خان وٽ بہ ساڳي ملازمت ڪندو رهيو، ميرزا صاحب پنهنجي بزرگن جي روايت کي قائم رکندي مرثيہ خواني ۽ شاعري شروع ڪئي. سندس ڪلام مان 'مقبولات مقبل' نالي سان سلامن جو مجموعو سندس فرزند ميرزا غلام عباس 'وفا' بيگ شايع ڪرايو هو. باقي ڪلام قلمي صورت ۾ سندس پونين وٽ آهي. ميرزا مقبل جو گهڻو شعر مير حسن علي خان جي تتبع تي چيل آهي. پاڻ شعر ۾ اصلاح پنهنجي والد صاحب کان وٺندو هو. پاڻ ١٩٣٣ع ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام

ٿيس تنهنجو شيدا مون کي سنهن خدا جو،
نہ ثاني تو جهڙي ٿيو لقا جو.

ورڻ ويل واري وري واڳ وار،
نہ انڪار ڪر حق ادا ڪر وفا جو.

اچين جي اڱڻ منهنجي هڪ ڀيرو جاني،
بيان تو سين دل جي ڪريان مدّعا جو.

ڪري قرب جي پاڻ وٽ ٿي سڏائين،
چوان خوش ٿي نڪتو اثر ڪجھ دعا جو.

'غلام الرسول' از ازل آهين مقبل
شد لطف ٿيو خاتم الانبيا جو.



(۱۸۶۰ع - ۱۹۳۴ع)

# محمّد هاشم ”مخلص“

محمّد هاشم مخلص ولد حافظ احمد، تعلقي ٽنڊي محمد خان جي ڳوٺ ٽکڙ جو ويٺل هو. دينيات جي ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏ فارسي ۾ به تحصيل ڪيائين. اُن بعد عربي پڙهڻ شروع ڪيائين، مگر وقت جي ضروريات کي سرانجام ڏيڻ لاءِ لاچار تعليم ترڪ ڪرڻي پيس. سندس دماغ قدرتاً نظم ۽ نثر ڏي مائل هو. اِنهيءَ فطري مناسبت کيس اخباري دنيا جو سير ڪرايو. اخبار ’خير

خواه سند'، 'الحقّ'، رسالو 'بهار الخالق' ماهنامہ 'ڪچڪول' 'اخبار الامين' ۽ 'مسلمان' ۾ چڱي طرح حصو ورتائين شاعريءَ جي ميدان ۾ بہ توسن طبق ڪي واھ جا جولان ڏيارِيائين. ٢- فيبروري ١٩٣٤ع ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

پئي جامہ ۾ جي عڪس تنھنجي جلوه گري جو،
دمہ بند خجالت ڪان ٿئي شيشي ۾ پري جو.

ڇا ذڪر ڪريان يار سنديءَ عشوه گري جو،
جي حور سندو ناز تہ غمزو ٿيو پري جو.

ھر ڪنھن ڪي ڪرين ٿو نگہ ناز سان تسخير،
شُھرو ٿيو جھان ۾ تنھنجي جادو نظري جو.

اي جوش جِنون ڏي منھنجي وحشت ڪي ترقي،
ٿئي شغل نہ موقوف ڪڏھن جامہ دري جو.

ھڪ نازِ نظر ڪان بہ جنھن ڪي بار ٿيو "مخلص"
ڇا ذڪر ٿئي ان شوخ جي نازڪ عمري جو.



(١٨٦٥ع- ١٩٣٥ع)

# منٺار فقير راڄڙ

منٺار فقير ولد قبول محمّد راڄڙ ڳوٺ ڪاٽي راڄڙ، تعلقہ ڪپرو، ضلع سانگھر جو ويٺل ھو. مرحوم جي طبيعت ننڍي ھوندي ڪان ئي فقيري ڏي مائل ھئي. سندس آبا واجداد حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ رحمت جا مريد ھئا ۽ پاڻ، حضرت غوث الحق رحہ جي ١٣- سجاده نشين، مخدوم محمّد امين صاحب 'امين' جن جي ھٿ تي بيعت ڪيائين. ھڪ سچي طالب ۽ سچي فقير جو رتبو

حاصل ڪيائين. مرشد جي وفات بعد بيحد اداس ٿي پيو ۽ سندس ڏهاڙا بي چينيءَ ۾ گذرڻ لڳا. هڪ رات پنهنجي مرشد کي خواب ۾ ڏٺئين ته پاڻ کيس هڪ ڪاغذ ڏنائون ۽ چيائون ته توهان کي پڙهايون ٿا ۽ پڙهو. پوءِ پاڻ لکيل اکرن تي آڱر رکندا پڙهندا هليا ۽ فقير صاحب به اهي لفظ چوندو هليو. صبح جو فقير صاحب کي شناس ٿي ويئي ۽ ڪوشش سان سنڌي ۽ اردو جو چڱو ڄاڻو ٿي ويو ۽ پنهنجي وقت ۾ شاعر به چڱو ٿيو. منٺار فقير جو وصال ١٦- جنوري ١٩٣٥ع ۾ ٿيو. هيٺين ڪافي فقير صاحب کي خواب ۾ پڙهائي ويئي.

## ڪلام

لاهي ويھ م لڏ، لاھ م لڏ،
هل ته پهچين هوت کي،

١- ڪم نه اينديئي ڪيچ ري، ڪاهي اڌاوت اڌ.

٢- پنيا هن پنهور جا نيئي رسائيندئي ڪڏ.

٣- ٻانهڻ عشق ٻروچ جو، بيٺو ڪريئي سڏ.

۴- متان منجهين "منٺار" تون، ڏينهن وڃنئي ٿا ڏڏ



(۱۸۸۵ع- ۱۹۳۵ع)

# پير ميان غلام سرور 'سرور'

## صديقي قريشي

پير ميان غلام سرور "سرور" ولد پير ميان غلام نبي عرف ميان پنيلڏو صاحب صديقي قريشي، ١٨- مارچ ١٨٨٥ع ۾ تولد ٿيو ۽ ٢- نومبر ١٩٣٥ع ۾ وصال ڪيائين. ميان غلام سرور محبوب صورت، محبوب سيرت ۽ محبوب طبيعت هئو. سندس ڪلام جملي گم آهي. فقط هڪ ڪافي جي مقطع هڻ

آئي. جيئن تہ پاڻ مرحوم مولائي طبيعت جو هئو تہ ڪلام بہ گڏ ڪونہ ڪيائين ۽ ماڻهن جي ئي سينن ۾ رهجي ويو.

مرحوم پنهنجو نالو ۽ تخلص ڪهڙي نہ سهڻي نموني ۾ نڀايو آهي:

## ڪلام

غلام آهي در جو هي تنهنجو گدائي،
ساوا ڪر تون سرور هي ڪننور ڪوماڻا.



(۱۸۸۴ع- ۱۹۳۵ع)

# هزهائينيس مير علي نواز خان ”ناز“

هزهائينيس مير علي نواز خان ٽالپر ولد مير امام بخش خان ٽالپر ۹- آگسٽ ۱۸۸۴ع ۾ ڄائو. ضلعي خيرپور ميرس جي ڳوٺ ڪوٽ ڏيجي جو رهندڙ هو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد مير صاحب لاهور جي جينس ڪاليج ۾ داخلا ورتي. اُتان فارغ ٿي مزيد تعليم لاءِ لنڊن روانو ٿيو. تعليم جون سموريون منزلون طئي ڪرڻ بعد، ولي عهدي واري زماني ۾ ڪيترائي سال دهلي ۽ اُن جي مضافات

۾ پڻ مقيم رهيو. اِنهيءَ دوران ڪيس اردو ۾ شعر چوڻ جو شوق پيدا ٿيو. تاريخ ٨ فيبروري ١٩٣١ع تي سندس والد صاحب رحلت ڪئي.

مير صاحب، منڪسر مزاج، ساده طبيعت ۽ فقير منش حاڪم هو. ٢٥- ڊسمبر ١٩٣٥ ۾ انتقال ڪيائين. وصيت مطابق سندس جسدخاڪي ڪربلا معليٰ (عراق) ۾ دفنايو ويو.

مرحوم هزهائينيس عاشق مزاج، زند دل سخي ۽ ادب نواز شاعر بہ هو. ڪيس مجازي عشق جي سخت ميخ لڳي جنهن فقير بہ بنائي ڇڏيس.

## ڪلام

دلبر سڏي ٿو جلدي جلدي تون ناز آ،
هلڻو آ يار تو وٽ، وڃڻو آ تنهنجي جاءِ.

هڪدم آ يار مشڪل، توکئون سوا پرين،
نظرن ۾ منهنجي ڪونهي ڪو، ٻيو توکئون سوا.

مان هان غلام دل جو، دل يار جي آ هٿ،
ناحق ڪري گمان، رهن ٿا مون تي خفا.

مضبوط دل کي ڪر تون، محبت قدم وڌاءِ،
هن راهہ عشق ۾ آهن، نقصان ۽ نفعا.

انگشت پائي هٿ ۾، عمل يار پئي ڪيو،
پنهنجي مريض کي هي، وٺي اچ ڪيون دعا.



(۱۸٦۱ع- ۱۹۳٦ع)

# پير سيّد علي اصغر شاھ راشدي

پير سيّد اصغر شاھ علي ولد پير حزب الله شاھ، ۲۲- ربيع الاول ۱۲۷۸ھ مطابق ۲۸- سيپٽمبر ۱۸٦۱ تي تولد ٿيو. سندس والد صاحب ان زماني جي مشھور و معروف عالم حاجي محمد عيسيٰ ساندائي 'محدث' کي پنھنجي فرزند کي تعليم ڏيڻ لاءِ تعلقي نوشھري فيروز مان گھرائي ورتو. جيڪو صاحب نھايت ادب ۽ احترام سان کيس تعليم ڏيندو رھيو. تعليم حاصل ڪرڻ بعد پير صاحب

نهايت اعليٰ پائي جو عالم ۽ شاعر ٿيو. پاڻ مصوري ۽ خطاطي جو پڻ ماهر هو. پير صاحب سومر ڏينهن ۲۴- ذوالقعد ۱۳۵۴ھ مطابق ۱۸- فبروري ۱۹۳۶ع تي انتقال ڪيو. سندس "ديوان علي" پارسي ۽ ٻيو "ديوان علي" سنڌي سان گڏ هڪ جلد پارسي منظوم ڪتاب "سلسلئہ قادريہ" موجود آهي.

## ڪلام

عرض ڪر ٻانهون ٻڌي احوال منهنجو سربسر،
گرچہ عاشق جو وسارڻ آهي معشوقن جي پر.

هٿي ڪري هانجون ڪٺي وٺين دوست هينڙو سربسر،
مهرباني ڪر مٺا برقعو ڪٺي ڪر ڪا نظر.

مل اچي مون سان پرين اي ناز پرور نامور،
ڪر تياري ترت طالب ڏي، ٻڌي محڪم ڪمر.

باھ اولانبا ڪندي، ڪاغذ سڙي ويندو مگر،
آءُ تون پيرا پري دلبر نہ دم ڪو دير ڪر.

ڪيترا ڪوپا ڪنل! مان ڪلھ ڏنا دلبر جي در،
ورنہ فرقن تو سندي ما سان ڪندي زوري ضرر.



(۱۸۱۳ع- ۱۹۳۷ع)

# قاضي عبدالغفور ”خاڪسار“

قاضي عبدالغفور، قاضي عبدالله جو فرزند ۽ هالا جي پورگر قاضي خاندان جو فرد هو. نهايت بااخلاق، باتهذيب انسان ۽ رنگين مزاج شاعر هو. سندس نسب جو سلسلو ٺٽي جي هندو ڪتري قوم سان ملي ٿو. حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه الرّحمت جن ٺٽي ۾ سفر سان ويل هئا جن سان گڏ هي خاندان به هالن ۾ آيو. مرحوم جو ڏاڏو صاحب ۽ والد صاحب پڻ هالا شهر جا قاضي ٿي رهيا.

پاڻ شاعر هوندي بہ هڪ مصنف جي حيثيت رکي ٿو جو سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن.

## ڪلام

ڏکن مون کي وڏو ماري سکن کي دل سنياري ٿي،

اِڦري در در ديواني ٿي وتي هر هر ڪندي زاري.
ڪري فرياد رات و ڏينهن اکين مان نير هاري ٿي،

مکي منهن کي متي هر دم وسائي سر متي واري.
ڪٽي غم ۾ نماڻا نيڻ نت واٽون نهاري ٿي،

وطن کان هاڻ وڇڙيس آئون جداٽيس جانب کان پڻ.
وري ملنداسين ڪيئن موٽي اها ڳڻتي بہ ڳاري ٿي،

چڏيو سين هاڻ اميري کي قبولي سين فقيري اڄ،
عجائب رنگ هي دنيا ڏکوين کي ڏيکاري ٿي.



(۱۸۸۱ع- ۱۹۳۸ع)

# خانبهادر حاجي امام بخش خان ”صابر“

حاجي امام بخش خان جتوئي ۲۵- جولائي ۱۸۸۱ع ۾ تولّد ٿيو. سندس پيءُ نالو شاهنواز خان جتوئي هو پاڻ ڳوٺ نوان جتوئي تعلقہ مورو ضلع نوشهرو فيروز جو رهندڙ هو. مرحوم درويش صفت انسان ۽ بااخلاق هو. ۱۲ سال ايم- ايل- سي بمبئي. هڪ سال لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ ۽ ۴ سال اسڪول بورڊ جو چيرمئن ٿي رهيو ۽ ڪيترو وقت آنرري مئجسٽريٽ بہ ٿي رهيو. پنهنجي وقت ۾

درد رکندڙ چڱو شاعر ۽ فقير هو. سندس تخلّص "صابر" هو. پاڻ ۷ نومبر ۱۹۳۸ع ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام

منهنجو يار مون سان وفادار آهي، سدائين غمن ۾ سو غمخوار آهي.
خزاني جو پرور پچائي درئون در، صبح شام هر گهر سخادار آهي.
ڏسي ڪيئن برايون ڪري پيو پلايون، ميٺي ڪل مدايون عطادار آهي.
سڏي ڏي سوالي ڇڏي ڪونہ خالي، ڪري مال مالي دنيادار آهي.
خطا پوش خالق آهي ڪل جو مالڪ، ذرو ناهي ڪو شڪ بقادار آهي.

نہ ڪر خوف، "صابر"، سندو روز محشر،
تنهنجو دوست دلبر شفادار آهي.



(۱۸۸۴ع- ۱۹۳۸ع)

# پير ميان احمد علي صديقي قريشي

پير ميان احمدعلي عرف ميان غلام رسول ولد پير ميان غلام نبي عرف ميان پنيلڌو صديقي قريشي ۲۷- مارچ ۱۸۸۴ع تي تولد ٿيو ۽ ۲۹- ڊسمبر ۱۹۳۸ع ۾ انتقال ڪيائين. مرحوم سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربي ۾ چڱي واقفيت رکندڙ هو ۽ پاڻ نهايت بلند اخلاق ۽ مدبر شخصيت جو مالڪ ۽ سٺو شاعر هو. سندس وصيت موجب سندس جسد خاڪي ڪربلا معليٰ (عراق) پهچائي دفن ڪئي ويئي. سندس ڪلام گهٽي قدر موجود آهي ۽ ڪجھ گم ٿي ويو آهي.

# ڪلام

ڪا گهڙي مون وٽ گذار، چنڊ وڃڻ جون يار وايون،

دم بدم دل جان ۾ پرنيم آهي تنهنجي پچار.
اصل ڪان آهيان اوهان جي هٿي نہ لڏيون منهنجي سار،
هيئن نہ گهرجن هي جدايون.

جي اچين هر وقت مون وٽ تولا آهي انتظار،
ساعت توري ناسري جي بيقراري بار بار.
ٿيون بچايو بره باهيون،

جي سٽي تون حال منهنجو توسان ڪريان آشڪار،
ٻجھ اندر جون ڳالهيون هنئڙي ۾ آهن لک هزار.
سي نہ مون توکي سٽايون،

جن جي من اندر ۾ سي مڙيئي انتظار.
ان سان گڏ "احمد علي" آدر سندءِ اميدوار،
آءٌ تولا اکڙيون اجايون.



(۱۸۹۴ع_ ۱۹۳۹ع)

# فقير هدايت علي ”نجفي“

فقير هدايت علي ولد ميان تراب علي فقي تونيو، ٢٩_ جولائي ۱۸۹۴ع ۾ ڄائو. سندس تخلص پهرين نجفي بعد ۾ تارڪ ٿيو. ڳوٺ لعلورانک ضلع لاڙڪاڻو هئس پاڻ هڪ فقير منش انسان، درويش صورت ۽ مجرد پنهنجي وقت جو بهترين شاعر، نثرنويس، وڏو مصنف ۽ نهايت چڱو مترجم ۽ سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ پشتو جو ماهر هو. انهن سيني زبانن ۾ طبع آزمائي ڪيائين.



(١٨٦٥ع- ١٩٣٩ع)

# ٻُڍل فقير

ٻڍل فقير ولد عبدالواسع شڪارپور ضلع ۾ سلطان ڪوٽ اسٽيشن کان ڇهه ڪلوميٽر تہ پلي جي نزديڪ ١٨٦٥ع ۾ تولد ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي مستانہ لوڪ هو، سندس ديوانپڻ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ماٺهو سندس والد کي چوندا هئا تہ سڪي پني ڄائو پر نہ جي برابر. ماڻهو کيس ڏانوڻ فقير (ڪاہڙو) چوندا هئا. فقير سائين جو مذهب ظاهري اسلام ۽ طريقو قادري هو.

پر سندس دل جو اظهار هن شعر مان ٿئي ٿو:

عشق وارن جا پنڌ پراوان، اوري دين ايمان،
نامئن سُني نا مئن شيعا، نا مئن مسلمان،
عشق اسان دا ڪعبہ قبلہ، عشق دا عالي مقام.

فقير صاحب جي شادي ٢٦- ٢٧ سالن جي عمر ۾ سندس مرشد جي حڪم تي ٿي، جنهن مان ڪيس ٽي پٽ ۽ ٻہ نياڻيون پيدا ٿيون. سندس انتقال ٢٧- شعبان ١٣٥٨هجري مطابق ١٢- آڪٽوبر ١٩٣٩ع تي ٿيو.

## ڪلام

خاڪي بدن پلمي يار آيا،
دل ڪا درسن مئن ديدار پايا.

تنهنجي سڪ ۾ يا سدا تي هيءَ سڪي،
پروانا پر ڏي رويون روز لڪي.
من ڪي محب اچن ويني واٽ پڇي،
تنهنجي ملڻ ڪاڻ مان اداسي آهيان.

ٻيل چوي يار سگهو مل سائين،
راتيان ڏينهان منهنجيون اکڙيون.
هي جي ڪرتي آه در تيڏانهن دانهن،
تنهنجي درد فراق دونهان ٽي دکايان.

رازو نياز ص-٥٣



(۱۸۹۱ع- ۱۹۴۰ع)

# ميرزا نادر بيگ ”نادر“

ميرزا نادر بيگ ولد شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ سال ۱۸۹۱ع ۾ تولد ٿيو. سال ۱۹۱۲ع ۾ بار ائٽ لا ڪيائين. ڪجھ وقت لاڙڪاڻي ۾ بئريسٽري ڪرڻ بعد ٻن ٽن هنڌن تي ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ ٿي رهيو. پوءِ اها نوڪري ڇڏي ڪراچي ۾ رهائش اختيار ڪيائين ۽ اتي ئي بئرسيٽري ڪرڻ لڳو، جيڪا وفات تائين جاري رکيائين. پاڻ ”ٿياسافيڪل سوسائٽي“ جو ميمبر هو. ڊرائنگ،

نقاشي، ميوزڪ، اُڪَرَ سان گڏ واڍڪو ڪم ۽ راڳ چڱو ڄاڻندو هو. سنڌي شاعري کان سواءِ انگريزي ۾ بہ شعر چيا اٿس. پاڻ شاعريءَ ۾ غزل، نظم، ڪافي، قطعہ، سوز، سلام، مرثيہ، نوحا وغيره جهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. سندس ڪافي ڪتاب ڇپيل آهن ۽ ٻيا ڪيترا اڻ ڇپيل موجود آهن. سنڌالاجي طرفان سندس هڪ ڪتاب "نادر بيگ جا افسانا" ڇپجي رهيو آهي. پاڻ ٣- مارچ ١٩٤٠ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

ڏيکار شڪل پنهنجي منهن تي نقاب ڪهڙو،
اڄ وصل ۾ هي دلبر آهي حجاب ڪهڙو.

قاصد هٿان وٺي خط پرزا ڪري اُڏايئين،
ظالم مڪو هي موڻي خط جو جواب ڪهڙو.

مون پي ڳڻي ڇڏايا سڀ داغ دل جا ساري،
چيائون تہ تو ۾ مون ۾ آهي حساب ڪهڙو.

حسن ازل کان تنهنجي آهن هزار گهائل،
خورشيد آهي ڪهڙو ۽ ماهتاب ڪهڙو.

انگور جي پنن سان 'نادر' جو لاش ڍڪجو،
ميخوار جي جنازي تي ڪيمخاب ڪهڙو.



(١٨٥٦ع- ١٩٤٠ع)

# حاجي ميان علي محمّد قادري

حاجي علي محمَد "قادري" ولد ميان بهاءُ الدين، سجّاده نشين درگاهہ قادريہ لاڙڪاڻو سنڌ جي ولادت ١٨٥٦ع ۾ ٿي. سندس والد ان درگاهہ جو سجّاده نشين هو. سندس پيري مريديءَ جو سلسلو اڃا بہ هلندڙ آهي. مرحوم قادري سنڌي، فارسي ۽ اردو ۾ چڱي دسترس رکندو هو. وقت جي پختہ شاعرن ۾ سندس مقام مٿاهون هئو. پاڻ سنڌ جي مشهور شاعر ميان غلام محمَد "گدا" جو شاگرد هو.

سندس ڪلام پڪو پختو ۽ وڻندڙ آهي. بزم شعراءِ لاڙڪاڻو سندس محنت جو نتيجو آهي. مرحوم علي محمد قادري اوصاف فقيرانہ سان سينگاريل هئو. سندس انتقال ١٠ نومبر ١٩٤٠ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

ڇا عجب دنيا جو اڄ ڪلھ ڪارخانو ٿي ويو،
چشم بينالا ۽ عبرت جو زمانو ٿي ويو.

جنهن گلستان ۾ هو گل جو، بلبلن جو ڇهچٽو،
هاءِ زاغن جو انهيءَ ۾ آشيانو ٿي ويو.

طالب دنيا جي لئہ فردوس آهي هي جهان،
اصل معنيٰ واسطي ڄڻ قيدخانو ٿي ويو.

جنت الفردوس جي خواهش نہ آهي "قادري"،
ڪوي جانان ۾ سندم اڄ آستانو ٿي ويو.



(١٨٤٦ع- ١٩٤٠ع)

# سيّد رکيل شاه "رکيل"

سيّد رکيل شاه "رکيل" ڳوٺ فتح پور، علاقو گنداواه رياست قلات (بلوچستان) ۾ ١٥- مارچ ١٨٤٦ع تي ڄائو. سندس حسب نسب جو سلسلو حضرت امام حسين عليہ السلام سان ملي ٿو. آباءُ اجداد کان وٺي صوفين جي سرتاج حضرت شاه عنايت الله شاه "شهيد" جهوڪ واري جا مريد آهن. ننڍي هوندي کان ئي فقيرن ۽ درويشن جو صحبتي هو، آخرڪار پاڻ بہ وڃي فقيري جي

درجي تي رسيو. سندس وفات ١٥ مئي ١٩٤٠ع ۾ پنهنجي ڳوٺ فتح پور (گنداواهه) رياست قلات بلوچستان ۾ ٿي.

## ڪلام

آهونين صنم تيڏي ڏورئون ڏنگن، هر بار زخم سيني وچ سَوَ تير لنگهن.
انهين درد ميڏي دي، دوا ڪون ڪري. ڳجها مرض تڳا هڏ ماهه ڳري،
مٺين دلدار ويڪان دل داصغف ٿري، ايوين ڪيوين ڪران جڏهن آپ منگن.
ڏاڙا مارگنيون دل ڪون زوري ليئي. سو فرياد ڪران ميڏي جان چٽي،
ڪونشان مينڪون دم دم يار جتي، زلفن قيد ڪيتا ورهين نال ونگن.

"رڪيل" راز ماهي دي ڪل ڪون لهي،
اڪبر حج هويا جٿان يار رهي.
اوڪا بره دا جوئي سوئي سهي،
اوهي حال حيات لاهوت لنگهن.



(١٨٧٦ع- ١٩٤١ع)

# محمد فقير ڪٽياڻ عرف فقير صاحب

محمّد خان ولد حيدر خان ڪٽياڻ عرف محمّد فقير ڪٽياڻ جي ولادت ١٨٧٦ع ۾ ٿي. پاڻ ڳوٺ سليمان خان ڪٽياڻ تعلق هالا جو باشندو هو. ڪٽياڻ افغانستان کان سنڌ ۾ آيا. ٽالپورن ڪين فوج ۾ ڪنيو. سنڌن بهادري ۽ ڪاميابي تي ڪين جاگيرون ٻه مليون. ١٩١٤ع ۾ جرمن واري لڙائي ۾ انگريزن ڪي جيڪا مدد پير پاڳاره ڏني ۽ هڪ دستو ماڻهن جو ڀرتي ۾ ڏنو. اهو دستو محمّد خان

جي سرڪردگي هيٺ ويو ۽ ڪامياب واپس وريو محمّد خان ڪجھ وقت خانگي نوڪري بہ ڪيئي. پر نيٺ دنيا کي ترڪ ڪري فقير بنجي ويو. فقير صاحب فقيري ۾ جيڪو رنگ ڍنگ اختيار ڪيو اُن جو مجدد پاڻ ئي هو. نچندي، ڳائيندي وڄائيندي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ توحيد جي موج مچائي ڇڏيائين. فقير صاحب شاعري ۾ بہ هڪ نئين طرز اختيار ڪئي نہ اڳ هئي نہ پوءِ ئي آهي. فقير صاحب سنڌي، سرائڪي، اردو، هندي، فارسي ۽ عربي ۾ ڇڱو ماهر هو. سخي قبول محمّد سندس ڪلام ٻڌي پيشاني چمندو هوس. چوندو هو تہ "ان ڪوناري کي چمان ٿو جنهن مان هي سخن پڇي نڪتا آهن" فقير صاحب سدائين سر برهنہ رهيو. جيئن تصوير ۾ ظاهر آهي ۽ چوي ٿو:

عاشق اصل اويسي وحدت وصال ويسي،
مشهور ٿيو مهيسي "محمد" متي اگهاڙو.

مون (طالب المولي) کي قبلہ والد صاحب جن ان طرف دعوتن تي موڪليو هو جڏهن سليمان ڪنياڻ جي پرسان دعوت تي پهتس تہ فقير صاحب اچي ڪجھ وقت لاءِ پاڻ وٽ وٺي آيو هو. جڏهن فقيري اختيار ڪيائين تہ محمّد فقير ڪنياڻ مشهور ٿيو. ان ڪان پوءِ "فقير صاحب" ڪنهن جي بہ زبان مان نالو نڪرندو آهي تہ سمجهبو آهي تہ محمد فقير بابت ڳالھ ٿئي پئي. فقير باضمير باتوقير هو. ادب، شاعري، تهذيب، اخلاق ۽ تميز جو مالڪ پڻ، گفتگو رعبدار ۽ باوقار هوندي هيس. مرشدنا قبلہ والد صاحب جن مون کي بہ وٽس موڪليندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ "ماڻ ۾ وڃجو ۽ ماڻ ۾ موٽبو فقير صاحب سوال پڇي تہ جواب ڏبو" ۽ ائين ئي ڪبو هو. فقير صاحب جو انتقال ۴ - فيبروري ۱۹۴۱ع ۾ ٿيو.

# ڪلام

وڄ وڃڻ ڪي ويڙهه وحدت ۾ ورڻ وائي وار      وڪ وڌائي ويهه ۾ وڃ تي ورق ويسر جا وسار
وڃ وطن تي واڳ واري واٽ ويراڳي وٺي      وهت ويساهه ڪان سوا ۽ ي وهم جي آهي ونگار
وه وظيفا ورد داري وقت سڀ واجب وڃاءِ      وير وارث ويڇڙي ڪي وندر جي وٽي ۾ وهار
"ونحن" واري ويڙهه رهه جي وصل جو وڙي وٽاڻ      وحده واحد وجودي "وجه الاهي" تي ويچار

واءِ وصال تي وڪايو وير سوئي واهرو
ست "محمد" موج مهري وٽي ۾ ويچو وار وار



(١٨٨٠ع- ١٩٤٢ع)

# استاد سينڌو خان ”صيد“

استاد سنيڌو خان ولد هندوخان اصل امرتسر جو رهاڪو هو. سندس ولادت اندازاً ١٨٨٠ع ٽي. ننڍي هوندي پنهنجي والد سميت سنڌ ۾ آيو ۽ ڳوٺ مانجهوءَ ۾ سيٺ وشنداس وٽ اچي رهيو، جيئن ٻيا ڳائڻا ۽ ڪيترائي سيٺ صاحب وٽ رهندا هئا، جيڪو وڏو فياض پڻ هو ۽ پاڻ ۾ نه رڳو راڳ سجهندو هو مگر ڳائيندو به هو. ١٩٤٧ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ هندن جي لڏي هندوستان وڃڻ

بعد مانجهو تباهه ۽ برباد ٿيل آهي. استاد سينڌو خان، سيٺ وشنداس جي گذرڻ بعد وڃي شڪارپور ۾ رهيو جو اتان جا هندو به راڳ شناس هئا. اتان به هندن جي لڏي وڃڻ کان پوءِ به اتي ئي رهيو. استاد جي گهر ڀرسان هڪ مسجد شريف هئي، اتان سخت بي سُرو ملو بانگ ڏيندو هو، ان ڪري پاڻ لڏي وڃي ٻئي پاڙي ۾ سڪونت پذير ٿيو. منهنجي (طالب المولىٰ) پهرين شادي ٢٢- جون ١٩٣٧ع ۾ ٿي. استاد کي فقير صاحب (محمّد فقير کيٽاڻ) جي مشوري سان سڏيو ويو. مرشدنا قبله والد صاحب جن وٽ پهرين محفل ۾ خير محمّد فقير جي هيءَ ڪافي ڳائين:

"عشق مون سان جيڪي ڪيون ڳالهيون ڪرڻ نه جهڙيون"

جوڳ ۾ وڻ وڄائي جهومائي ڇڏيائين، ان بعد هميشه لاءِ هالن ۾ ئي رهي پيو. آئون جڏهن به فقير صاحب وٽ ويندو هوس ته استاد سينڌو خان به اچي وهندو هو. هڪ ڀيرو ويس ته فقير صاحب، امام علي فقير کي حڪم ڏنو ته ڪلام ڳائي. امام علي فقير هارمونيم کڻي آيو ۽ ٻي ڪاري تي "آ" ڪري ڪلام ڳائي پورو ڪيو ته استاد کي فقير صاحب چيو ته ستار وڄائجي. استادَ ستار جي "آ" واري سر تي آڱر هنئي ته آواز ٿيو. امام علي فقير کان استاد پڇيو ته هي ڪهڙو سر آهي امام علي فقير ته جواب ڪونه ڏنو ۽ مون گهڙي ڪن بعد چيو ته گنڌار آهي. ته استادَ مون کي کڻي ڀاڪر پاتو. ان ڏينهن کان وٺي ستار سيکاريندو هو. ڪافي سکيس، ستار ننڍڙي جنهن کي سنڌري چوندا هئا (جيڪا هن وقت ادا اعجاز حسين جي وڏي فرزند احمد علي وٽ آهي) ان تي سکيس.

استاد سينڌو خان، صاحب اخلاق، صاحبِ تهذيب، صاحبِ تميز ۽ سنجيدگيءَ جو مالڪ هو. ڪل يوڳ به ڪندو هو مگر دائري اندر. پاڻ فارسي، اردو ۽ سنڌي جو بهترين شاعر به هئو. خوش خطي به لاجواب هيس سندس خوشي خطيءَ جا نمونا پيش ڪجن ٿا. استاد سينڌي خان جو انتقال ٨- فيبروري ١٩٤٢ع ۾ ٿيو.

هوالله

کیا عشق سُنھڑے دا حال کھان۔
ھے بیشک بره بجمال کھان

واہ عشق عجب ھے قادردا ؛ سرتوڑ سے ڈھسرنا دردا۔
واجب ھے بره بھادردا ؛ کجھ دال اتے رے دال کھان

=

ہر طالب جائے کنز ایھا ؛ نہین ڈودھے دلوچ رمز ایھا
ہئے عامی سمجھن طنز ایھا ؛ نہین تاب اگر خط خال کھان

جتھ بره سگورا وسدا ھے ؛ اُتھ غیر خدا سبھ نسدا ھے
نا یار بنان کجھ بجدا ھے ؛ کر باور لکھ مثال کھان

=

جتھ باه بره دي بلدي ھے ؛ اُتھ فرصت ناھک پلدي ھے
ھردم وچ تانگھ نبھل دي ھے ؛ ایھ رشتہ سخت محال کھان

ایھ کھیڈ بنی سبھ خاکی ھے ؛ ناشیشہ دتے ناساقی ھے۔
باقي دي جو کجھ باقي ھے ؛ اوه جلوه حسن جمال کھان

=

واه رمز حقیقی سُنھڑي ھے ؛ ھر گھات عجب دل موھڑي ھے
پر ھیسد نھین گل کھڑي ھے ؛ عبرت بیرنگ خیال کھان



(۱۸۸۰ع- ۱۹۴۲ع)

# سيّد فتح الدين شاه "مسڪين"

مرحوم سيّد فتح الدين شاه عرف هادي بخش شاه ولد روشن علي شاه ڳوٺ ٽنڊو جهانيان حيدرآباد سنڌ ۾ ۱۸۸۰ع ۾ ڄائو. سندس والد سيد روشن علي شاه درويش صفت هو. مرحوم فتح الدين شاه نهايت سهڻي صورت جو صاحب ۽ صبر و تحمل وارو مرد مولا جو هو. پاڻ شاعر ابن شاعر هو. سندس تخلص "مسڪين" هو. سنڌي، اردو ۽ فارسي جي چڱي ڄاڻ هيس. سندس وفات

۱۸ـ فبروري ۱۹۴۲ع ۾ ٽنڊي جهانيان حيدرآباد ۾ ٿي ۽ ڪيس اتي ئي دفنايو ويو.

## ڪلام

چڙهيا نيڻ ناگا نظاري نظرني،
وڃن واس وحدت سنان جي سفر تي.
اکن جي اشاري وڌا مير ماري،
مٺا دم جياري حلا جي هنر تي.
ديدن جون دوناليون جهلي جوش واريون،
پرين پاڻ پاليون اڙڻ جي اتر تي.
ديدان جي ته دم دم ڪرن خان خادم،
رهين ياد هر دم فنا جي فڪر تي.
”مسڪين“ موج مستي هٽي هام هستي،
بنائي تي بستي بقا جي بندر تي.



(١٨٨٧ع- ١٩٤٢ع)

# ڀڳت ٽيئون رام

ڀڳت ٽيئون رام ولد ڀڳت چيلارام ٦- جولاءِ ١٨٨٧ع بروز ڇنڇر هالا تعلقي جي ڳوٺ ڪنڊو ۾ تولد ٿيو. ننڍپڻ ڪان صوفين، سنتن ۽ سادن سان گڏ گذاريائين ۽ سڄي سنڌ جو سير ڪيائين. بعد ۾ ڪنڊو ڪان لڏي ٽنڊي آدم جي ڏکڻ ۽ واريءَ جي ڍڳن تي اچي ويئو، اها جاءِ "امراپور استان" جي نالي سان مشهور ٿي. پاڻ سنڌي ۽ هندي ۾ بيت، ڪافيون، ڀڄن ۽ شلوڪ لکندو هو ۽

پنهنجي عقيدت مندن کي ڳائي ٻڌائيندو هو. پاڻ ٢٠- جون ١٩٤٢ع بروز ڇنڇر تي حيدرآباد ۾ سوامي ماڌوداس وٽ هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين. سندس سرير "امراپور استان" ۾ سندس قائم ڪيل "پريم پرڪاش منڊل" ۾ آڻي ساڙيو ويو. ۽ سندس رک تي سماڌي ٺاهي وئي. ورهاڱي کان پوءِ سندس رک سماڌي مان ڪڍي هندستان کڻي ويا، جتي جيپور ۾ سماڌي ٺاهي اُن ۾ رکيائون ٽنڊي آدم ۾ ٽيندڙ "ڀڳت ٽيئون رام" جو ميلو هاڻي جيپور ۾ لڳندو آهي.

## ڪلام

ڀل تخت ملي بادشاهي مون،
يا در در ملي گدائي مون.

ڀل ملي نہ هڪڙي پائي مون،
تہ بہ ناءُ نہ تنهنجو وسري.

ڀل رهان کٽي مان جهنگلن ۾،
يا من موهيندڙ محلن ۾.
ڀل بند رهان جي جيلن ۾،
تہ بہ ناءُ نہ تنهنجو وسري.

کهي 'ٽيئون' سڻ سائين،
هي منهنجو عرض اگهائين.
مون کان انت سمي تائين،
شل ناءُ نہ تنهنجو وسري.



(۱۸۸۴ع- ۱۹۴۲ع)

# لعل چند ”مجروح“

لعل چند مجروح ۱۸۸۴ع ڌاري ڳوٺ قمبر ضلع لاڙڪاڻي ۾ تولد ٿيو. پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ بعد شهداد ڪوٽ لڳ ڪارڙن جي ڳوٺ ۾ ماستر ٿي رهيو. اُتي قاضي حڪيم خدابخش وٽ عربي، فارسي، ۽ اردو پڙهيو ۽ حڪمت ۾ چڱو ماهر ٿيو پوءِ نوڪري ترڪ ڪري ڳوٺ اچي دواخانو ڪولي حڪمت شروع ڪيائين. مجروح صاحب صاف دل، عاشق مزاج ۽ نيڪ خيال

شاعر هو. هميشه سادگي سان زندگي بسر ڪيائين ۽ دل ۾ مسلماني جذبات به جاءِ گزين هيس. آخر تائين مجروح صاحب "با مسلمان الله الله با برهمن رام رام" رهيو. مجروح صاحب سخي قبول محمد درازي جو طالب هو. پاڻ ۱۹۴۲ع ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلام

نه مون روزا رکيا آهن نڪي مون ڪؤن نمازون ٿيون،
نڪائي حڪم تنهنجي جي ادائي يارسول الله ﷺ.
اچي مجروح کي دلبر هٿئون پنهنجي سخي سرور ﷺ،
شرابِ عشق جي پياريو سوائي يارسول الله ﷺ.

※

وقتِ قتل آ جوهر شمشير ۾ قاتل جو رخ،
چشمِ قاتل ۾ رهي ٿو خنده گهائل جو رخ.

※

هونءَ آهي دور هڪدم جاڻ ٿو
دمبدم آهي هميشه روبرو



(۱۸۸۲ع- ۱۹۴۲ع)

# حڪيم فتح محمّد سيوهاڻي

سندس ولادت ۱۸۸۲ع ۾ سيوهڻ ضلع دادو ۾ ٿي. پاڻ خليفي غلام محي الدين جو فرزند هو. سندس سلسلہ نسب عباسي آهي. حڪيم فتح محمد صاحب، نهايت ڪامياب حڪيم، جامع العلوم، عالم، مخلص، قومي ڪارڪن، جميعت العلماءِ جو پختہ گو شاعر، بلندپائي جو اديب، باتهذيب ۽ بااخلاق هو. مختلف موضوعن تي ڪيئن ڪتاب لکيا اٿس. حڪيم صاحب

نہ رڳو سنڌي ۾ شعر چوندو هو بلڪ فارسي ۽ اردو ۾ بہ گھڻو ئي ڪلام اٿس. شاعريءَ ۾ پهرين "صغير" پوءِ "حڪيم" تخلّص اختيار ڪيائين. ١٣- ڊسمبر ١٩٤٢ع تي ڪراچيءَ ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام

محبوب منهنجي دل جو حقيقي ڪتاب آهي
جو بي نظير حسن ۾ ۽ لاجواب آهي
هر صفحہ جنهن جو روشن هڪ آفتاب آهي
چوڏهين جي چنڊ جهڙو پڻ منهن تي تاب آهي
محبوب جي اکين ۾ اکيون جڏهن اڙايم
سمجهيم هي عشق منهنجو بيشڪ ثواب آهي
جن جن بہ بدنصيبن، منهن موڙيو انهي کان
تن جو ٿيو جهان ۾ خانو خراب آهي
هرگز "حڪيم" جي هي ٿيندو نہ ڌار دل مان
دل جي چمن جو گويا ٽڙيل گلاب آهي.



(١٨٧١ع- ١٩٤٣ع)

# نواب حاجي غلام حيدر خان لغاري

نواب غلام حيدرخان ولد نواب ولي محمد فقير ذات لغاري ڳوٺ ٽنڊو تاجپور تعلقه هالا نوان ضلع حيدرآباد سنڌ ١٧- جولائي ١٨٧١ع ۾ ڄائو.

سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ فارسي جو چڱو ماهر، فقير صورت، باتهذيب ۽ بااخلاق مرد ۽ نهايت سنجيده مزاج. شاعري جي فن ۾ به چڱيرو درجو رکندڙ هو ٢٤- فيبروري ١٩٤٣ع ۾ وصال ٿيس.

## ڪلام
## (مخدوم امين محمد صاحب جي تتبع تي)

اسان ذات کي سڃاڻي صورت سان پيچ پايو،
ڏسي راز مخفي حق جو مچ عشق جو مچايو.
ناسوت کان لنگهي وڃي ملڪوت کي رسياسون،
گهڙي بحر جي بي انت ۾ لنگڙي بيوت لايو.
لاهي ميارون لوڪ جون پورب جا پنڌ پڇياسون،
هو هو جي هل دماغ ۾ باجو بگل بجايو.
نابود واري نجهري آرام ويهي ڪياسون،
تيو عشق امام اسان جو جنهن حسن سان ملايو.
ڪعبو قلب صحيح ڪري طواف تنهن کي ڪياسون،
ٻانهون ٻڌي ادب سان سجدي ۾ سر نمايو.
حب الوطن جي آڻي جبروت حد ڏيکاري،
حامي "غلام حيدر" تي سانگ ڪيو سجايو.



(١٩٠٩ع- ١٩٤٣ع)

# پير سيد صبغت الله شاه ثاني

سيد صبغت الله شاه ثاني ١٣- صفر ١٣٢٧هه، بمطابق ٦- مارچ ١٩٠٩ع تي تولد ٿيو. پاڻ پنهنجي والد سيد شاه مردان شاه جي وفات (١٣٣٩هه/ ١٩٢٠ع) بعد گادي نشين ٿيو سندس ڪلام گهڻو دستياب نہ ٿي سگهيو آهي.[١]

انگريزن پير صاحب تي غداري جو الزام هڻي ڪيس ٢٠- مارچ ١٩٤٣ع تي ڦاسي ڏني چڙهي. انوقت منهنجي (مخدوم طالب المولى) عمر ٢٤ سال ۽ ست مهينہ ڪن هئي.[٢]

# ڪلام

مون کي هٿي ڪو جادو، سهڻا يار دل لٽي وئين.
ڪري چشمن سندو ڪا چالو، سر ساه هئي سٽي وئين.

ڪري پهريئون مٺيون تو ڳالهيون، وڌئي يار دل کي دواليون.
هٿي نيڻن سنديون دوناليون، منهنجا دوست دل ڦٽي وئين.

عشق تنهنجو آه قهري، مثل ير! باز بحري.
وٺي بلبل جيئن تو سحري، تيئن جهٽ منجهه دل جهٽي وئين.

'صبغت الله" جي سڻ تون زاري، ڪرڪا سڄڻ ستاري.
هيڪر ڏيئي ڏيکاري، منهن پوءِ چو مٽي وئين.

---

۱- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مهراڻ سوانح نمبر
۲- مخدوم طالب المولىٰ



(١٨٧٠ع- ١٩٤٣ع)

# پير سيّد صالح شاهہ جيلاني ”صالح“

سيّد صالح شاهہ جيلاني آفندي، صالح ڳوٺ راڻيپور ضلع خيرپور ميرس ۾ سال ١٨٧٠ع ۾ ڄائو. پاڻ سندس والد صاحب جي وفات بعد درگاهہ راڻيپور شريف جو گادي نشين ٿيو. سندس پيري مريدي جو سلسلو اڄ تائين جاري آهي. مرحوم صالح شاهہ نهايت اعليٰ دماغ، عالي همت، باتهذيب ۽ بااخلاق بزرگ ۽ وقت جو نهايت سنو باعلم شاعر بہ هو. سندس تخلص ”صالح“ هو ۽ ڪلام ۾ حقيقت سمايل اٿس. ١٩٤٣ع ۾ وصال ڪيائين.

## ڪلام

جنهن کي حملي حسن حيران ڪيو، تنهن دين ڪفر يڪسان ڏنو،
ڪري ترڪ زهد صنعان سپبو. ڇڏي تسبيح اهل زنار ٿيو.

وه خبر "يحب الجمال" عجب، وه حسن پر تي حال عجب،
آهي قالو بليٰ جي چال عجب. پوءِ عروج نزول تڪرار ٿيو.

آهيون شاغل ڪثرت عيش ڪڏهن، دلريش گدا درويش ڪڏهن،
ڪٿ پير عقيدت ڪيش ڪڏهن. انهيءَ سير ۾ دل سرشار ٿي.

آهيون رند قلندر مست ڪٿي، ٿيون نيست منجهان تا هست ڪٿي،
آهي شاهي بندوبست ڪٿي. ڪٿ ڪرڻ گدائي ڪار ٿيو.

"من عرف" وارو مفهوم لهي،
ڪيو "صالح" سر معلوم سهي.
وحدت ۾ ڪا المعدوم رهي،
لاتدرڪ الابصار ٿيو.



(۱۸۸٦ع- ۱۹۴۴ع)

# مرشدنا قبله مخدوم غلام محمد "مغموم" صديقي قريشي

فيض مآب فقير پير طريقت، صاحبِ معرفت حضرت مرحوم مخدوم غلام محمد "مغموم" ١٦- سجاده نشين حضرت صاحب الفيض والفتوح غوث الحق مخدوم نوح عليه رحمه، هالا شريف ۾ ۱۴ فبروري ۱۸۸٦ع تي تولّد ٿيا.
مرشدنا قبله غلام محمّد سائين جن کي سندن والد صاحب پهرين پيار مان

”گل“ چيو ۽ پوءِ سڀئي ”گل سائين“ چوندا اچن. پاڻ عُمر جو ڪافي ڪان زياده حصو سيرو سياحت ۽ فقيري رنگ ۾ بسر ڪيائون، پڇاڙيءَ جا ١٥ سال ڪن هالا ۾ اچي ويهي رهيا ۽ منهنجي تربيت ڪيائون. هڪ ڀيري جلال وچان پڇيائون ته ”ڪنهن جو مريد آهين“ ۽ مون جواب ۾ چيو ته ”سائين جن جو يعني اوهان جو“، پاڻ فرمايائون ته پوءِ بعيت ڪئي اٿو يا نه ”مون جواب ۾ چيو ته ياد نه آهي.“ پاڻ فرمايائون ته خليفو وٺي اچو. دير ٿي ته سڏي پڇيئون ته خليفو ڪٿي آهي؟ عرض ڪيم ته جڙيل شاه اجناڻيءَ ڏي ماٺهو موڪليو اٿم. پاڻ فرمايائون ته وقت هي آهي چاچهين ڪي وٺي آءُ. آئون چاچا غلام حيدر جن ڪي وٺي آيس اهي خليفه ٿيا ۽ سروري دستور موجب پنهنجي هٿن ۾ منهنجا هٿ وٺي ٽي ڀيرا لاالله الاالله زوردار آواز ۾ پڙهايائون. مرشدنا قبله والد صاحب جن روزانو منجهند جو ٻي بجي کان ٽيئين بجي تائين مون ڪي تربيت ڏيندا هئا. هڪ ڀيري فرمايائون ته اسان جو مذهب حنفي آهي. محمّد فقير ڪٽياڻ ۽ مهدي سائين سمجهن ٿا ته اسين مرشد پيا ڳوليون، تنهن ڪري ٻئي نوان رنگ ڍنگ مرشد ٽيڻ لاءِ ڪن پيا ۽ پاڻ ڏي اشارو ڪري چيائون ته ”اهي ته هن فقير جي آڏو نچن پيا“. مرشدنا قبله والد صاحب جن صاحبِ اخلاق، صاحب تهذيب، صاحب تميز، صاحبِ خردمندي، صاحبِ سنجيدگي ۽ صاحبِ خموشي وغيره ۽ ذڪر فڪر ڪندڙ هئا. هميشه ڪنڌ هيٺ ڪري وهندا هئا. ڪتابن جو گهڻو مطالعو ڪندڙ هئا، تنهن ۾ به ”ديوانِ حافظ“ جو زياده مطالعو ڪندا هئا. مون ڪي به هدايت ڪندا هئا ته ديوانِ حافظ جو مطالعو ڪندو رهان، اڄ تائين ان تي عمل آهي. هميشه خاڪي لباس ۾ ملبوس هوندا هئا.

هڪ ڀيري صبح جي حاضريءَ تي آيس ته هالا جو ديوان گهنشا مداس هيٺين ڪافي پيو پڙهي

”عشق الاهي رازنهين، اسان ڪون آکڻ آندا.“

پاڻ چوندا رهيا ته وري پڙهه، اهو پڙهائڻ جو سلسلو بند نه ٿي ٿيو ڇو ته غلط هو. اها ڪافي جان علي فقير جي هئي جنهن پوسٽ ڪارڊ تي لکي موڪلي هئي. ڪارڊ ديوان جي هٿ ۾ ئي هو، جنهن تان ڏسيو پئي پڙهيئين. نيٺ مون وچ ۾ عرض ڪيو ته منهنجو عرض ٻڌجي. پاڻ مون ڏي توجه فرمايائون. مون عرض ڪيو ته ديوان کي ڪلام پڙهڻ ڏاڻ ۽ نه ٿو اچي مگر آهي صحيح. پاڻ فرمايائون ته ٻڌاءِ. مون عرض ڪيو ته:

"عشق الاهي راز- نَهين اُسان ڪُون آکڻ آندا."

شاباس جو انعام مليو. هڪ پيري ڪچهريءَ ۾ پڪن ڏٺي (مخدوم امين محمّد ثالث سجاده نشين نمبر ١٣) جن جي هڪ موزون ڪافيءَ جي مقطع تي بحث هلي رهيو هو. اها مصرع هيءَ آهي:

آءٌ امين اسرار ڏس،
بازار ۾ بانگي جي رس.
هڪ پير پوئتي ڪيم ڪس،
هٽ جيت ۽ هٽ هار ٿئي.

هڪڙا چون ته هتِ جيت ۽ ٻيا چون ته هُتِ جيت. ڪلاڪ سوا بعد وچ ۾ ٻانهون ٻڌي عرض ڪيم ته، مون کي به ٻڌجي، مون ڏي توجه ٿيو، عرض ڪيم ته اهو آهي:

"هتِ جيت ۽ هتِ هار ٿئي"

جيئن پٽ ڏٺيءَ فرمايو آهي ته:

"ڪٿين جي هارائين ته هندَ تنهنجو هيءُ"

تحسين و آفرين جو صلو مليو.

مرشدنا قبله والد صاحب جن حقيقي معنيٰ ۾ دشمن نواز ۽ مخالف نواز هوندا هئا. جوش جلال ۾ ڪجهه چئي وٺندا هئا ته اڪثر ان طرح ٿي به پوندو

هو. مرشدنا قبلہ والد صاحب جن کجھ ورد ۽ وظائف بہ ڏسيا ۽ سمجھايا جن تي اڄ تائين عمل آهي پاڻ محبانِ اهلبيت مان هئا. هدايتن ۾ حافظ جو هي شعر بہ اڪثر وبيشتر ٻڌائيندا ۽ عمل ڪرڻ لاءِ چوندا هئا:

آسايشِ دوگيتي تغيير اين دو حرف ست
بادوستان مروت بادشمنان مدارا

ترجمو: يعني ٻنهي جهانن جو آرام هنن ٻن جملن ۾ آهي
دوستن سان مروت ۽ دشمنن سان درگذر ڪرڻ

انهين شعر تي سندن پورو پورو عمل هو.

مرشدنا قبلہ والد صاحب جن جوانيءَ ۾ ان وقت جي لباس پائڻ جا بہ شوقين هئا. پاڻ پير جهنڊي جي ڪوٽ تي مولانا عبيدالله سنڌي صاحب وٽ فارسي پڙهيا ۽ حيدرآباد ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائون. شاهہ جو هيٺ لکيل بيت لاڪن موافق اچي ٿو:

منهنجي مداين جي- ڪل پريان پيئي،
ڪڏهن ڪوسا نہ ٿيا- ڏوراپا ڏيئي،
ساڄن سيپيئي- ڏکيون ڏول ڏلايون.

پاڻ، پنهنجي والد بزرگوار جا سؤ پيسا فرمانبردار هئا. هميشہ پنهنجي ڀائرن ۽ برادر توڙي ٻين ماڻهن جي زيادتن ۽ بيجا حجتن کي بہ بيحد خوش اسلوبيءَ سان برداشت ڪيائون.

محمد فقير ڪٿياڻ ۽ مهدي سائين پنهنجي ٻالڪن تي نئون نالو رکندا هئا ۽ نالي جي پويان "عليءَ" جو لفظ ضرور هوندو هو. جيئن امام علي، بحرعلي، ۽ مظهر علي وغيره تيئن فقير صاحب مرشدنا والد صاحب جن کي بہ "سرور علي" نالو ڏنو. مگر پاڻ سندس ٻالڪا ڪونہ هُئا تاهم نالو پسند ڪيائون ۽ سجع لکي مهر ٺهرايئون. ان ڪان اڳ سندن ٻي مُهر هئي ٻنهي مهرن جون تصويرون پيش ڪجن ٿيون.

| مهر | مهر | مهر |
|---|---|---|

ياد رفتگان جي پهرئين ڇاپي ۾ مرشدنا قبله والد صاحب جن جي ڪافي جي جاءِ تي محمّد فقير ڪتياڻ جي ڪافي ڇپجي ويئي هئي، جيڪا هن ڇاپي ۾ سندن ئي ڪافي ڏجي ٿي.

## ڪلام

ڪاهي تون رس ڪمڪ تي هربار ياعلي،
پرتو اٿئي هي پاڙي پينار ياعلي.

اي انّما جا افسر خيرالبشر جا دلبر،
تنهنجو لقب ٿيو حيدر ڪرّار ياعلي.

اي هل عطا جا صاحب شاهہ رُسل صہ جا نائب،
طاعت ٿي تنهنجي واجب تقرار ياعلي.

---

(١) اڳ مُهر واري خط جي اهميت خاص هوندي هئي مگر هاڻي ڪارڊ ڪپي، جيڪي ڇپائي رکيا اٿم، ان ڪان سواءِ مهر به لهرائي اٿم

آقا هي وقت آهي رس تون مدد تي ڪاهي،
دشمن کي ڪريو ڊاهي مسمار ياعلي.

عاجز ابوجهه بيحد آهي غُلام محمدؐ،
ان کي عطاءِ احمد درڪار ياعلي.



(۱۸۸۵ع- ۱۹۴۷ع)

# ڪشنچند ”بيوس“

سنڌ جو مشهور عوامي شاعر ڪشنچند ”بيوس“ ۲۹- آگسٽ ۱۸۸۵ع تي ڄائو. ”’بيوس‘ پنهنجي سليس ۽ سلوڻي، عوامي ۽ فطرتي شاعريءَ جو مؤجد هو. اٿين چوڻ ۾ وڌاءُ ڪونہ آهي، تہ ’بيوس‘ پهريون شخص آهي، جنهن گل ۽ بلبل واري ايراني ۽ اردو رنگ کي ڇڏي، ليٺ سنڌي زبان ۾ طبع آزمائي ڪئي، ۽ قومي فطري خيال پيش ڪيا. سندس زندگي هڪ آدرشي استاد جي حيثيت سان

شروع ٿي ۽ هڪ باڪمل قومي ۽ عوامي شاعر ٿي، هن دنيا کي ڇڏيائين. زندگي بلڪل سادي گذاريندو هو، ۽ ڪوشش ڪري ولايتي چيزن کان پري رهندو هو، ۽ ديسي شيون واپرائيندو هو. حڪمت سندس ابائي پيشو هو، پينشن تي وڃڻ کان پوءِ ٻه حڪمت جو دڪان هلائيندو هو. مارچ ١٩٣٩ع ۾ ”سنڌي ساهتيه سميلن“ سندس صدارت ۾ سڏائي وئي، جنهن ۾ سنڌي زبان ۽ سنڌي تهذيب ۽سنڌ جي سليس شاعريءَ متعلق، پاڻ نهايت ڪارائتا خيال پيش ڪيائين، سندس ڪلام سنڌ جي اڪثر ادبي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندو رهيو. سندس ”شيرين شعر“ ۽ ”هئملٽ“ ڊرامو نصابي طور هاءِ اسڪولن ۾ منظور ٿيل ڪتاب هئا. سندس شاگرد ۽ صحبتن مان هوند راج ”دکايل“ ۽ پروفيسر رام پنجواڻي مشهور شاعر ۽ اديب آهن. ”بيوس“ ٢٣- سيپٽمبر ١٩٤٧ع تي لاڏاڻو ڪيو.

## ڪلام

آسماني آڇَ سان اڄ گُل ٽڙيا گلزار ۾، ٻُوند باراني وسي، پر مغز ٿئي هُبڪار ۾.
اڄ مڙي، بادل ڪڙڪي آيا، ٽڙي ٽانگر ٻه خوب، رعد رڙڪا، گوڙ گڙڪا خوب ڪڙڪا ٿو ڪري،
پڻ چڙي، ٽاري ٽڙي گهر ۾ گهڙي ٽڏڪار ۾. پڻ تنبُورا، ساز سُرندا، سارنگين جي تار ۾.
مينهن جي مانداڻ کان، سارا چمن چانداڻ ٿيا، ڦوهه ۾ گُل ڦُل ڦُٽي پيڙا ڪُلي هر تار ۾.
پي پپيهو خوبُ پاڻي، ڏوَ منجهان ڏاپيو گهمي، بُلبلون چيها، چتون آهن لڳا للڪار ۾.
روح کي راحت رسي، اڄ تازگي چوڏس ڏسي، هير دل کي هر گهڙيءَ خوش ٿي ڪري خنڪار ۾.
هيچ مان هارين جي دل ۾ آهه ”بيوس“ آسرو، هنج پري ٻيجن ٻجن جا، وڃا ٻنيءَ ۾ ٻار ۾.

١- گرامي، وياسي سي وينجهار
٢- ڪلياتِ بيوس



(۱۸۸۱ع- ۱۹۴۸ع)

# نواب جان محمّد لغاري ”جانعلي“

جان محمّد عرف جانعلي تخلص جانعلي ولد غلام الله لغاري ويٺل خانپور لڳ تاجپور تعلق هالا ضلع حيدرآباد ۱۸۸۱ع ۾ ڄائو. مرحوم کي فقيري خانداني ورثي ۾ ملي ۽ شاعري ٻه اهڙيءَ طرح ملي، سندس شاعري پراڻي طرز جي آهي. پاڻ نفيس مزاج ۽ خوش خلق هئو. اگرچ پنهنجو فوٽو ۽ ڪلام شايع ڪرڻ جي خلاف هو مگر اهڙي مرد کي ڪيئن رهائي ڇڏجي. مرحوم جي روح کان اجازت ورتي وڃي ٿي.

# ڪلام

ڏاڍو عشق سڄڻ تنهنجو آهي،

١- صورت تنهنجي سرس سوائي، سورج چنڊ جو چمڪو ڇاهي.

٢- حال اسان جو معلوم توکي، توبنا ٻيو ڪونہ آهي.

٣- راض رانجهن اڳي ڇو ٿي ڏيکارئي، هاڻي ڇڏيئي شايد الاهي.

٤- موڙيئي منهڙو مٺا ڇو مان ڪٺون، ڪا تہ اسان ڏانهن آهي.
"جانعلي" ڪي جي جيارا.
قربئون ڏسو اچي ڪاهي.



(١٨٨٦ع- ١٩٤٨ع)

# نواب خداداد خان ثاني

نواب خداداد خان لغاري ولد گل محمد خان لغاري ١٩- اپريل ١٨٨٦ع تي تولد ٿيو. پيءُ کي هي اڪيلو ئي پٽ هو. سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين، ان بعد ذاتي ذوق، تجربي ۽ تجسس سان پنهنجي معلومات کي وسيع ڪيائين. کيس سنڌي زبان، ادب ۽ تمدن سان محبت هئي. "بيان العارفين" کي سليس سنڌيءَ ۾ ڪري لکيائين ۽ وڏن جا ديوان پڻ نقل ڪرايائين. سنڌ جي

ماڻهن جي ذاتين ۽ ڳوٺن جا نالا پڻ مرتب ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين شعر و شاعري جو پڻ ڪافي ذوق هوس ۽ وقت بوقت غزل چيائين، جن کي "ديوان" جي سنّاءَ مسودي جي اصلاح ۽ نظرثاني جو ڪيس موقعو ڪونہ مليو.

## ڪلام

هيڻائي ۾ حال سانگيڙا آئون هڏ نہ وساريان.

من ۾ مارن کي آءٌ نت ساريان،
ڳوڙها ڳلن تان هردم هاريان،
دم دم جن جي مقال.

ملڻ مارن ري آهيان ماندي،
قيدن ۾ هت بيوس باندي،
سارينديءَ ٿيم سال.

'خداداد' سوالي سائل،
غم وهم ۾ دم دم مائل
روزئون روز زوال.

ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري صفحو ١۴٠.



(۱۸۸۹ع- ۱۹۴۹ع)

# حافظ عبدالله ”بسمل“

مرحوم حافظ عبدالله صاحب ڳوٺ ٽکڙ تعلقہ گوني ضلعي حيدرآباد جو وينل هو. سندس ولادت ۱۸۸۹ع ۾ ٿي. پاڻ بهترين شاعر، مسڪين طبيعت شخص، زماني جو ستايل صابر مرد، مائيٽو ۽ نماڻو انسان هو. مرحوم جي فرزند ۽ دوستن ڏانهن ڪيترا ماڻهو موڪليا ويا ۽ خط لکيا ويا تہ سندس سوانح، فوٽو ۽ ڪلام ڏين مگر صد افسوس جو ڪجھ بہ ڪونہ ٿيو. فوٽو سو هڪ دوست

ڪٿي ڏنو بهرحال ايترو ضرور آهي تہ مرحوم بسمل ڪي شعراءَ سنڌ بخوبي سڃاڻن. انهن ڪان هيءَ حقيقت ڳجهي ڪانهي تہ پاڻ ڪهڙي معيار جو شاعر هو. مرحوم ڪجھ وقت هالن ۾ طالب المولىٰ وٽ اچي رهيو هو. اُن وقت جيڪو ڪلام لکي ڇڏي ويو، اهو ئي ملاحظي لاءِ پيش ڪجي ٿو. سندس انتقال ٢٠- آڪٽوبر ١٩٤٩ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

پالوٹ ملڪ تي ٿي وئي فيض عام جي، ڏيکاري واٽ سڀ ڪي تو رب الانعام جي،
اي فيضياب توڪان ٿيا جن وانس سب. ڪولي دري تو ملڪ تي دراالسلام جي.
مرشد سچو اوهان جو هو سردار صہ دوجهان، ڪُنجڪ جهلي تو حضرت خيرالانام جي،
ڇا خاڪ تنهنجي در سندي ٿي ڪيميا اثر. زر تو بنائي طينت هرمستمام جي.

بسمل غريب تنهنجي پيو در تي ٿي گدا،
اوناءِ آه حضرت پنهنجي غلام جي.

*

بزم تنهنجي مان اُٿيو آواز سهڻو دين جو ملڪ ساري لاءِ اٿايو بار تو تلقين جو
توڪان پروانو مليو هر فرد کي تمڪين جو گمرهن کي تو وٺان وعدو مليو تسڪين جو

*

تنهنجي برڪت سان سيئي اصلي سعادت کي رسيا
هِنا جي موڙهل ملڪ ۾ سي سڀ هدايت کي رسيا



(١٨٩٥ع- ١٩٤٩ع)

# فقير الھ بخش ”بهشتي“

فقير الھ بخش بهشتي صوفي بن فقير برادي مرحوم وينل هالا نوان ضلع حيدرآباد ۾ ١٨٩٥ع ۾ ڄائو. پاڻ ننڍپڻ کان ئي فقيري ڏي مائل هئو. سندس شمار قبلہ والد صاحب جن جي خاص خدمتگارن ۾ ٿيندو هو. خانگاه ۽ حويلي جو پاڻي فقير صاحب پاڻ ڀريندو هو. جنهن ڪري کيس بهشتي سڏيندا هئا. شاعري ۾ بہ اهو تخلص طور ڪتب آندو اٿس. وٽس هميشہ راڳ جون محفلون ٿينديون

رهنديون هيون جتي راڳ جا شوقين ۽ راڳيندڙ ڪافي تعداد ۾ اچي شريڪ محفل ٿيندا هئا. قبلہ حضرت مخدوم غلام محمد سائين عرف گل سائين جن فقير صاحب جن کي جيڪو مڪان عنايت فرمايو هو. ان جي تعمير ۾ ڄام صاحب جو وڏو هٿ هو. فقير صاحب ان مڪان جي لکي دروازي تي پنهنجو شعر نسب ڪرايو هو جنهن مان اندازو ٿو ٿئي تہ اهو سندس آخري اشعار مان آهي. سندس تجهيز ۽ تڪفين حضرت مولوي مخدوم غلام حيدر صاحب جن جي هدايتن مطابق ٿي ۽ فقير صاحب کي انهيءَ ئي مڪان ۾ سپرد خاڪ ڪرايائون. ۽ آخري رسومات ٽائين موجود رهيا.

## ڪلام

اک اکن اندر اڙائي دلربا کي ڪو ڏسي،
پرت وارو پيچ پائي دلربا کي ڪو ڏسي.

واٽ وحدت جي وسيلي نينهن جي نازڪ نظر،
۽ قدم قربيون ڪڏائي دلربا کي ڪو ڏسي.

اي الله بخشا بهشتي ڄاڻو ٿي ڏسي ڄاڻ کي،
درد جا دونهڙا دکائي دلربا کي ڪو ڏسي.



(۱۹۱۱ع- ۱۹۴۹ع)

# پريل ”پينار“

پريل ولد چيڙ ذات ڀيل تخلص ”پينار“ اصل ڳوٺ سلاواھ پوءِ هميشہ لاءِ ٻيراٽي تعلقہ شهدادپور ضلع سانگهڙ. ۱۹۱۱ع ۾ ڄائو. پاڻ ٻہ درجا سنڌي پڙهيو ڪجهہ اردو بہ ايندي هيس. اوّل سياح ۽ پوءِ ۱۹۳۲ع کان فقيري اختيار ڪيائين؛ ۽ شاعريءَ جي دنيا ۾ داخل ٿيو. مرحوم منٺار فقير جي معرفت مرحوم مخدوم غلام محمّد صاحب ”مغموم“، سورهين سجّاده نشين درگاھ غوث الحق مخدوم

نوح هالان نوان جي صحبت ۾ شامل ٿيو. مرحوم پينار تي ان صحبت جو بيحد اثر پيو ۽ آخر وڃي مسلماني جي حد کي پهتو. ۱۹۳۹ع ۾ وصال ڪيائين.

## ڪلام

حسن جي بازار ۾ سودو صفا سر جو ڪجي،
ڪلهن تان ڪوري ڪپي ڪٽي دست دلبر جي ڏجي.
ناه ناٽي جي خوشامند هت رضا جي آهي راند،
ڪرڻ پي تو ائين ڪپي اڳلو جيئن روحڙو رجي.
محب جي مجلس هجي تنهن ۾ هجي وڃڻو ضرور،
تان سني سوغات سارو ساه نذرانو نجي.
اڳتئون عجيبن جي هميشه حال هيٺي سان هلي،
نياز سان ناتو رکي پوپرت سان پڌرو ٿجي.
اي پريل "پينار" توکان جي پڇن پاٿهي پرين،
عشق جو احوال سارو مرڇنو چوري چجي.



(١٩٠٠ع- ١٩٥٠ع)

# صوفي فقير روشن الدين ”روشن“

فقير روشن الدين ولد فقير حاجي محمّد سومرو تعلقي عمرڪوٽ جي ڳوٺ صوفي جو وينل هو. مرحوم سنڌي، اردو، فارسي، ۽ انگريزي ۾ چڱو مايو رکندڙ هو. ابتدا ۾ سير ۽ شڪار جو شوق ۽ آخر ۾ فقير ٿي رهيو. فقيري ته سندس گهر جي چيز هئي. نيٺ ته چلہ ڪشي ۾ جسم به جلائي ڇڏيائين. هڪ ڪتاب به لکيائين جو (غير مطبوعہ آهي) پنهنجي نوع ۾ يڪتا آهي. مرحوم بلڪل نرم

طبيعت انسان، خوش اخلاق درويش ۽ باتهذيب فقير شاعر هو. صادق فقير سندس جد ۾ آهي. پنهنجي ياءُ صوفي قلندر بخش جي قتل ڪرائڻ بعد باقاعدي فقيري اختيار ڪيائين.

## ڪلام

ذاتي والا سر سنيال
ناز نفي داڪر اثباتي

١- وحدت ڪنون ڪثرت هوتي ڪثرت وچون وحدت هوتي.
سارا بره بحال آڻ سمايا وچ صفا تي،
٢- غوطا مارين غرق جي ٿيوين، ماڻڪ ماٿين اڻ لپ ايوين.
تنين وچ جذب جمال. سمجهي مارين جي جذبون جهاتي،
٣- وچ گهونگٽ دي گهوٽ گذارين، 'ونحن اقرب' چر تون پارين.
'قالو' والا قول تون پال. ڪنڌ ڪياوين قزين ڪاتي،
٤- هادي دا پريت پلا وڻ. سيني وچون سنگ سماوڻ،
هي رانجهن رل مل مال. 'روشن' لئون جا لئون لئون لاتي.



(۱۸۹۵ع- ۱۹۵۱)

# غلام احمدّ ”نظامي“

غلام احمدَ ولد محمدَ صديق تخلص نظامي، اصل وطن لاڙڪاڻي جي پرسان بعد ۾ ڪراچي. پاڻ تاريخ ۱۵- جولاءِ ۱۸۹۵ع تي ڄائو. غلام محمد نظامي جا وڏا اڇي ڪراچي ۾ هميشه لاءِ رهيا هئا. سندس تعليم ۳ درجا اردو، ڪجھ سنڌي، ڪجھ فارسي هئي. قرآن شريف به پڙهيائين. مرحوم اول رزڪو

ڪم شروع ڪيو ڪجهه وقت گذرڻ ڪان پوءِ ڪراچيءَ جي جهونا مارڪيٽ ۾ "قومي ڪتبخانو" کوليائين. ٿوري وقت ڪان پوءِ ڪراچي ۾ اچي قبر وٽ سيڊي جو دوڪان ڪڍيائين. ٿورو زمانو اهو ڏنڌو ڪري وري نؤآباد (ڪراچي) ۾ اٽي جي مل وڌائين. آخر ۾ بولٽن مارڪيٽ جي سامهون سنڌ اسلاميه هوٽل کولي اتي ئي رهندو هو. سندس انتقال ٢٢- فيبروري ١٩٥١ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

نه ٿي مسرور اي بلبل بهاري چار روز آهي،
چمن جو ڇهڇٽو ۽ گلعذاري چار روز آهي.
جتي آهي بهاري اڄ اتي آخر خزان ايندي،
گلستان ۾ گلن جي لاله زاري چار ڏينهن آهي.
هوا جي هڪڙي جهونڪي سان وسامي هي ڏيو ويندو،
انڌيرو نيٺ ٿي ويندو ڏيار ۽ چار ڏينهن آهي.
ڏسي پيري ۾ توکي سڀ ڪندا آخر پرين پاسو،
اها حسن وجوانيءَ جي خماري چار ڏينهن آهي.
سفيدي ڇانئجي ويندئي نه رهندو جوش ۽ جوڀن،
اها وارن جي رنگت خاص ڪاري چار ڏينهن آهي.
وڌائي ڇڏ، نه نفرت سان ڏس نادان غريبن کي،
اهو ناڻو ۽ تنهنجي شاهوڪاري چار ڏينهن آهي.
نه دل لاهج "نظامي" درد ڏک سڀ دور ٿي ويندا،
مصيبت، تنگدستي، بيقراري، چار ڏينهن آهي.



(۱۸۹۷ع- ۱۹۵۱ع)

# فقير حاجي پير بخش فاروقي

فقير حاجي پير بخش فاروقي ولد محمد بچل ڳوٺ فاروق آباد لڳ نندو شهر ضلع بدين جو ويٺل هو. سندس ولادت ۴- فيبروري ۱۸۹۷ع تي ٿي. "فقير صاحب جي ولادت کان ٿورو اڳ سندس والد وفات ڪري چڪو هو. پاڻ پنهنجي والده جي سايي ۾ رهي وڏو ٿيو. سندس والده ڳوٺ ۾ هڪ مڪتب کولايو، جنهن ۾ قرآن شريف جي تعليم حاصل ڪيائين. هڪ عورت سان

نينهن جو ناتو هوس. هڪ ڏينهن بندوق کڻي شڪار تي نڪتو، ٻن ڳجهن کي بندوق هنيائين. اتفاق سان سندس محبوبہ جيڪا پاڻي ڀرڻ آئي هئي هڪ گولي وڃي ان کي لڳي جيڪا مري ويئي. انهيءَ ڏک ۾ مجازي چاڙهي تان وڃي حقيقت کي پهتو. ٻہ ڀيرا حج جي سعادت بہ حاصل ڪيائين. سندس ڪيترائي مريد آهن، جيڪي سندس ساليانی عرس جي موقعي تي اچي گڏ ٿيندا آهن. پاڻ ۴ رمضان المبارڪ ۱۳۷۰هجري مطابق ۹ جون ۱۹۵۱ع تي وفات ڪيائين.[۱]"

## ڪلام

مان آزاد آهيان، گرفتار آهيان،
ڪڇان ڪين ٿو پنهنجي گفتار آهيان.

جوان آهيان هٿين پيرين لولو،
وٺڻ لاءِ پاتم هي هار بولو.
پنڻ لاءِ هٿ ۾ ٺلهو کنيم ٺولو،
مان مسڪين آهيان يا زردار آهيان.

ڏسان گرچ گهر ۾ بہ موجود مالڪ،
مگر جستجو ۾ اڏامان امالڪ.
جتي ڪٿ ڏسان ٿو سو موجود مالڪ،
پرين پاڻ آهيان پرين پاڻ آهيان.

'فاروقي' فڪر لاهي وڃڻو فنا جو،
فڪر ويو فڪر جو لٿو غم غنا جو،
اکر ياد پيو عمل "لن تنا" جو،
رهيو ياد دل ۾ ٿيو يار آهيان.

[۱] مهراڻ سوانح نمبر ۱۹۹۱ع



(۱۹۰۴ع- ۱۹۵۱ع)

# فقير سيد انور علي شاھ

فقير سيد انور علي شاھ ڳوٺ جهانپور شريف تعلقو گهوٽڪي ضلع سکر جو هو، سندس ولادت ۱۹۰۴ع ۾ ٿي. سندس سلسلهٔ نسب حضرت امام تقي عليہ السلام جن سان ملي ٿو. پاڻ قرآن پاڪ ۽ پرائمري تعليم حاصل ڪيائين ۽ سيد صاحب ڏني شاھ جو دست بيعت ٿيو، جيڪو سيد قلندر علي شاھ ڪيچ ڌڻيءَ جو طالب هو. شاھ صاحب ٽيهن سالن جي ڄمار ۾ شادي ڪئي، جنهن مان

کيس ٻه فرزند ٿيا: سيد حضور بخش شاهه ۽ سيد ظهور بخش شاهه. سندس وصال مطابق ٥- جولاءِ ١٩٥١ع ۾ ٿيو. سندس شاعري جو قلمي رسالو موجود آهي. وصال وقت هيٺيان الفاظ چئي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.

مون ڀنيورٺون بس ڪٺي طاق هٺي تاڙيون،
آءُ ڀنهل ڀاڙيون، وعده وره وصال جا.

## ڪلام

تلهه: نيهي ناٿ ڪيا اثبات، عشق آفات ٿيو اظهار.
سر سلطان منجهه ميدان، ٿي نيشان آ نروار.

جوڳي جنگ پائي لنگ، سالم سنگ ۾ صادق.
منجهه ويراڳ هادين هاڪ، مستي ماڳ تي مالڪ.
چشمان چال ٿيا برحال، خوبان خيال جا خالق.
سالڪ سام غازين غام، ديدان دام جي ديدار.

ڪات ڪلال جنگ جلال، مست ملال ٿيا مخمور.
شوق شراب نينهن نواب، بره جي باب ۾ ڀرپور.
سولي سير پائن پير، دائم دير نا دستور.
هڪل حلاج ڏوڙا ڏاج، سر تي تاج آ تلوار.

بحر بيچون گوناگون، اونهان اونهه منجهه عاشق.
ٿي غازي ره راضي، ڪٺ بازي تون بيشڪ.
ٻڏ چوتو هڻ غوطو، ملهه ماڻ له ماڻڪ.
'انور' اوت گوندر گهوٽ، چنچل ٿيو چمڪار.



(١٨٥٢ع- ١٩٥١ع)

# خان صاحب غلام علي ”جعفري“

خان صاحب غلام علي ولد محمد آچر ١٨٥٢ع ۾ ڄائو. ”جعفري“ صاحب شڪارپور جو وينل هو. مرحوم انگريزيءَ ۾ مئٽرڪ پاس، فارسي ۽ اردو ۾ به چڱي مهارت رکندڙ هو. مرحوم ويهه سال مختياري ڪاري ڏاڍي جٽن سان هلائي. صفائي، سچائي، بي ريائي ۽ خودداري ڪي هٿان ڪونه ڇڏيائين تقرير ۽ تحرير جو به چڱو ماهر هو. پاڻ نهايت خليق انسان هو. پنهنجي عشقيه ڪلام جو ديوان

پنهنجي هٿن سان دريا داخل ڪيائين ۽ چيائين ته جڏهن الله کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه فنا آهي ته پوءِ هي ديوان به هاڻي ئي فنا ٿي وڃي. هت آيل ڪلام مان ٻه شعر ملاحظ لاءِ لکجن ٿا. "جعفري" صاحب جو انتقال ١٨ آڪٽوبر ١٩٥١ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

پري تو کان ٿي پرزه هڪ ته پيارا 'جعفري' جي دل،
جدائي کان ٻيو جاني جگر پامال هو منهنجو.

※

نه هرڪو شعر آ ديني نڪا ان ۾ نصيحت آ،
منس، گهوڙا، ڦريس، سڀ ڪو چوي حال قبر پنهنجو.



(۱۸۹۲ع- ۱۹۵۲ع)

# محمّد بخش "واصف"

محمّد بخش "واصف" صاحب جي والد جو نالو محمد عثمان هو. سندس ڏاڏئو وطن حيدرآباد هو. پاڻ ڳوٺ راضي جتوئي ۾ تولد ٿيو جيڪو سڪرنڊ تعلقي ۾ واقع آهي سندس تعليم ست درجا انگريزي هئي ۽ فارسي، اردو، سنڌي عربي ۽ سنسڪرت جو ماهر هو. مرحوم بهترين شاعر ۽ وڏو مصنف هو. سندس ٻه ٽي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. ۽ ٻيا اڃا اڻ ڇپيل آهن. ۲۴ نومبر ۱۹۵۲ع ۾ وفات ڪائين.

# ڪلام

"واليل" صفت گيسوءِ مشڪين جي سراسر،
"والشمس" بيان رخ تابان محمد.

❋

عشق بازي جو مزو ايندو بلاشڪ اُن دم،
تير سيني تي هجي، حلق تي خنجر بہ هجي،

❋

ڪالهہ دلبر جي گهٽيءَ ۾ ها، سي اڄ صحرا نورد،
هي ٿيو حاصل اسان کي، گردش افلاڪ کان.

❋

جلوه فرما جو لبِ بام تي جانان ٿيندو،
داغ بيشڪ دلِ شب تي مہِ تابان ٿيندو.
لاله کي باهہ ڏيان يار گلستان ۾ وڃي،
داغ دل جو ڏکي آتشِ سوزان ٿيندو.
دوست اکڙين ۾ وهاري مان ڪريان بند اکيون،
يار منظورِ نظر منهنجو جي مهمان ٿيندو.
لاهہ دلبر نہ ڪڏهن خالِ سيه تان پردو،
ڪفر آلوده سندم دين ۽ ايمان ٿيندو.
چشمِ جادو جي جدائي ۾ جي رحلت ٿيندي،
سبزه قبر چراگاهہ غزالان ٿيندو.
وصف دندان شڪر خنده جي "واصف" جي ڪرين،
بي شبهہ نظم ۾ مضمون درخشان ٿيندو.



(۱۸۸۳ع- ۱۹۵۳ع)

# سردار گل محمّد خان ”زيب“

سردار گل محمّد خان ولد سردار نواب قيصر خان والي جهل بلوچستان ۱۸۸۳ع ۾ ڄائو. مرحوم صوم وصلوات جو پابند، عامل درويش، باتهذيب ۽ بااخلاق، تورو ڳالهائيندڙ مرد، هڪ وڏو اديب ۽ بهترين شاعر هو. پنهنجي سرائڪي زبان ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ڪلام چيل اٿس. فارسي جا ٻه ديوان اٿس. مرحوم پنهنجي حڪومت ترڪ ڪري اچي سنڌ جي شهر

شهدادڪوٽ ۾ هميشہ لاءِ سڪونت اختيار ڪيائين ۽ وفات بہ اتي ڪيائين سندس تاريخ وفات ٧- جنوري ١٩٥٣ع آهي. گھڻي ڪوشش بعد بہ سندس سنڌي ڪلام دستياب نہ ٿي سگھيو. مرحوم پنهنجا بہ ديوان هڪ "پنج گلدستہ زيب" ۽ "مخمسات زيب" طالب الموليٰ ڏانهن تحفي طور موڪليا هئا. انهن مان انتخاب پيش ڪجي ٿو.

## ڪلام

خطر در شهر خود باشد زسلطان و عسس مارا
بفريا ديم هر شب نيست ڪس فرياد رس مارا

سفر باشد مها راما وطن باشد قفس مارا
ازان تنهائي وملڪ غريبي شد هوس مارا
ڪہ روزي چند سناسيم ماڪس راه ڪس مارا

❋

قلم گرفتم وڪردم رقم فسانہ عشق،
ڪہ نيست هيچ دگر خوشتر ازترانہ عشق.
قرارگاه ندارم بغير ڪوچہ يار،
ڪہ جائي مرغ دلم هست آشيانہ عشق.
فريب ديرو حرم ڪي بہ سجده سايم سر،
ڪہ "زيب" سجده گہ مات آستانہ عشق.



(۱۸۸۵ع- ۱۹۵۳ع)

# جمع خان ”غريب“

جمع خان ”غريب“ ولد ستار ڏنو پيرزادو ۱۵- جنوري ۱۸۸۵ع تي ڳوٺ مريد لاکير ضلع دادو ۾ تولد ٿيو. سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري ماستر ٿيو. قاضي عبدالوهاب شڪارپوري کان طب جي سند ٻہ حاصل ڪيائين. ۱۹۴۰ع ۾ پينشن تي اچڻ کان پوءِ حڪمت ڪندو رهيو. کيس شاعري جو شوق ”بلبل“ جي صحبت ۾ ٿيو. جڏهن ”ٽريننگ ڪاليج“ حيدرآباد ۾ ويو تہ اتي محمد

صديق "مسافر" ۽ "مخلص" کان بہ شعر ۾ اصلاح ورتائين. حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻي واري کي بہ پنهنجو استاد تسليم ڪندو هو. ١٩١٥ع ۾ "بزم مشاعره" لاڙڪاڻي جو آغاز ٿيو تہ پاڻ بہ ان ۾ شامل ٿيو. انجمن آفتاب ادب دادو جي باني مان هو. "بزم طالب المولىٰ" جي بنياد وجهڻ ۾ بہ سندن تجويزون شامل هيون. "جميعت الشعراءِ سنڌ" جي سرگرم ڪارڪنن مان هو. پاڻ اپريل ١٩٤١ع کان مئي ١٩٤٥ع تائين "اديب سنڌ" لاڙڪاڻي جو ايڊيٽر ٿي رهيو. آگسٽ ١٩٥٢ع کان سيتا روڊ مان "طالب المولىٰ" نالي رسالو ڪڍيائين. مارچ ١٩٥٣ع ۾ بيمار ٿيو ۽ ٧، آگسٽ ١٩٥٣ع ۾ وفات ڪيائين. پنهنجي وفات جو تاريخي مادو نوٽ بوڪ ۾ لکيو هئائين. "بابقا جانِ غريب" ١٣٧٢هجري.

## ڪلام

يا الاهي تا قيامت مان هجان دلبر سان گڏ،
سر سندم آغوش ۾ قاتل سندي خنجر سان گڏ.

مال هن وٽ حسن جو مون وٽ غريبت عشق جي،
ڇا ٿهي ٿي ناهہ تو زردار جو بي زر سان گڏ.

دل هجي آغوش دلبر ساڻ ۽ يڪجا هجون،
لب هجي لب ساڻ گڏ، سر چشم، چشم ۽ سر سان گڏ.

ڪوئي قاتل ۾ مون ناهيو گهر کي پنهنجو قتل گاهہ،
منهنجو ٿيو محبوب سان گهر، گهر سان گڏ در، در سان گڏ.

تون غني ۽ پُرعطا برتر ۽ بهتر اي عجيب،
رهہ 'غريب' بي خطا ۽ بي نوا برتر سان گڏ.

سنڌي غزل جي اوسر صہ ٢٨٥- ٢٨٦



(۱۸۸۷ع- ۱۹۵۳ع)

# مخدوم محمد صالح ڀٽي

مخدوم محمد صالح ڀٽي ۲۵- سيپٽمبر ۱۸۸۷ع مطابق ۷- محرم الحرام ۱۳۰۵هجري تي تولد ٿيو. سندس ابتدائي تعليم هالا پراڻا ۾ ٿي. ۱۹۰۲ع ۾ "سنڌ مدرسته الاسلام" ۾ مزيد تعليم لاءِ داخلا ورتائين. ۱۹۰۹ع ۾ اتان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين ۽ ۱۹۱۰ع ۾ اتي ئي استاد جي حيثيت سان مقرر ٿيو. سندس علمي ادبي خدمتون هڪ اڻ وسرندڙ يادگار آهن. پاڻ شاگردي واري زماني

ڪان نظم گوئي ۽ مضمون نگاري ڪندو هو. ملازمت دوران "الاسلام" رسالي جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. "اخلاقي جواهر"، "منهاج المومنين"، "عروس ڪربلا"، "سيدة النسا"، "صديق اڪبر"، "سقراط"، "بيبي رابعہ بصري" ۽ "منصور حلاج" وغيره سندس شهره آفاق تصنيفات آهن." (١) پاڻ ٢٧ ڊسمبر ١٩٥٣ع مطابق ١٩- ربيع الثاني ١٣٧٣هجري تي هالا پراڻ ۾ دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو. سندس ڪلام جو وڏو ذخيرو سدس اولاد وٽ موجود آهي.

## ڪلام

مديني ڏي مون کي سڏائي محمدؐ،
سدا ٿي رهان خاڪپائي محمدؐ.

ڏسي وات وحدت جي احمدؐ اسانکي،
ڪلام خدا آ صدائي محمدؐ.

ٿيو اُن سان "ولسوف يعطيک" وعدو،
رضائي خدا ٿي رضائي محمدؐ.

بنايو هو جنهن موم سنگين دلين کي،
عجب دلربا سا ادائي محمدؐ.

گواهي ٿي قرآن ۾ "يٰس" "طٰه"،
تہ حق جي ثنا ٿي ثنائي محمدؐ.

سندس شان اعليٰ ميجي ڪٿن نہ عالم،
ٿيو عرش پڻ زير پائي محمدؐ.

تجني ڪيم هرگز تون دلگير 'صالح'،
جو ستار آهي خدائي محمدؐ.

از تذڪره شعرائي هالا (٢) مهراڻ جا ماڻڪ



(۱۸۸۱ع- ۱۹۰۵ع)

# ميرزا امام علي بيگ ”علي“

ميرزا امام علي بيگ علي ولد ميرزا قاسم علي بيگ ۱۸۸۱ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. پاڻ قرآن مجيد جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪري، آخوند، علي محمد جي مدرسي مان درسي تعليم حاصل ڪيائين. مولانا ابوالحسن، لکنوي کان ديني تعليم جو به درس وٺندو هو. شاعري سان گڏ خوشنويسي، مصوري ۽ زردوزي قدرت کين حصي ۾ عطا ڪئي هئي. هزهائينس مير، حاجي

نور محمد سان گڏ ٻه ڀيرا عراق ۽ ايران جون زيارتون ڪيائين. پير سيد علي اصغر شاه راشدي جڏهن ٻه حيدرآباد ايندو هو ته وٽس رهندو هو ۽ کيس "نقاشِ ازل اول" جي لقب سان سڏيندو هو. ڊاڪٽر علي احمد قاضي، ميرزا صاحب جي مصوري جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. سندس ڪلام مرثيه، سلام، غزليات، قصائد، مناجات ۽ نعت تي مشتمل آهي. پاڻ ۴- سيپٽمبر ۱۹۵۵ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

خواب ۾ مون ڏٺو هڪ حسين نازنين،
ماهرو، ماهرخ، ماهوش، مه جبنين.

وار هِن جا ڊگها ۽ سنهري تمام،
مشڪ بو، عود سا، صندلين، عنبرين.

هنجي چشمن جو جادو خدا جي پناه،
شرمگين، شرمگين، احمرين، نرگسين.

هن جو طرزِ تڪلم سراپا ڪشش،
دلستان، دلربا، دلفزا، دلنشين.

وقتِ رخصت 'علي' هن جو وسري نٿو،
هر نظر اولين هر نظر آخرين.



(١٨٨٧ع- ١٩٥٥ع)

# پير ميان غلام محي الدين "ميرل"

## صديقي قريشي

پير ميان غلام محي الدين ولد پير ميان پنيلڻو ٨- مئي ١٨٨٧ع تي هالا ۾ تولد ٿيو ۽ ٢- آڪٽوبر ١٩٥٥ع تي انتقال ڪيائين. ننڍي هوندي کان ئي انفرادي طبيعت جو مالڪ هو. نهايت خوش اخلاق، باتهذيب پراڻي زماني جو نمونو، بااخلاق، خوش طبع ۽ ڪچهري جو ڪوڏيو هو. موتي ۽ مٽيا ڳڇيءَ ۾ ڪمال ڪري پائيندو هو. هٿن ۾ مٽيادار منڊيون هونديون هئس. مون سا حد درجي جي

محبت ۽ پيار ڪندو هو. پنهنجو ڪلام جمع ڪونہ ڪيائين. مون کي سدائين 'پيرل شاسائين' چوندو هو. (اهو ڪوڏائي جو نالو پير ڏنو هو. اڄ تائين ڪيترائي معمّر مرد خواهہ عورتون ان نالي سان ياد ڪندا آهن). سندس مڪمل ڪلام هٿ ڪونہ ٿو اچي. البتہ هڪڙ ڪافي ۽ هڪ غزل دستياب آهن، ڪافي منهنجي(طالب المولىٰ) لاءِ لکيائين جنهنجي مونکي فقط مطلع ياد آهي، جيڪا هيءَ آهي:

آهي پيار مٿي پيرل مهدي امام جا،
هٿڙو مٿس رکيائين سدا صبح و شام جو.

## ڪلام

ڏينهن رات ڏک ڏکيءَ سان بيحد ڪئي بيقراري،
احمد عجيب عربي لئہ سنڌ سڄن تون ساري.

سردار هڪ بہ ساعت مشڪل نظر اچي ٿي،
فرقيت ڪيو حال هيڻون ۽ برهہ باهہ ٻاري.

غمناڪ جو نہ غم ڪو غمخوار تو سوا ٻيو.
يا مير مڪي مدني نوري نہ ٻي ڪا ناري.

ڪوُن و مڪان جا مالڪ چائنث چماءِ پنهنجي،
اميدوار عاجز جي جلد ٿئي تياري.

يا سيّدا هيءَ سائل 'محمد امير' تو در،
پنهنجي پرين پيارا ڪر جلد پوئواري.



(١٨٧٥ع- ١٩٥٥ع)

# محمد حيات شاه ”حافظ“

محمد حيات شاه ”حافظ“ ولد سيد عالم شاه ڳوٺ ضلع جهنگ (پنجاب) بعد ۾ حيدرآباد سنڌ. شاه صاحب جي محبت پنهنجي ماسات سلطانہ بيگم سان هئي ۽ سندس مڱڻو بہ ٿيل هو. مگر سلطانہ بيگم جي شادي ٻي هنڌ ٿي ويئي. ان صدمي ہنهي کي جهوري رکيو. سلطانہ بيگم جلد وفات ڪري ويئي ۽محمد حيات شاه وطن جي وٿن کي الوداع چئي هندستان جي مختلف شهرن ۾ پنهنجي

دل کي سڪون ڏيارڻ خاطر ڦرندو رهيو. مارواڙ جي بانوترا ڳوٺ ۾ سخت بخار سبب اکين جو نور وڃائي ويٺو. ١٩١٠ع ۾ سنڌ آيو ۽ ڪوٽڙي ۾ مبين جي مسجد ۾ اچي رهيو. ١٩١٣ع ۾ سندس واقفيت محمد موسيٰ "راز" ۽ عبدالله "خواب" جي والد علي بخش سان ٿي جيڪو ڪيس حيدرآباد وٺي آيو. شاه صاحب "سنڌي مسلم سوسائٽي" جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. سندس لکيل ڪتاب "داستان غم" "وڇڙين جو ميلو" ۽ "ديوان حافظ" شايع ٿي چڪا آهن. سندس انتقال ٢٦- ڊسمبر ١٩٥٥ع تي ٿيو.

## ڪلام

دلبر جو سندم گهر ۾ اچڻ ٿئي ته وڏو بخت،
يا منهنجو سندس در تي وڃڻ ٿئي ته وڏو بخت.

هٿ يار جي هٿ ۾ هجي سر موت جي سٽ ۾،
هي نينهن سندو ناز پسڻ ٿئي ته وڏو بخت.

پڪ آهي مٿي روح ته روحن کي ملن ٿا،
پر جيئري انهي جڳ ملڻ ٿئي ته وڏو بخت.

جيئري سو ستمگر نه ڪڏهن آيو پڇڻ لءِ،
ڪانڌي جي مرڻ بعد سڄڻ ٿئي ته وڏو بخت.

'حافظ' هي ويا هند ۾ سٺ سال اٿر جا،
ڪو دم جي مديني ۾ رهڻ ٿئي ته وڏو بخت.

١٢٩٤هه وياسي وينجهار ص- ٤
سنڌي غزل جي اوسر ١١ ص-٢٦٠



(۱۹۰۸ع- ۱۹۵۷ع)

# ميرزا همايون بيگ ”فائق“

ميرزا همايون بيگ "فائق" ولد شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد ۾ ۱- مئي ۱۹۰۸ع تي تولد ٿيو. پرائمري تعليم بعد مئٽرڪ ڪري سرڪاري ملازمت ڪيائين. پاڻ سنڌي کان علاوه فارسي ۽ انگريزي خوب ڄاڻندو هو. سندس شاعري جو استاد سندس والد ئي هو. سندس شعر نهايت سادو، عام فهم، سنجيدو، مزاحيه، اخلاقي ۽ عشقيه آهي. سندس تصنيف ڪيل ڪتابن ۾

"فرعون جي معشوق"، "پارهائي دل"، "حيات قليچ" ۽ "شهادت نامو" آهن. ريڊيو تان به سندس تقريرون ۽ شعر نشر ٿيندا هئا. ڪيس ڊرامن جو به شوقين هو. ڊرائينگ ۽ آرٽ جا امتحان "بمبئي يونيورسٽي" مان پاس ڪيائين. "قليچ" رسالي ۽ "پنجتني" جو مئنيجر ٿي رهيو. "سنڌي ادبي بورڊ" جي بوڪ اسٽال تي پڻ ڪجھ وقت مئنيجري جا فرائض سرانجام ڏنائين. پاڻ ٣٠- مئي ١٩٥٧ع خميس جي ڏينهن وفات ڪيائين.

## ڪلام

هي ڪهڙي تير مزگان جي خلش ٿي قلب مضطر ۾،
جگر ۾، سيني ۾، پاسي ۾، دل ۾ ديده تر ۾.

نہ خوشبو ٿي ڪڏهن سگهندي مقابل تنهنجي زلفن ۾،
اگر ۾، زعفران ۾، مشڪ ۾، صندل ۾، عنبر ۾.

هي ڪهڙي پاڪ داماني، لڪي تون لوڪ کان آئين،
گمان ۾، وهم ۾، اکين ۾ دل ۾ ۽ تصور ۾.

تجلو تو ٿئي ظاهر سندم سهڻي جي صورت جو،
عطارد ۾، قمر ۾، شمس ۾، زهره ۾ اختر ۾.

خدارا يا رسول الله 'فائق' جي مدد ڪج تون،
تپش ۾، تشنگي ۾، نزع ۾، مرقد ۾ محشر ۾.



(۱۹۰۷ع- ۱۹۵۷ع)

# خليفو محمد امين پلي

محمد امين درس ولد چتو ذات پلي سگهه تعلقي کپرو ضلع سانگهڙ جو رهندڙ هو. شاعريءَ ۾ "امين" ۽ "درس" بطور تخلص استعمال ڪيو ائس. سندس بزرگن مان صاحبِ ڪرامات ۽ باعمل بزرگ ٿي گذريا آهن. پاڻ حضرت بهاءَ الدين ذڪريا ملتاني جي سلسلي جو خليفو هو. معمولي تعليم هيس، پر اردو، سنڌي، هندي، عربي ۽ فارسي تي وڏي دسترس هيس. تاريخ سان گهري

دلچسپي هيس. پاڻ ۹- سيپٽمبر ۱۹۰۷ع تي تولد ٿيو ۽ نومبر ۱۹۵۷ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

ٿلهہ: نيڻهن نسورو نانگ نپٽ آهي،
عشق الاهي آهي ڪير؟

بره بلا آهہ بيحد باري،
ماري ملان ڪاتب قاري،
سينو ساڻس ساهي ڪير؟

اهو مسافر جنهن واٽ ايندو،
عقل، حياءُ نهوڙي نيندو،
رات انهيءَ کي راهي ڪير؟

بيشڪ بره بڇي بيماري،
سمجهہ وڃائي سرت بہ ساري،
آفت ان جي لاهي ڪير؟

'درس' جو دنيا دين وڃايو،
عشق اٿانگي جاءِ اڙايو،
وره جون وايون واهي ڪير؟



(۱۸۹۱ع- ۱۹۵۹ع)

# سردار بهادر محمد بخش ”ڪوجهي“

سردار بهادر محمد بخش ”ڪوجهي“ جا وڏا اصل ۾ ٻاگهه ناڙي بلوچستان جا وينل هئا. جن مان سندن ڏاڏو شيخ قادر بخش، سنڌ ۾ منصف جي عهدي تي مقرر ٿيو. انهيءَ ڪري هميشہ لاءِ اچي شڪارپور ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. سردار بهادر جو والد شيخ الاهي بخش بہ سنڌ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو ۽ حضرت پير صالح شاھ جيلاني درگاھ راڻي پور واري جو مريد هو. سردار بهادر محمد



(۱۸۹۱ع- ۱۹۵۹ع)

# سردار بهادر محمد بخش "کوجهي"



(۱۹۱۷ع- ۱۹۵۹ع)

# ”اختر“ هالائي

خليفو محمد عمر ولد خليفو الحاج حافظ عبدالرحمان ميمڻ ٢٧- ڊسمبر ۱۹۱۷ع تي تولد ٿيو. سندس پهريون تخلص ”مجرم“ هو. جيڪو ۱۹۴۰ع کان بدلائي ”اختر هالائي“ اختيار ڪيائين. پاڻ ختابن ۾ پڙهيو. اردو، فارسي ۽ عربي پنهنجي وڏي ڀاءُ مولوي مير محمد مادُح وٽ پڙهڻ لکڻ سکيو. سڀ کان پهريائين گربيون ۽ سُوسيون اٿندو ۽ اٺائيندو هو. بعد ۾ خانداني پيشو يوناني حڪمت

اختيار ڪيائين. هوميوپيٿڪ ۾ بہ عبور حاصل ڪيائين. سندس شاعريءَ جو استاد سندس مامو محمد يعقوب ”مهمان“ هو. اختر هالائي نهايت پختہ ڪلام شاعر هو. سندس ڪلام ”فردوس“، ”نئين زندگي“ ۽ سماهي ”مهراڻ“ ۾ اڪثر شايع ٿيندو هو. ١٩٥١ع ۾ هفتيوار ”تعمير“ اخبار ڪڍيائين. ان تي بندش پوڻ بعد ١٩٥٣ع ۾ هفتيوار ”ڪوثر“ جاري ڪيائين. ڪوثرجي مناسبت سان پنهنجي حڪمت خاني جو نالو ”چشمہ ڪوثر“ رکيائين. پاڻ جيتوڻيڪ ڪيترائي اصلاحي، اخلاقي ۽ سياسي نظم بہ لکيائين. پر بنيادي طور غزل گو. شاعر هو. سنڌ جي متعدد ادبي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪيائين. [سندس شاعريءَ جو مجموعو قبلہ سائين طالب المولىٰ جن جي نوازش سان سنڌي ادبي بورڊ ۾ ”تسبيح محبت“ جي نالي سان ڇپجي رهيو آهي.] اختر هالائي ٢٧- آڪٽوبر ١٩٥٩ع تي وصال ڪيو.

## ڪلام

عزيزو رات ميخاني جي مهمانن سان ڏاڍي ٿي،
صنم خنجر ڪڍي بيٺو ثنا خوانن سان ڏاڍي ٿي.

هو سهڻو بزم شعرا ۾ سراپا شعر ٿي آيو.
خموشي ڇانئجي ويئي سخندانن سان ڏاڍي ٿي.

قدوقامت ۾ محبوبہ ۽ خال و خط ۾ شهزادو،
حسين حورن سان ڏاڍي ٿي يا غلمانن سان ڏاڍي ٿي.

حسينانِ جهان سڀ سرنگون ٿيا حسنِ جانان وٽ،
پرستارن سان ڏاڍي ٿي صنم خانن سان ڏاڍي ٿي.

سنڀالي پير رک ’اختر‘ گلستان جي احاطي ۾،
گلن جي آرزو ۾ اڄ گريبانن سان ڏاڍي ٿي.



(۱۸۹۲ع- ۱۹۵۹ع)

# نواز علي "نياز"

نواز علي "نياز" ولد محمد آچر سومرو ١٨- آڪٽوبر ١٨٩٢ع تي ڄائو. شهر لاڙڪاڻو هئس. ١٩١٤ع ۾ "مدرسہ هاءِ اسڪول" ڪراچيءَ مان ميٽرڪ پاس ڪري روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪيائين، جتي ترقي ڪري مختيارڪار ٿيو. جتان ١٨- آڪٽوبر ١٩٤٧ع تي رٽائر ٿيو. جنهن بعد لاڙڪاڻي ۾ حڪمت جو شغل اختيار ڪيائين ۽ "نياز ميڊيڪل هال" نالي شفاخانو کوليائين."

سندس وڏو ڀاءُ غلام علي جعفري به سٺو شاعر هئو. نياز جو انتقال ١٢- نومبر ١٩٥٩ع تي ٿيو.

## ڪلام

چشم خوني تي قضا سان دل جو مائل ٿي وئي،
خون منهنجي ۾ بيدل خونيءَ سان شامل ٿي وئي.

موت ڪان پوءِ بُوئِي گل بلبل کي حاصل ٿي وئي،
خاڪ گلشن جي سندس مدفن ۾ داخل ٿي وئي.

غم الم، رنج و محن، ڏک درد آيا بيوفا،
تون نه آئين ڇا ٿيو، مون وٽ ته محفل ٿي وئي.

ثابتي گم ڪرڻ لئه قاتل جو هٿ ڏوتا وڃي،
سرخ دريا سرخ ساري شڪل ساحل ٿي وئي.

اُن ڇيو حجت نه سائن ساڻ هلجي پر 'نياز'،
تنهنجي اڄ دعويٰ غلاميءَ جي ته باطل ٿي وئي.

١- سنڌي غزل جي اوسر ص-٣٠٩
٣- ويا سي وينجهار



(۱۸۹۸ع- ۱۹۵۹ع)

# سيد پيرل شاه "پيرل"

سيد پيرل شاه ۲- ڊسمبر ۱۸۹۸ع تي تولد ٿيو. سندس والد سيد علي شاه کيس تلقين ڪندو هو، ته ڪنهن صوفي بزرگ جو طالب ٿجان ۽ ڪجھ اهڃاڻ به ڏنائينس. انهن اهڃاڻن تي پاڻ سخي اڇن شاه سان سيوهڻ شريف ۾ ملاقات ڪري ڪيس عرض ڪيائين ته: "مون کي پنهنجو طالب ڪيو." جنهن تي سيد اڇن شاه فرمايو ته اوهان کي اوهان جي ڳوٺ اچي ذڪر ڏبو. هڪ سال گذرڻ بعد سيد اڇن شاه ڳوٺ "سهڪجيءَ" ۾ اچي کيس ذڪر الاهي جي تلقين ڏني. سيد پيرل شاه جو لباس گيڙو هوندو هو ۽ پاڻ هميشه هيٺ وهڻ پسند

ڪندو هو. راڳ ويراڳ ته روح جي غذا هوندي هيس. پاڻ سٺو شاعر به هو. سندس ڪلام قلمي رسالي جي صورت ۾ موجود آهي. سندس وصال ١٠- ڊسمبر ١٩٥٩ع تي پنهنجي ڳوٺ سهڪجي تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو.

## ڪلام

محبوبان دي محبت موهيس،
يار دي گهڙولي پريسان.

ٻسم الله سينها چاوان،
سردي اُتي گهڙولي ٻلاوان.
"نَصرُ من الله" قدم اناوان،
"لا فتيٰ" فتح ڪريسان.

راه وچ ڪيتس رهبري،
فاتحه خيبري
ڪوليس ڪوثر والي دري؛
هُڻ ڪنهين ڪنون نه ڏريسان.

اهين چشمي دري هئي هاڪ،
سڻ رهي ساري لولاڪ.
سڀ سهيليان ٿيان چالاڪ،
ويک تنهان ڪُون ٺريسان.

بيشڪ بره دي بندر محڪم،
محبت واري مندر.
"پيرل شاه" اهين چولي اندر،
ڏيان وچ ڏيان ڏريسان.



(١٨٩٥ع- ١٩٦٠ع)

# حاجي محمود "خادم"

حاجي محمود ولد محمّد بچل تنيو، ڳوٺ ٻني تعلقہ ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ۴- جنوري ١٨٩٥ع تي تولّد ٿيو. "سندس والد کي شوق هو تہ پنهنجي فرزند کي تعليم ڏياري، ڪيس ٻني جي مدرسي ۾ قرآن پاڪ ۽ ٻي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وهاريائين، جتي قرآن شريف ۽ پارسي جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سنڌي اسڪول مان تعليم حاصل ڪري انگريزي پڙهڻ لاءِ مدرسہ هاءِ

اسڪول لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيو، جتي ميان غلام سرور فقير سنڌي اسڪول جو هيڊماسٽر هو. ١٩١١ع ۾ نواب حاجي اميرعلي لاهوري ۽ ميان علي محمد قادري جي رفاقت ۾ حج جي سعادت حاصل ڪيائين. حج تان واپس ورڻ بعد انگريزي پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. ان جو سبب پنهنجي "سر گذشت خادم" ۾ هن ريت تحرير ڪيو اٿس. "مدرسي ۾ پڙهندي سيني اچي ورتو ته حاجي سگورو ٿي آيو آهين اهڙو پلارو ٿي وري انگريزي دوزخي ٻولي ٿو پڙهين. متاثر ٿي مون انگريزي ٻولي ڇڏي ڏني" حاجي محمود خادم سڄي عمر علم و ادب ۽ شاعريءَ جي خدمت ڪئي، جميعت الشعرا سنڌ طرفان ڪيس مخدوم الشعرا جو لقب مليو. سندس انتقال ٩- جنوري ١٩٦٠ع تي ٿيو.

## ڪلام

عدو چوندي وري گل ٿو وجهي دلبر جي دامان ۾،
لڳي ٿي چو نہ يا ربّ باهہ اڄ صحن گلستان ۾.

هو گل رخ آهي ۽ گلگون سندس آهي گلن سان دل،
مثالِ بوءِ گل، يا رب وڃان مان بزمِ جانان ۾.

ڪري ويٺو جو تو سان همسري تڏهين زماني ۾،
ٿيو آ شرم ڪان ڏس داغ ڪارو ماهِ تابان ۾.

نہ ڏي طعنا ڪڏهن پي بت پرستيءَ جا تون اي واعظ!،
عجب ڇا؟ ساهہ جي پنهنجي وڃي تصوير جانان ۾.

مهہ ڪامل جي چوڏاري ستارا جيئن ڪڙيل آهن،
رخ زيبا اچي اهڙو نظر ٿو وچ چراغان ۾.

اگرچہ لک مون سمجهايو، ميجو هرگز نہ ڪجهہ "خادم"،
ڏنائين تڙپي تڙپي جان آخر عشق خوبان ۾.

سنڌي غزل جي اوسر ص ٣٢٢



(۱۹۰۰ع- ۱۹٦۰ع)

# احمد خان ابڙو "شيدا"

احمدخان ولد عبدالرؤف ابڙو ۲۷، آڪٽوبر ۱۹۰۰ع تي هالا نوان ۾ تولد ٿيو. ۱۹۱٦ع ۾ ورنيڪيولر امتحان پاس ڪيائين ۽ ۱۹۱۸ع ۾ ڪيس پرائمري استاد طور تعلقي ٽنڊي محمّد خان ۾ مقرر ڪيو ويو. ۱۹۲۴ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان تربيت حاصل ڪيائين. ان وقت ڪيس علم و ادب سان دلچسپي پيدا ٿي. پهريائين مضمون ۽ افسانہ لکيئين جيڪي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيا. بعد ۾

شعر و شاعريءَ سان شغل ٿيس ۽ ”شيدا“ تخلص اختيار ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد حافظ جان محمّد جان هالائي هو. پاڻ ينگ ويلفيئر ائسوسيشن جو سيڪريٽري ۽ هالا مان (مخدوم طالب المولىٰ جي سرپرستي ۾) نڪرندڙ ماهوار رسالي ”فردوس“ جو مئنيجر بہ ٿي رهيو. بزم رفيق جو ميمبر ۽ سرگرم ڪارڪن بہ هو. سندس اردو مان ترجمو ٿيل هڪ ناول ”نعمان ۽ مريم“ قلمي صورت ۾ موجود آهي. ١٩٥٨ع ۾ هالا پراڻا پرائمري اسڪول جي هيڊ ماستريءَ تان وقت کان اڳي رٽائر ڪيائين وفات تائين طويل بيماريءَ ۾ مُبتلا هو. سندس وفات ۴، مارچ ١٩٦٠ع تي ٿي.

## ڪلام

ڪسي دلبر ويو دلڙي نگاهن جي اشارن سان،
ڪري بيحال مون کي ويو لڪين وارن تي وارن سان.

گذر جي ماهرو جو ٿئي سندم در تان ڪڏهن ان دم،
وجي چشمن سان لايان خاڪ جيڪر پنهنجي پيارن سان.

ڏتاري دل ڪرڻ پاسو لکيل ڪهڙن ڪتابن ۾،
اهو دستور شايد آ سڪائڻ بيقرارن سان.

بسر ٿيو روح ۾ راتيون ڏکن ۾ ڏينهن تا گذرن،
گهڙي ڪاچين جي ناهي ملڻ آدلفگارن سان.

گذرگاهہ صنم تي مان وڇايان فرش اکڙين جو،
ٻڌي ٻانهون ڪيان فرياد ”شيدا“ آهہ وزارن سان.



(١٨٤٢ع- ١٩٦٠ع)

# صوفي نصير محمّد فقير جلالاڻي

سندس ولادت جي صحيح تاريخ معلوم ناهي البت سندس چوڻ موجب ته صوفي صادق شاه سنه ١٨٤٥ع ۾ وفات ڪيائين ته آءٌ پنڌ ڪندڙ ٻار هوس. روايت آهي، ته هڪڙي دفعي صوفي صادق شاه تجل شريف ويندي واٽ تي جلالاڻيءَ ۾ اچي ٻپهرو ڪيو ۽ ان وقت پاڻ فرمايائين ته "اسان کي هتي گدري جي خوشبوءِ اچي ٿي، هتي هڪڙو ڪامل مردِ خدا پيدا ٿيندو جيڪو ولي الله

هوندو." ڪجھ وقت کان پوءِ صوفي نصيرمحمّد جي ولادت ٿي، پاڻ ننڍپڻ کان وٺي فقيري طبع جو مالڪ هئو ۽ بعد ۾ صوفي جهوڪ ڏٺي حضرت عبدالستار شاھ صاحب جن جو طالب ٿيو. ٢٧- جماد الثاني ١٣٨٠ھ/ ١٧- ڊسمبر ١٩٦٠ع تي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.

## ڪلام

ٿلھ: پيتم جڏهن جام وحدت جو، وجود جو ترڪ تڏهن ڦيرو.

نشو ٿيو نينهن جو غالب، پيچي پورا ڪيئين غالب،
رهيو مطلوب نا طالب، نظر ۾ ناھ ڪو ٻيڙو.

صحيح ڪيم سير هيءُ سارو، ماري اناالحق سندو نعرو،
وڃائي ورھ جو وارو صدق تنهان جو ٿيڙو.

وڙهي جڏهن لاسندي ڪاتي، تڏهن ٿيو عشق اثباتي،
رهيو آذڪرنا ذاتي، "نصيرا" نام نفيءِ ٿيڙو.



(۱۸۸۱ع- ۱۹۶۰ع)

# محمد فقير گهوٽو

سندس ولادت ۱۲۹۸ھ بمطابق ۱۸۸۱ع ۾ ٿي. پاڻ ڳوٺ حسين ٻيلي تعلقہ گهوٽڪي ضلعي سکر جو رهاڪو هو. تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتائين. سندس مرشد شمس الدين اِنڊڙ سهروردي، حضرت پيران پير سرڪار جن جي روضي تي ويو، کيس ارشاد ٿيو تہ "محمد فقير گهوٽو، خير الدين شاھ[1] سکر واري وٽ

(۱) هي بزرگ حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ رحمت جن جو مريد هو.

وجي.“ فقير صاحب پورا ١۴ سال حضرت خيرالدين شاهه جي درگاهه جون حاضريون ڀريون ۽ فيضياب ٿيو. سندس طريقو اويسي هو. پاڻ سائي رنگ جي پوشاڪ پهريندو هو. سندس ڪلام سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي زبانن تي مشتمل قلمي صورت ۾ موجود آهي. ١٣٨٠هه بمطابق ١٩٦٠ع ۾ سکر شهر ۾ وصال فرمائين. سندس درگاهه ڳوٺ حسين ٻيلي ۾ آهي.

## ڪلام

ٿلهه: بشر ٻهانو ٻول ٻڇي الانس سري الله چوان

رکي مشوق شتابي شاهه آيو، وَه بردو ٿي بادشاهه آيو،
ساري مُلڪ حسن جو مان آيو، عين احمَد عبدالله آيو.

لولاڪ لما جو تاج پائي، سهٽل سڀ ۾ صاف سيپائي،
قائم قادر قَدم ڪڏائي، جوش جذب جلالله چوان.

ڪعبو قدسي ڪير آهي، هُن ڪان سواءِ ٻيو ڦير نه آهي،
ريءَ سمجهه رهگو اندير آهي، ڏس جاچي ڪلام الله چوان.

ڇٽيو نه ڪنهن جو ڇايو آ، صورت سڀ ۾ سمايو آ،
هتي رائي پنهنجي آيو آ، محمَد قل هوالله چوان.



(۱۸۸۷ع- ۱۹٦۰ع)

# حافظ محمّد اسلم مهيسر

حافظ محمّد اسلم ولد حافظ جان محمد مهيسر ويٺل ڳوٺ رفيق مهيسر تعلقہ خيرپور اندازاً ۱۸۸۷ع ۾ تولّد ٿيو. مدرسہ دارالهديٰ ٺيڙهي ۾ فارسي جي تعليم ورتائين. مولود، غزل، بيت ۽ ڪافيون چيائين. پاڻ وقت جو سٺو شاعر هو. ۱۹٦۰ع ۾ انتقال ڪيائين.

# ڪلام

حسن حضرات بابرڪلت ظاهر ذاتي يزداني،
صاف صفاف آ درجات منجھ محلات انساني.

ڪاريون ڪجليون تنهن ۾ تجليون ٻرن بجليون سدائي سي،
نظارا نين آهو عين هجن دن رين لاثاني.

عجب رخسار واھ انار ٿيا قندار ڪان ٿيا ڪرڙا،
ڏسي دندان لب لالان ٿئي مرجان قرباني.

اچي عشاق ٿيا مشتاق منجھ ميثاق محبت ۾،
ٻڌي آواز ڪيائون نياز بي انداز سبحاني.

سدا صحبت مدعا محبت اها الفت آهي "اسلم"،
اول فاذڪر بعد اذڪر لفظ اظهر آ قرآني.

قافيون جلد ٣ صفحو ١۴۴٨



(١٩١١ع- ١٩٦١ع)

# ميرزا علي بخش بيگ ”ڪوثر“

ميرزا علي بخش ولد ميرزا دوست محمّد بيگ جو تخلّص ”ڪوثر“ هئو. سندس ولادت ٢٧- ڊسمبر ١٩١١ع تي ٿي. ننڍي هوندي کان تعليم جو شوق هوندو هئس ١٩٢٠ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ سيّد عطا حسين شاهه موسوي پرشن ٽيچر مقرّر ٿي آيو، مرزا ڪوثر شاهه جو شاهه صاحب کان فارسيءَ جي تعليم وٺڻ ويندو هئو. ڪيس مرزا مدد علي بيگ ۽ مرزا قربان علي بيگ جي

صحبت ۾ رهي شعر چوڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ ڊاڪٽر مرزا امداد علي بيگ جي چوڻ تي غزليات ڏي بہ متوجہ ٿيو. تعليم جا سمورا مرحلا طئہ ڪري پهرين لاڙڪاڻي ۾ انڪم ٽيڪس ۾ ڪلارڪ مقرّر ٿيو جتي نواز علي نياز ۽ ميان علي محمّد قادري وغيره سان مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هئو. ان بعد سول اسپتال ۾ ملازم ٿيو جتان ترقي ڪندي صحت کاتي ۾ ائڊمنسٽريٽر آفيسر جي عهدي تي رسيو. پاڻ صوم وصلواة جو پابند هئو. ٨- آگسٽ ١٩٦١ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

عهدِ طفلي وئي شباب آيو،
دل جي دنيا ۾ انقلاب آيو.

وقت پيري شباب جون ڳالهيون،
چڻ نظر مون کي هڪڙو خواب آيو.

رات پر بزم ۾ رخ روشن،
ڏسندي خود شمع کي حجاب آيو.

بام تي ڏسڻ لاءِ رخ پر نور،
چرخ و گردون تي ماهتاب آيو.

ڏسندي "ڪوثر" کي ساقي ڪوثر،
جام ڪوثر کڻي جناب آيو.



(۱۸۷۹ع- ۱۹۶۱ع)

# محمّد صديق "مسافر"

محمّد صدّيق ولد گلاب خان قمبراڻي ۱، اپريل ۱۸۷۹ع تي ٽنڊي باگي شهر ۾ تولّد ٿيو. قرآن شريف جي تعليم مقامي مدرسي مان حاصل ڪيائين. ابتدائي تعليم مقامي پرائمري اسڪول مان ورتي پنهنجي خدا داد قابليت جي بناءَ تي سال ۾ ٻہ ٻہ درجا پاس ڪندي ۱۸۹۶ع ۾ ورنيڪيولر امتحان پاس ڪري پرائمري استاد ٿيو. ملازمت دوران آخوند عبدالرحيم حيدرآبادي کان فارسيءَ جي تعليم

ورتائين. ١٨٩٩ع ڌاري ٽريننگ ڪاليج ۾ تربيت حاصل ڪرڻ دوران سيّد محمّد فاضل شاه مرحوم وٽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. انگريزي زبان جو به ڄاڻو هئو ۽ انگريزي ادب جا ڪيترا مضمون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا اٿس. ١٩٢١ع ۾ ملازمت تان موڪل وٺي اچي مرحوم مير غلام محمّد جو ٻانهن ٻيلي ٽي ٽنڊي باگي ۾ انگريزيءَ جو ننڍڙو اسڪول قائم ڪرايائين جيڪو هن وقت هاءِ اسڪول جي صورت ۾ موجود آهي. مسافر انهيءَ مدرسي ۾ بنامعاوضي جي درس و تدريس ڏيندو هئو. پاڻ تقريباً ٢٠٠ ڪتابن جو مصنف هئو. سندس سموري زندگي درس و تدريس ۾ گذري. ٢٤- سيپٽمبر ١٩٦١ع تي رحلت ڪيائين.

## ڪلام

اها هستي ڦٽي ڪر آٽي دل تي تون عدم پنهنجو،
هوا بازي هوس ۾ ڪيم ڪر برباد دم پنهنجو.

اٿي در خاڪ سان هردم ٽيئن آتش فشان چالءِ،
قدم پاسي نظر ڪان ڪيم ڪر تون ڪنهن به دم پنهنجو.

پلي ڪن يا وه گوئي يا وه گو ڏين گوش چو تنڪي،
عمل مُراد ڪراما آه اعليٰ ۽ اتم پنهنجو.

مسافر ماڻ موچاريءَ سندا اسلح اٿئي سهڻا،
عدون لءِ تکي تلوار ڪافي ٿيو قلم پنهنجو.



(١٩٠٤ع- ١٩٦٢ع)

# غلام عبّاس "جوش"

سندس تخلّص "جوش" ۽ والد جو نالو دوست محمد قادري هئو. پاڻ سن ١٩٠٤ع ۾ تولد ٿيو. ڳوٺ لاڙڪاڻو هئس. نوجوانيءَ کان وٺي آخري دم تائين علم و ادب جي خدمت ڪيائين. شاعري ڪيس ورثي ۾ ملي هئي. بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو انتظام جوش جي سپرد هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ جيڪي ادبي ڪانفرنسون ٿينديون هيون انهن جي انتظام ۾ به وڏو حصو وٺندو هئو. ١٩٤٦ع

۾ ڪوٽڙيل ستين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي جي استقباليه ڪميٽيءَ جو هو چيرمين هو. سندس انتقال ٢٦، فيبروري ١٩٦٢ع تي حرڪت قلب بند جي وجهه ڪري ٿيو.

## ڪلام

صد شڪر رخ ٿيو آ، مون ڏانهن يار جو ڪجھ،
مس مس ٿيو آ سامان، اکين جي ٺار جو ڪجھ.

مصري کان وڌ مٺو جيئن، منهنجو مٺو جو آيو،
ويو مرتبو وڃي جهٽ، مصري بازار جو ڪجھ.

ميت ڏسي پيو پاسو پل ڪيو مگر خدارا،
پت رکجو منهنجي دلبر، هيڏ نهار جو ڪجھ.

وعدو ڏئي وڃين تون، ڪر ياد سو پيارا،
رک شان مان پنهنجي، تون اعتبار جو ڪجھ.

اي "جوش" بارِ عصيان کان ڏيل هي ڏکي ٿو،
آٿت فقط آ رحمتِ پروردگار جو ڪجھ.

سنڌي غزل جي اوسر صفحو ٣٦١



(۱۸۹۷ع- ۱۹٦۲ع)

# ميرزا ”احسن“ ڪربلائي

ميرزا گل حسن بيگ ولد ميرزا دوست محمّد بيگ ١- مارچ ١٨٩٧ع تي ڄائو. قرآن مجيد جي تعليم ميرزا قربان علي بيگ کان حاصل ڪيائين. ١٩١٨ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ ۾ ملازم ٿيو ۽ ١٩٥٣ع ۾ آڪٽراءِ انسپيڪٽر ٿي رٽائر ڪيائين. حياتيءَ جا باقي ڏينهن ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي اسڪرپٽ رائٽر ٿي ڪم ڪيائين. ١٩١٤ع ۾ شاعريءَ جو آغاز ڪيائين، سندس تخلّص

احسن ڪربلائي هئو، شروع ۾ واصف مرحوم سان گڏ ڪورين جي پڙ حيدرآباد ۾ مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هئو. ١٩٢٨ع کان ١٩٤٥ع تائين انجمن اماميه جي ساليانه اجلاس ۾ قومي نظم پڙهندو هئو، آخر ۾ جميعت الشعرا سنڌ ۽ بزمِ خليل جو سرگرم رڪن ٿي رهيو. پاڻ نهايت سٺو خوش خط هو ۽ ڪيس سيروسياحت جو پڻ شوق هئو. ٦٨ سالن جي عمر ۾ ٢٨- اپريل ١٩٦٢ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

گناهن کان حالت بتر ٿي وئي،
سندم پڻ حياتي زهر ٿي وئي.

جواني گناهن ۾ گذر ٿي وئي،
۽ غفلت ۾ پيري بسر ٿي وئي.

مدايون سڀئي معاف ٿين منهنجون مولا،
جي تنهنجي ڪرم جي نظر ٿي وئي.

ٿي ويندي سندم مغفرت حشر ۾،
خدايا جي تنهنجي نظر ٿي وئي.

گناهن ۽ ڏوهن سندي بار کان،
اي "احسن" سندم خم ڪمر ٿي وئي.



(۱۸۸۲ع- ۱۹٦۲ع)

# الله ڏنو فقير

”فقير الله ڏنو پٽ جيئندو ماڇي وينل ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقه سنجهورو ضلع سانگهڙ. سندس جنم ۱۸۸۰ع[1] ۾ ٿيو. ڪيس ننڍي هوندي کان ئي ڳائڻ جو شوق ٿيو. ان وقت پير حسن بخش شاهه ڊنڙي واري فقيري اختيار ڪئي ۽ الله ڏني فقير کي پنهنجي مريدن ۾ شامل ڪيائين. پير صاحب جي وفات بعد منٺار فقير راڄڙ جي صحبت ۾ شاگردي اختيار ڪيائين. ان وقت هو

پنهنجو ڪلام چوڻ لڳو. فقير الهه ڏنو فطرتاً خوش مزاج ۽ خوش طبع هئو. ڪافيون تہ هڪ هزار ڪان مٿي ٿاهيون اٿس پر مختلف موقعن تي سندس في البديه چيل بيت خوش طبعي ۾ شامل آهن.[2]" الله ڏني فقير جو انتقال ٢ ذوالحج ١٣٨١ھ[3] مطابق ٧- مئي ١٩٦٢ع تي ٿيو.

## ڪلام

چڱي ڪر چڱو ٿين پلي لا سڄاٺي،
هستي ۽ هئڻ جو تندو چو ٿو تاٺي.

سُو گهرڻ پرڪي، گهاٺو پوڻ گهر ڪي، گهلا ڳالهه هيءَ اٿئي، صريحا سڃاٺي.

جهڙي آهي ڪرٺي، تهڙي آهي پرٺي، ڪدي چڏ قلبُون، ڪلفت جي ڪهاٺي.

جيڪا پوڪ پوڪيندون، سي ساڳي ويندون، لفعي ۽ چيهي جي، اها اٿئي اُهڃاٺي.

ثابت ڪر سچائي، ڪوڙي ڪڍ ڪچائي، الهه ڏنا اهو جي، تون ڄاڻ ڄاٺي.

---

١- نئين تحقيق موجب سندس ولادت ١٨٨٢ع ۾ ٿي. طالب المولىٰ
٢- از ڊاڪٽر بلوچ ڪافيون جلد ١ ص ٣٦٥
٣- رسالو خدائي ڪلام منٺار فقير



(۱۸۹۸ع- ۱۹٦۳ع)

# سيّد ميران محمّد شاه ”مهجور“

سيّد ميران محمّد شاه ولد سيّد زين العابدين شاه ۱۹- مارچ ۱۸۹۸ع تي تولّد ٿيو. ابتدائي تعليم ٽکڙ جي ملان مکتب ۾ حافظ محمّد يوسف ۽ حافظ هارون دلگير وٽ ورتائين. سنڌ مدرسته الاسلام مان ۱۹۱۷ع ۾ مئٽرڪ، ڊي- جي ڪاليج مان ۱۹۲۱ع ۾ بي- اي ۽ گورنمينٽ لا ڪاليج بمبئي مان ۱۹۲۳ع ۾ ايل- ايل- بي پاس ڪري ۱۹۲۴ع ۾ وڪالت شروع ڪيائين. ۱۹۲٦ع ۾

ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جو چيئرمين ۽ ۱۹۲۴ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيو. ۱۹۳۷ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ ۱۹۳۸ع کان ۱۹۴۸ع تائين ان جو اسپيڪر ٿي رهيو. ۱۹۴۸ع کان ۱۹۵۲ع تائين سنڌ سرڪار جو وزير رهيو ۱۹۵۴ع ۾ اسپين ۾ پاڪستان جو سفير ٿيو. ۱۹۵۴ع کان ۱۹۵۷ع تائين ڪراچي امپرومنٽ ٽرسٽ جو چيئرمين مقرر ٿيو. ۱۹۵۸ع ۾ ايگريڪلچر بينڪ جو پهريون صدر ٿيو، ٻيو به گهڻو ڪجهه ڪاميابيءَ سان ڪيائين جاءِ نه هئڻ ڪري قصو اتي ختم ڪجي ٿو. سندس انتقال ١٦- نومبر ۱۹۶۳ع تي حيدرآباد ۾ ٿيو. شاعريءَ ۾ پهرين "مير" ۽ بعد ۾ "مهجور" تخلص طور آندو اٿس.

## ڪلام

عشق وارن کي عجيبا عيش جو ڪونهي ضرور،
سوز سڪ ۽ سور مان تن جي سري سيني سرور.

نينهن نازڪ جو نشان ٿي، هٿ قربن جي ڪسڻ،
مرڪ مشتاقن سندو ۽ شير مرد جو شعور.

رنج راحت فرح محبت جو نه سڪندن کي سماءِ،
عشق جي آتش سندو تن ۾ تپي تن جو تنور.

جيءَ جفا ته به دل صفا، عاشق سچا سهٽي سندا،
ناز ٿا ناڪار پائن ۽ غصو جاڻن غرور.

منٿ جي هن مير کي منهڙو پسائي ماه رو،
تان هيئن تان هوند هنجي، هجر جو هيڪر حرور.



(۱۹۰۲ع- ۱۹٦۴ع)

# قاضي احمد ابڙو ”حاجن“

سندس والد جو نالو قاضي عبدالستار ابڙو ۽ تخلص ”حاجن“ هئو. پاڻ ۱- جنوري ۱۹۰۲ع تي ڄائو. سندس وڏا اصل هالا نوان ۾ رهندا هئا پر پوءِ ڪن سببن جي ڪري لڏي وڃي ڪوٽڙي ضلعي دادو ۾ ويٺا. حاجي احمد جو والد حڪمت جو ڪم ڪندو هئو، البت پاڻ سنڌي فائنل پاس ڪري وڃي حيدرآباد ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو ۽ سموري نوڪري اتي ڪيائين. نهايت خوش طبع ۽

خوش اخلاق هئو. ڪيس نندپڻ کان ئي ڳائڻ جو شوق هوندو هئو ۽ ان شوق ۾ پاڻ خود بہ ڪافيون ڪلام چوڻ لڳو. سندس سمورو ڪلام قلمي صورت ۾ سندس فرزند وٽ محفوظ آهي. پاڻ ١٧- نومبر ١٩٦٤ع تي ڪوٽڙيءَ ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

## ڪلام

جيڪي رات سنيا سي سڏائي ويا، دک درد جو دونهون دکائي ويا.

اٺي آڏي ڏيئي هاڙي هوت هليا، پائي الفي اسر ڏيئي رهندا رهيا،
ڪنهن جي جهل نہ پرين پرديسي جهليا، خالي خاڪ لڳن تي وسائي ويا.

سي ساميئڙا پنهنجا ساريان ٿي، رويو روز هنجون ڳل ڳاڙيان ٿي،
ويٺي واٽون تن لاءِ واجهايان ٿي، من مرلين ساڻ ريجهائي ويا.

اڄ جوڳيئڙا پنهنجي جوءِ ڇڏي، وڃي ماڳ ڪري وينا بَر ۾ اڏي،
منهنجي دل تي سورن جا ساٽ لڏي، ڏيئي ڏاج ڏکن جو ڏکائي ويا.

ڏسي "حاجن" ڪي حيران سڄو، جادو جيءَ ۾ جوڳي تہ جاڳائي ويا.



(١٨٩٠ع- ١٩٦٥ع)

# سيّد نور محمد شاه ”نورل“

سيَد نور محمد شاه جي ولادت ٧- جنوري ١٨٩٠ع تي ڳوٺ موري منگر تعلقي حيدراباد ۾ ٿي. سندس والد جو نالو سيد اسماعيل شاه هئو.

”پاڻ متعلوي واران جي ميان پوٽہ پاڙي جي ڳاڙهيا شاخ مان هئو. جو اڳتي هلي سندس وڏي سيد مير علي شاه هراتيءَ جي نسبت سان اميرالمومنين حضرت علي المرتضيٰ سان ملي ٿو. اهڙو شجره نسب ”ڪلياتِ نورل“ ۾ شايع ٿي چڪو آهي. هن خاندان مان ڪيترائي صاحبِ علم و حڪمت ۽ مشاهير پيدا ٿيندا رهيا آهن، جنهن مان هڪ سيد ڪبير شاه سنڌي زبان جو بي مثال سگهڙ ۽

شاعر مشهور ٿيو.[1]"

"ابتدائي تعليم پيندي شريف جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. نورل صاحب جي شعر چوڻ جي ابتدا پڻ شاگرديءَ جي زماني ۾ ٿي. سندس قابليت ۽ ذهانت کان متاثر ٿي ان وقت جي ڊپٽي صاحب ڪيس پيندي شريف جي پرائمري اسڪول ۾ نائب ماستر مقرر ڪيو. جتان ١٩٤٦ع ۾ رٽائر ڪيائين. پاڻ جيڪو بہ شعر چوندو هو، سو پنهنجي هٿ لکيل بياض ۾ درج ڪندو ويندو هو. سندس هٿ اکر خوشخطيءَ جو هڪ نادر نمونو آهن. سندس ڪلام مناجاتن رباعين، غزلن، قصيدن، مداحن، مرثين ۽ منظوم خطن تي مشتمل آهي.[2]"

سيد حاجي نور محمد شاهہ آباؤاجداد کان حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ رحمت جو مريد هو. پاڻ ٢٥- مئي ١٩٦٩ع ۾ حيدرآباد مون (طالب المولى) ڏانهن سندس اکرن ۾ مندرجہ ذيل قطعو لکي موڪليو هئائين، جيڪو بطور يادگار پيش ڪجي ٿو: سيد نور محمد "نورل" جو وصال ١٦- فيبروري ١٩٦٥ع تي ٿيو.

## ڪلام

اي صبا، ڪا سُڌ سما ڏي دلربا دلدار جي، خوش طبع، شيرين زبان، گوهر فشان گفتار
سيم تن، سيبِ ذقن غنچہ دهن لءِ دل سڪي، آهہ اُڪنڊ آهو چشم، گل جسم گل رخسار
جن سوا ساعت نہ سک، تن ري ٿيا مهنا منکي، هاءِ منهنجو هانوُ هھڙي هول کان ويو هار
انتظاريءَ ۾ ويچاري بيقراري بار بار، من ملي مئيءَ کي تسلي ماهرو مختار
يا خُدا 'نورل' گدا جي هيءَ صدا ڪر تون قبول، بخش درباني ڪيم، دلدار جي دربار

---

١-سيد صالح محمد شاهہ.

٢- مهراڻ سوانح نمبر، سنڌي ادبي بورڊ

٣- ڪلياتِ نورل، مرتب پروفيسر محبوب علي چنا



(١٩٣٤ع- ١٩٦٥ع)

# فقير وحدت علي نُقرچ

فقير الله بخش عرف وحدت علي ذات جو نُقرچ هئو. ٩- اپريل ١٩٣٤ع تي ڄائو. سيّد شفيع محمّد شاه جيلاني اگهامائي واري (عرف مٺو) جو طالب ٿيو. فقير صادق ۽ فقير پنيري جي صحبت ۾ رهڻ جي ڪري شاعري ڪرڻ لڳو. جيڪا قلمي رسالو جي صورت ۾ موجود آهي. سندس وصال ٢۴، جولائي ١٩٦٥ع بمطابق ٢۴، ربيع الاول ١٣٨٥ھ تي ٿيو.

# ڪلام

ٿلهه: ڪري سوداگر سِرَ جي، اچي ايوان تو ڪوڪو،
هٽي نعرو نچي نانگو، ٽيئي نيشان تو ڪوڪو.

بحر بيخود واري بندر، منّي جي موج تي مُرڪي،
ڏئي سِرُ سُرڪ تي سَٽَ ۾، پيئي پيمان تو ڪوڪو.

لڪين منجا ملن ماڪيءَ مٽي، مشتاق ٿا ماهر،
ڪڙي قاتل ڪڏي ڪاهي، مرد مستان تو ڪوڪو.

عقل جو اِت نَڪو چارو، نڪا ڪا عارضي اٽڪل،
دلاور دار تي دائم، اچي ديوان تو ڪوڪو.

ويڙهي "وحدت علي،" عاشق اچن اظهار تي ارڏا،
پچائن پَهه ڪيئي پوپٽ، پچي پروان تو ڪوڪو.



(۱۸۹۴ع- ۱۹۶۶ع)

# پير عبدالستّار جان ”پير“

پير عبدالستّار جان ولد خواجه حسن جان سرهندي ٽکڙ ۾ ۱۳۱۱ھ/ ۱۸۹۴ع ۾ تولّد ٿيو. ابتدائي تعليم ٽکڙ ۾ حافظ محمّد يوسف وٽ ورتائين ۽ باقي تعليم ٽنڊي سائينداد جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. پير صاحب فارسي، عربي، اردو ۽ پشتو سُٺي ڄاڻندو هو ۽ رواني سان ڳالهائيندو هو. شڪل جو سهڻو ۽ گفتگو لذيذ ڪندو هئو. سير و سياحت جو بيحد شوقين هئو، تقريباً سڄي اسلامي دنيا

ڏني هئائين. شاعريءَ سان ننڍپڻ کان ئي شوق هُيس. ٽنڊي سائينداد ۾ ”انجمن شعرا“ برپا ڪيائين جنهن جي تحت هفتيوار مشاعرا ٿيندا هئا. سندس ڪلام تي ٽکڙ جي عظيم ڪافي گو شاعر حافظ شاهه جو رنگ غالب آهي. پاڻ ١١- اپريل ١٩٦٦ع تي وصال ڪيائين.

## ڪلام

عاشق و معشوق جامِ وصل مان مخمور ٿئي،
محو مقصد ۾ رهي ٿيا مست چڪنا چور ٿئي.

هڪ چوي اچ ويهه اکين تي ٻيو چوي سيني اندر،
گاهه هت گاهي هتي هر جاءِ ۾ مسرور ٿئي.

ناز ڪمزور يار تنهنجو، نياز نورڻ مون سندي،
هر گهڙي هر شعر ۾ ماڻهو ڪندا مذڪور ٿئي.

هي ٻڌي مصرع ته موزون پير کي آئي پسند،
دل ٻه وئي دلبر ٻه ويو ڪنهن سان سليان هي سور ٿئي.



(١٩١٠ع- ١٩٦٦ع)

# رئيس ضياالدّين ”ضيا“

”ضيا“ سنڌ جي مشهور شاعر شمس الدّين بلبل جو فرزند هو. سندس ولادت وقت جي اهل الله ۽ مجذوب درويش غلام محمّد سوڍر جي دعا سان ١٥- ڊسمبر ١٩١٠ع تي ٿي. ميٽرڪ لاڙڪاڻي مان ۽ ١٩٣٨ع ۾ ايم- اي (فلاسفي) ۽ ايل- ايل بي عليگڙھ مان پاس ڪيائين. ١٩٤٣ع ۾ مسلم ڪاليج، ۾ منطق ۽ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرّر ٿيو ليڪن جلدي ملازمت ترڪ ڪري اچي دادو ۾

وڪالت شروع ڪيائين ۽ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. پنهنجي والد جي ياد ۾ ميهڙ ۾ "بزم بلبل" قائم ڪيائين جنهن جي تحت ماهوار مشاعرا ٿيندا هئا. انجمن آفتابِ ادب دادو جو صدر ۽ جميعت الشعرا سنڌ جو وائيس پريزيڊنٽ به هو ان کان سواءِ ڪجھ وقت "اديب سنڌ" جو ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ آخر وقت ۾ هفتيوار اخبار "تنظيم عوام" پڻ جاري ڪيائين. سندس ڪوشش سان ١٩٤٨ع ۾ ميهڙ ۾ نائين ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي. ١٤- ڊسمبر ١٩٦٦ع تي دادو ۾ رحلت ڪيائين.

## ڪلام

حرص و هوس جي واءُ نہ دل جي وساءِ شمع،
ڪاري آ ڪاڪ ۾ نہ گذارو سواءِ شمع.

ساقي تي مي سبُو تي نظر هُئي سين جي پر،
پرواني ٿي ڏٺو نہ ٻيو ڪجھ سواءِ شمع.

وڏندي وجي ٿي رات، تہ ٻڏندي وجي ٿي دل،
آيو نہ شمع رُو تہ مگر تون نياءِ شمع.

تو کان "ضيا" ملي هي زماني کي روشني،
رهندو جگر جو داغ ٿي روشن بجاءِ شمع.

سنڌي غزل جي اوسر صفحو ٣٨٢
وياسي وينجهار صفحو ٢٢٠



(۱۹۰۴ع- ۱۹۶۷ع)

# سيّد جهنگل شاهه مست

سيّد جهنگل شاهه، ڳوٺ مولودي شريف تعلقه گهوٽڪي ضلعي سکر ۾ سن ۱۳۲۲هه بمطابق ۱۹۰۴ع تي ڄائو. سندس والد جو نالو سيّد عظيم شاهه بخاري هئو. سندس نالي بابت روايت آهي ته پاڻ ڄائو ئي ٻي رات غائب ٿي ويو، سندس والد ڏاڍو پريشان ٿيو. ڏاڍو ڳولهيئون ڦولهيئون، آخر سندن حويليءَ جي پرسان جهنگل هئو اُتي ڏٺئون ته شاهه صاحب ملين. ستن سالن جي عمر ۾ کيس مدرسي

۾ وهاريو ويو، پاڻ مستاني طبيعت جو هوندو هئو ۽ صوفين ۽ درويشن جو راڳ هلي مَلي وجي ٻڌندو هئو. انهيءَ شوق ۾ طلب ڪيس اولادي امير جو طالب ڪيو. شاعري ۾ ڪيائين جيڪا قلمي رسالي جي صورت ۾ موجود آهي. ۲۱، شعبان ۱۳۸۷ھ بمطابق ۲۴- نومبر ۱۹٦۷ع تي وصال ٿيس. سندس درگاھ ڳوٺ مولودي شريف ۾ آهي. جتي هر سال شعبان جي مهيني ۾ تاريخ ۲۱- ۲۲ ۽ ۲۳ تي ميلو لڳندو آهي.

## ڪلام

اچي ٿي حال ۾ حاضر، قلندر لال لاهوتي،
سوا تنهنجي نہ ٻيو ڪو در، قلندر لال لاهوتي.

تون آن پيارو پيغمبر جو، سخي سردار سروَر جو،
تون آن حسبي نسبي حيدر، قلندر لال لاهوتي.

تنهنجي دربار آ عالي، قلندر لال لڄ پالي،
موتي ويندس نہ گهر خالي، قلندر لال لاهوتي.

تنهنجي در تي جهڪن سارا، سڪندر شاھ ۽ دارا،
ڪيئي ارباب ۽ اڪبر، قلندر لال لاهوتي.

چوي "جهنگل شاھ" توکي هرهر، ملي معافي مٺا منور،
آهيان عاجز تنهنجو سڳدر، قلندر لال لاهوتي.



(١٩٥٣ع- ١٩٦٨ع)

# صوفي "راضي" فقير درازي

صوفي "راضي" فقير جي ولادت ١٩٠٣ع ۾ ٿي. سندس والد جو نالو ڪريم بخش هئو. پاڻ پير جي ڳوٺ خيرپور جو رهاڪو هئو. حافظ غوث محمّد شاهه صاحب کان قرآن پاڪ جي تعليم حاصل ڪيائين ۽ حضرت ڪرم الله شاهه صاحب جيلاني گهوٽڪي واري جو طالب ٿيو. سندس شاعري جو رسالو موجود آهي. ١- فيبروري ١٩٦٨ع مطابق ١- ذوالقعد ١٣٨٧ھ تي انتقال ڪيائين.

زندگيءَ جو گهڻو حصو لاهور ۾ رهيو وفات به اتي ئي ڪيائين ۽ سندس آخري آرامگاهه به لاهور ۾ ئي آهي.

## ڪلام

تلهه: واهه واهه عشق پڙهائي نماز مينون،
ڪر وحدت وچ گلزار مينون.

آيا نور نظر صفا سيني اندر،
مليا يار سچا همراز مينون.

دل چاڪ درد هجر جانِ جان جگر،
ڪيتا سوز برهون ناساز مينون.

"راضي" باتقدير ڪيتا ربَ فقير،
نت نينهن سکايا نماز مينون.



(۱۹۰۴ع- ۱۹٦٨ع)

# لطف الله "لطف" بدوي

لطف الله بدوي" لطف" ولد امام بخش خادم جي ولادت ۲۱، جولاءِ ۱۹۰۴ع تي ٿي. پاڻ شڪارپور جو رهندڙ هئو. سندس والد بہ پنهنجي دور جو وڏو شاعر هئو. لطف الله بدوي خود بہ پختہ ۽ قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. علم و ادب جي خدمت جي ڪارڻ دنيا ئي ادب ۾ وڏو مرتبو حاصل ڪيائين. سندس انتقال ۱۹- ڊسمبر ۱۹٦٨ع تي ٿيو.

# ڪلام

تلخ ڪامي جي شڪار آهي، سدا فرصت سندم،
سَوُي نيرنگيءَ عالم، ديده عبرت سندم.

مان در سلطان ڪان هر دم ڪناره ڪش رهيس،
طعنه زن آ قهر شاهي تي سَدا غربت سندم.

مان نٿو ڄاڻان ته مون وٽ نور آ يا نار آ،
قلب جي گرمي سان شامل آهه هر حرڪت سندم.

نغمهٔ دائود ڪي هر نغمهٔ غم ۾ ڏسان،
عيب منهنجي ڪي نه ڏس، هي ڏس سچي حيرت سندم.

غالب و عرفي، نظيري جو مقلّد آن، "لطف"،
آ حديثِ سيّدِ شيراز سان نسبت سندم.



(۱۸۹۶ع- ۱۹۶۹ع)

# مولوي حاجي احمد ملاح

مولوي حاجي احمد ولد نانگيو ملاح ۱۸۹۶ع ۾ روپاھ ماڙي لڳ ڳوٺ کنڊو ۾ پيدا ٿيو. ننڍي هوندي مال چاريندو هُئو، ان وقت تعليم جو بندوبست ڪونہ هو ان ڪري علم جو چاھ بہ گهٽ هو. اوچتو ڪيس علم حاصل ڪرڻ جو شوق جاڳيو، پهريائين ڀهڏمي تعلقہ بدين جي مدرسي ۾، ۽ پوءِ جدا جدا، مڪتبن مان سنڌي، فارسي، اردو ۽ عربي جي تعليم ورتائين. مدرسہ مظهر العلوم

بدين جو بنياد وڌائين ۽ غريب آباد ۾ ہ مدرسو قائم ڪيائين جيڪو اڄ "اسڪول غريب آباد بدين" جي نالي سان موجود آهي، جنهن جو پاڻ معلم اعليٰ ۽ منتظم ہ ٿي رهيو. خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ ان ڪري جيل ۾ ہ ويو. قرآن پاڪ جو منظوم ترجمو پڻ ڪيو اٿس جيڪو نورالقرآن جي نالي سان مشهور آهي. شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس، سندس شعر عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ سرائڪي زبان ۾ چيل آهي. ديوان احمد ڪان سوا سندس ڪيئي ڪتاب منظرعام تي اچي چُڪا آهن. سنڌي شاعريءَ ۾ سندس نالو عزّت ۽ احترام سان ورتو ٿو وڃي. پاڻ ١٩- جولائي ١٩٦٩ع تي وصال ڪيائين سندس آخري آرام گاهه معصومن جو مقام لڳ بدين ۾ آهي.

## ڪلام

دم ڪو آهيون يا نہ آهيون، خواب آهي يا خيال،
هي بزرگيون بادشاهيون خواب آهي يا خيال.

خاڪ ٿيندا خاڪ ۾ خاقان توڙي خان سڀ،
هي خوشيون هي خانگاهيون خواب آهي يا خيال.

هي حڪم هي حڪمتون هي حرف توڙي حرفتون،
شغل شاديون شوق شاهيون خواب آهي يا خيال.

هي سڳا ۽ سڳر ۽ هي صاحبيون ۽ صحبتون،
هي صبوحيون هي صراحيون خواب آهي يا خيال.

آهي احمد چئي، امن جو آسرو الله وٽ،
ٻيا پنارا ۽ پناهيون، خواب آهي يا خيال.



(۱۸۹۲ع- ۱۹٦۹ع)

# نوّاب عرض محمّد خان لغاري

نوّاب عرض محمّد خان ولد محمّد خان ولد علي محمّد لغاريءَ جي ولادت ٢٦- سيپٽمبر ١٨٩٢ع تي ٿي. "تعليم، پنج درجا اسڪول ۾ پڙهيائين ان بعد کيس پنهنجي والد صاحب پڙهايو، پنهنجي تجربي ۽ مطالعي مان گهڻو ڪي پريائين. متانت ۽ سنجيدگي سندس طبيعت ۾ نمايان هئي. اڍائي سوَ کن سنڌي ڪلام ۽ ڪافيون، ٻيا بيت چياائس[1]." سندس وفات ١٩٦٩ع ۾ ٿي.

# ڪلام

منهنجي لٽي ڪاڻ جيڏيون ڙي! پنهل آيو مون گهر پيهي پيهي الا.

١- هُيس اصل ڪٿون ٻانهي ٻاروچن، سنگ سياپو مون ناهو تن،
ڪيئون ڪرم پاڻ جيڏيون ڙي، آئون ته هيس اڳهين جيهي تيهي الا.

٢- آئي پنهونءَ جي عيدون ٽيڙيون، بادل برسي بوندو پيڙيون،
ٽيون خوشيون هاڻ جيڏيون ڙي، ڳالهه ڪريان تن جي ڪيهي ڪيهي الا.

٣- "عرض محمّد" جي لڙهه لڳيس، ڇڏي پنهور ڪي پينر پڳيس،
اهڙي ان اهڃاڻ جيڏيون ڙي، مولا ملايا سيئي سيئي الا.

---

١- ڪلام فقير نواب ولي محمد لغاري



(۱۸۸۹ع- ۱۹٦۹ع)

# مهدي سائين

نالو غلام مهدي (ولد امام بخش شاهه ولد سيد ويڌل شاهه) پر مشهور مهدي سائين. عمر سندس ۸۰ سال کن ٿيندي. آخر ۾ جتي رهائش اختيار ڪيائين انهيءَ مڪان کي "پيالو" سڏيندو هئو، ميرعلي ڏني خان سان خاص تعلقات هيس. منهنجي (طالب المولىٰ) والد صاحب قبله جن سان، به گهاٽا تعلقات هيس. هميشه چير پيرن ۾ ٻڌندو هئو ۽ نچندو ۽ ڳائيندو هئو. جڏهن به هالا ۾

ايندو هئو ته آءٌ ملڻ لاءِ وٽس ويندو هوس. پڇاڙيءَ ۾ ضلع خيرپور ۾ شاهاڻن جي ڳوٺ پرسان، ڪٻڙ پرسان رهڻ لڳو. باتهذيب، باادب، باتميز ۽ بااخلاق هئو. مون کي بيحد تعظيم ڏيندو هئو ايتري قدر جو اٿي ملندو هئو ۽ اٿي موڪلائيندو هئو، هميشه پنهنجي سيرانديءَ وهاريندو هئو.

## ڪلام (ڪافي)

اونڌي ڪنڌا ادا سي، الله سين اورين.
پاڻي منهن موتن ۾، الله سين اورين.
عدل انصاف جا، ويٺا تن تورين.
"مهدي" جي ميلاپ لاءِ، ڏک اندر ڏورين.



(١٨٩٢ع- ١٩٧٠ع)

# ڊاڪٽر قاضي علي احمد ”علي“

ڊاڪٽر قاضي علي احمد ٣٠- سيپٽمبر ١٨٩٢ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو، والد جونالو شمس الدّين ۽ تخلّص ”علي“ هئس. ابتدائي تعليم ميونسپل اسڪول مان حاصل ڪيائين. ١٩١٨ع ۾ جونيئر ۽ سينيئر ايل- سي- پي- ايس جو امتحان بمبئي مان پاس ڪري ميڊيڪل سروس اختيار ڪيائين. ١٩٢٣ع کان ١٩٤٦ع تائين ميڊيڪل اسڪول حيدرآباد ۾ خدمتون انجام ڏيندو رهيو. ڪجھ عرصي

لاءِ جيمس آباد ۾ به ميڊيڪل آفيسر ٿي رهيو، جتان ڊئريڪٽر هيلٿ سروس جو عهدو ماڻي ۱۹۵۳ع ۾ رٽائر ٿي مسلم آباد ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير ٿيو. پاڻ پنهنجي دور جو بهترين شاعر هو. سندس استاد ميرزا قربان علي بيگ قربان هئو، جنهن جي فيض سان صاحب ديوان ٿيو. پاڻ سٺو ڪاتب به هُئو. ۲۷- جنوري ۱۹۷۰ع تي حرڪتِ قلب بند ٿيڻ سبب انتقال ڪيائين.

## ڪلام

ڏسي سهڻي سندءِ صورت سڄي ماهيءَ دل چري ٿيندي،
سندءِ پيڪان مژگان جو نشانو هي وري ٿيندي.

هئي تيرِنگهه جو بيڪمان ڪيئن دل سندم پاره،
نه تيرانداز ڪنهن ٻئي کان اها ڪاريگري ٿيندي.

حسينان جهان تارن جيان تمڪن پيا دلبر،
لڪي ويندا جڏهن خورشيد جي جلوه گري ٿيندي.

خدا ڪيو اشرفِ مخلوق توکي پوءِ تڏهن توسان،
پري ۽ حورو غلمان جي ڀلا ڪيئن همسري ٿيندي.

قيامت ۾ جڏهن دنيا سڄي نفسي پڪاريندي،
اسان لاءِ مومنو مرسل سندي ات سروري ٿيندي.

"علي" ڪر خوف خالق جو سڄهڻي ٿور روزِ محشر جو،
گناهن جي ڀري سر تي ۽ دوزخ جي چري ٿيندي.



(١٩٠١ع- ١٩٧٠ع)

# حيدربخش جتوئي ”حيدر“

حيدر بخش جتوئي ٧- آڪٽوبر ١٩٠١ع تي ڳوٺ بکي ديري تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو الهداد جتوئي ۽ تخلّص ”حيدر“ هئو. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد مختيارڪار جي عهدي تي فائز ٿيو. ١٩٤٥ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي هاري ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ وفاق ۾ رهندي سنڌ جي صوبائي حقن لاءِ جدوجهد

ڪيائين ۽ ون يونٽ جي مخالفت جي ڪري قيدوبند جو صعوبتون پڻ سٺيون. پاڻ منفرد ۽ بهترين شاعر هئو سندس ٺهيل ڪلام ڪافي مقبول ٿيا. ٢١- مئي ١٩٧٠ع تي رحلت ڪيائين، ڪيس غلام شاهه ڪلهوڙي جي مقبري جي ٿلهي تي سپردخاڪ ڪيو ويو.

## ڪلام

بهاري آهي دنيا ۾ ۽ جنبش آ گلستان ۾،
هوا مشغول آهي جا بجا تفريح انسان ۾.

لڏي ٿي شاخ پر ميوه بيابان ۾ ۽ بستان ۾،
رهي ٿي محو ڏينهن ۽ رات جو عشرت جي سامان ۾.

گلن ۾ ڏسجي ٿو جوش جواني صبح خندان ۾،
سيراب ۽ مشڪ ٺهي گڏ ڪيا اٿن مغز پريشان ۾.



(۱۸۷٦ع- ۱۹۷۰ع)

# ميرزا علي نواز بيگ "خسروي"

ميرزا علي نواز بيگ بن ميرزا محمّد رحيم بيگ بن ميرزا خسرو بيگ، ويٺل ڳوٺ ٽنڊو نورهو حيدرآباد ۱۲- سيپٽمبر ۱۸۷٦ع تي تولّد ٿيو. ابتدائي تعليم آخوند علي محمّد جي مدرسي مان حاصل ڪري ۱۸۹۵ع ۾ بمبئي يونيورسٽي مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ۱۹۰۲ع ۾ ڪمشنر سنڌ جي آفيس ۾ پهرين ڪلارڪ مقرر ٿيو. جلدي ميرمنشي ٿيڻ بعد ۱۹۰۴ع ۾ ميرپور ساڪري ۾

مختيارڪار ٿيو ۽ بعد ۾ ١٩٣١ع تائين مختلف هندن تي ڊپٽي ڪليڪٽر تي رهيو. عربي ۽ فارسي جي تعليم قاضي احمد کان ورتائين. ميرزا خسروري بيگ پنهنجي والد سان گڏ مير حسن علي خان، مير حسن علي خان ۽ مير نور محمّد خان جو ڪچهريون پڻ ڏٺيون هيون. پاڻ سياءَ جو مائيٽو ۽ درويش صفت انسان هُو. ڪتاب تصنيف ڪرڻ ۽ مطالعو ڪرڻ سندس خاص مشغلو هُو. جيڪو آخري وقت تائين جاري رهيو. سندس تصنيفات ۾ هيٺيان ڪتاب جهڙوڪ "خاتون جنت" "تاريخ اسلام" "آفتابِ صه رسالت" "سرتاج امامت" "صراطِ مستقيم" وغيره قابل ذڪر آهن. ان کان سواءِ ڪيترن فارسي ڪتابن جا ترجما به ڪيائين سندس. انتقال ١٩٧٠ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

هر شيءِ ۾ حسن تنهنجو مڪرّر نظر اچي ٿو،
صنعت ۾ ڪونه تنهنجو همسر نظر اچي ٿو.

عالم جو ذرو ذرو قدرت جو آهي منظر،
ڪک پن ۾ معرفت جو دفتر نظر اچي ٿو.

آلِ رسول صه شافع روزِ جزا اسان جا،
هر هڪ انهن مان بيشڪ رهبر نظر اچي ٿو.

بخشش گهران ٿو توکان صبح ومسا الاهي،
توکان سوا نه مون کي ٻيو در نظر اچي ٿو.

اي "خسروري" شغل لک ذڪرِ خدا جو هردم،
بي شبه فعل اهڙو بهتر نظر اچي ٿو.



(۱۹۰۷ع- ۱۹۷۲ع)

# سرشار عُقيلي

حاجي الله بخش سرشار عقيلي ولد حافظ حاجي محمّد صديقي عقيلي، ۲۱- جنوري ۱۹۰۷ع تي ٺٽي شهر ۾ تولّد ٿيو. سرشار عقيلي هڪ باتميز، بااخلاق ۽ تهذيب يافته شخص هئو. اديب به هئو ۽ شاعر به پر شاعر به سُٺو شاعر هُئو. ڪجهه نثر نويس به هئو. ۱۹۵۴ع ۾ ڪيس اداره روح أدب جو جنرل سيڪريٽري ۽ ۱۹۵۵ع ۾ بزمِ طالب المولىٰ سنڌ جو سيڪٽري جنرل مقرّر ڪيم. ۱۹۵۸ع ڌاري

ملازمت تان رٽائر ٿيو. ١٥- جنوري ١٩٧٢ع تي وفات ڪيائين ۽ ٺٽي ۾ مدفون ٿيو. مون سان (طالب الموليٰ) تعلق ۾ اچڻ وقت ۽ ڪجھ زمانو پو ٻہ نهايت عمدي حالات ۾ هئو.

## ڪلام

نہ محفل آهي سا محفل نہ جنهن ۾ يار هجي،
مگر هجي تہ پو اينهين جو هم ڪنار هجي.

وصالِ يار جي اي دل نہ آرزو ڪر تون،
ڪري سو جنهن کي قيامت جو انتظار هجي.

نہ تير، تير کو تيرِ نظر جي مٽ آهي،
نہ تير، تير ٿئي جو نہ دل جي پار هجي.

خمار ڏين تہ اهو ڏي خمار اي ساقي،
جو قبر مان ٻہ اٿان تہ ٻہ اجان خمار هجي.

بهار منهنجي اي "سرشار" دلبهار جي هٿ،
ٿيو ڇا باغ، جهان ۾ ڪٿي بهار هجي.



(۱۹۱۰ع- ۱۹۷۲ع)

# فقير سرت علي ڪورائي

فقير سرت علي ولد ٻُڍو خان ڪورائي، ڳوٺ شاھ محمّد ڪورائي تعلقہ سامارو ضلعي ميرپور خاص جو رهاڪو هُئو. سندس ولادت ۲- جولائي ۱۹۱۰ع تي ٿي. فقير سرت علي هڪ ڏينهن محمّد فقير کٽياڻ وٽ راڳ جي محفل ۾ حاضر ٿيو متس فقير صاحب جي راڳ جو ايڏو تہ اثر ٿيو جو پاڻ سندس (محمّد فقير کٽياڻ جو) طالب ٿي پيو. فقير سرت علي، چڱو شاعر ٿي گذريو آهي سندس

ڪلام جو قلمي ڪتاب موجود آهي. فقير سرت علي ڪورائي جو انتقال ٢٧- ربيع الاول ١٣٩٢هه/ ١٢ - مئي ١٩٧٢ع تي سومر جي رات ٿيو.

## ڪلام

ٿلهه: جيئن پرين پيارو، پرتئون پيمان عشق جو،
تيئن من ۾ مدامي، محڪم مُنخان عشق جو.

جيئن آدم ڏنو هو اصلئون، امتحان عشق جو،
تيئن قائم ڪيائين قلبي، قرآن عشق جو.

جيئن عاشق اکين تي، انور عيان عشق جو،
تيئن معشوق محب منور، مژگانِ مشق جو.

جيئن منصور محو مالڪ، مستان عشق جو،
تيئن "سرت علي" ثناگر، مسئلان عشق جو.



(١٨٦٧ع- ١٩٧٢ع)

# "غمدل" فقير

فقير عبدالخالق عرف "غمدل" فقير ڳوٺ پنو عاقل سکر جو رهندڙ هئو ۽ سن ١٨٦٧ع ۾ تولد ٿيو، سندس شجره نسب حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن جي غلام قمبر جي اولاد سان ملي ٿو. پاڻ شاهه قلندر جيلاني جو طالب ٿيو ۽ انهيءَ جي حڪم تي شعر چوڻ لڳو، هڪ ئي وقت ١٠٠ کان ٢٠٠ شعر چئي ڇڏيندو هئو اهي سيني ته قلمبند ڪونه ٿيندا هئا البته جيڪي سندس طالبن

محفوظ ڪيا تن کي درياھ ۾ لوڙهي ڇڏيائين. ١٩٤٨ع ۾ جڏهن رتيديري ۾ سڪونت پذير ٿيو تڏهن شعرن کي قلمبند ڪرڻ شروع ڪيائين جيڪي "گلزار غمدل" نالي رسالي جي صورت ۾ شايع ٿيا آهن. غمدل فقير اٽڪل ١٢٠ ورهين جي وڏي ڄمار ۾ ١٥- مئي ١٩٧٢ع تي انتقال ڪيو، سندس مزار درگاھ شاھ قلندر، ڳوٺ نبي بخش وڳڻ تعلقہ ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور ۾ موجود آهي.

## ڪلام

ٿلهہ: محبوب ناز پرور رخسار تنهنجو ڪافي،
دارون درد ڦٽيءَ جو ديدار تنهنجو ڪافي.

هي دانهن مئيءَ جي دلبر سڻ دوست دلربا،
دلگير کي دلاسو دلدار تنهنجو ڪافي.

رخ ماهتاب تنهنجو نيڻن روشن نظارو،
ابرو سندي عبتن مان انواز تنهنجو ڪافي.

هڪ خال مٿ يانيان- لک لعل بدخشان،
يوسف سونهين نہ ثاني سينگار تنهنجو ڪافي.

سڀ حال توکي معلوم- ڇا بيان چوان درد جو،
مشتاق ساڻ ميلو- منٺار تنهنجو ڪافي.

حسن وارا هزارين- سهڻا سڪن ٿا توليءَ،
هر دم درشن تن کي- درڪار تنهنجو ڪافي.

"غمدل" سدا اداسي- گلزار تو چمن ۾،
گلشن منجهان هڪ گل جو- خوش بهار تنهنجو ڪافي.



(۱۹۱۲ع- ۱۹۷۲ع)

# فقير آندل سائين

فقير آندل سائين ۱۳۳۰ھ/ ۱۹۱۲ع ۾ ڄائو. ڳوٺ بيڪاري لڳ شڪارپور جو رهواسي هئو. سندس والد ولي محمّد, کوهن جي ٽوپي جو ڪم ڪندو هُئو ۽ فقير آندل سائين کي ب اهو ڪم سيکاريائين. فقير آندل سائين پنهنجي اهل خانہ سميت سيّد پيرل شاه جو طالب ٿيو. ڪيس راڳ ويراڳ پسند هُئو ۽ سٺو شاعر ب ٿي گذريو آهي سندس ڪلام قلمي نسخي جي صورت ۾ موجود آهي. پاڻ ٦- جولائي ۱۹۷۲ع تي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.

# ڪلام

ٿلهه: صوفي اصل سردار آهن، مذهب ٺيا غدار آهن،
بس اهي بيڪار آهن، جيڪي عشق کان آهن جدا.

عشق جي منزل آباري، نيزي مٿي سر جي سواري،
علم عقل جي انڪواري، جاتي عاشق پڙهي من خدا.

جبل ڪي جلدي چڙهي، رندن سان ويهه گوڏو گڏي،
ڏيندئي پاڻ هي ڪوثر سڏي، پيئندين تون پي ٿيندين خدا.

سخن آندل جو سيف آ، جيڪو نه مڃي تنهن ڪي حيف آ،
قائم قديمي ڪيف آ، ميخوار آهي اِهو ادا.



(١٩٢٥ع- ١٩٧٢ع)

# علي محمّد ”خالدي“

علي محمّد لاشاري ”خالدي“ ولد نهال خان لاشاري ١٠- جون ١٩٢٥ع تي ننّي ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ننّي ۾ حاصل ڪيائين ۽ مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسه ڪراچي مان پاس ڪيائين. بي- اي ١٩٤٩ع ۾ ۽ ايل- ايل- بي ١٩٥١ع ۾ پاس ڪيائين. ١٩٥٢ع ۾ پهرين ننّي ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڪالت شروع ڪيائين. انهيءَ دوران علمي شوق سبب ١٩٦٤ع ۾ ايم- اي سنڌي ۾ ڪيائين. وفات

کان اڳ کيس سنڌ جو اسپيشل پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ڪيو ويو هو. شاعريءَ جو آغاز ١٩٤٢ع کان ڪيپٽن ڪيس ڪراچيءَ ۾ مرحوم غلام احمد نظامي جهڙي شاعر جي استادي حاصل ٿي. خالدي بنيادي طرح نظم جو شاعر هئو. سندس تصنيفات ۾ نسيم سحر (شاعري) مڪليءَ جا پر اسرار داستان ۽ خاموش گواهه نهايت دلچسپ آهن. "ڪليات خالدي" قلمي صورت ۾ موجود آهي. خالدي صاحب جميعت الشعرا سنڌ جو سرگرم ڪارڪن هئو. ٣٠- آگسٽ ١٩٧٢ع تي انتقال ٿيس.

## ڪلام

بدلجن پيئون تقديرون ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون،
ٿين ٿيون نقش تحريرون، ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون.

سسئي کي هٿ ڪرڻ جي لاءِ، آري اچي ڪر شيون،
پيون اختيار تدبيرون ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون.

ڪڏهن ڏک جون، ڪڏهن سک جون، ڪڏهن رنج و مسرت جون،
ڏيئي ٿو عشق جاگيرون ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون،

دمادم "خالدي" وحدت سنديون، مستيون "اناالحق" جون،
هينئر مستيءَ ۾ تڪبيرون ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون.



(١٩٠٦ع- ١٩٧٢ع)

# ميرزا قنبر علي بيگ ”حيدري“

ميرزا قنبر علي بيگ بن ميرزا منو چهر بيگ بن مرزا غلام رضا بيگ بن ميرزا فريدون بيگ ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد ۾ ٢٥ آڪٽوبر ١٩٠٦ع تي تولد ٿيو. پاڻ بي- اي. ايل- ايل- بي پاس ڪري وڪالت شروع ڪيائين ۽ پوءِ سيشن جج ٿيو. آخر ۾ چيئرمين انڊسٽريل ڪورٽ ڪراچي ٿيو. ڪرڪيٽ ۽ ٽيبل ٽينس کيڏڻ، ٽڪلين ۽ سڪا گڏ ڪرڻ، جانور پالڻ، مختلف ساز وڄائڻ، راڳ

ڳائڻ ۽ شعر و شاعري سندس خاص شغل هئا. ٢٥- سيپٽمبر ١٩٧٢ع مطابق ١٦- شعبان المعظم ١٣٩٢ هجري تي ايران جي شهر مشهد مقدس ۾ وفات ڪيائين ۽ اتي ئي خواجه اباصلت جي مقام ۾ مدفن ٿيو. سندس ٻه ڪتاب ڇپيل آهن. ١- ڪليات حيدري اردو ٢- ڪليات حيدري سنڌي- سندس استاد سندس والد مرحوم هو. پاڻ شاعريءَ ۾ حمد- نعت شريف- مرثيو- سلام- نوحه- منقبت قصيدو- غزل ۽ ڪافيون لکيون اٿس. جيئن ته پاڻ شگفته طبيعت جو مالڪ ۽ خوش مزاج به هوندو هو تنهن ڪري سندس ڪجهه ڪلام ۾ مزاحيه عنصر به شامل ٿي ويو آهي.

## ڪلام

قاصد! ڏي ڪا خبر تنهن سونهن جي سردار جي،
ٿي جدائي ماري اڄ جنهن بي وفا دلدار جي.

تير مژگان تو هڻي ڪيو آهي ڪاري زخم هي،
ڏي اچي مون کي دوا تون هاڻ هِن آزار جي.

سهڻ جي طاقت نه آهي ٿو جلي جيرو جگر،
جڏهن ٻڌان ٿو دوستي توکي وٽي اغيار جي.

بي وفا ٿي منهن لڪائي وصل کان محروم ڪيئين!
سڪ رهي مون کي ٿي هردم يار جي ديدار جي.

دل ڪسي معشوق کن جور و جفا "قنبرعلي"!
رسم هيءَ آهي هميشه عشق جي بازار جي.



(۱۹۰۷ع- ۱۹۷۳ع)

# عبدالفتاح عاقلي ”عبد“

عبدالفتاح عاقلي ”عبد“ ولد محمّد عاقل سومرو ۱۳- مئي ۱۹۰۷ع تي ڳوٺ عاقل ضلع لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ۽ ميٽرڪ تائين تعليم مدرسہ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان حاصل ڪيائين. سندس والد صاحب مولوي محمد عاقل جي فيضِ نظر سان پاڻ شاعري جي اُوج تي پهتو. سندس زندگيءَ جو وڏو حصو خانگي ملازمت ۾ گذريو. ڪجھ وقت هفتيوار سنڌ

زميندار سکر جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيو. بزم مشاعره لاڙڪاڻو، سنڌي سُڌار سوسائٽي سنڌ ۽ جميعت الشعرا سنڌ جو سرگرم ڪارڪن هئو. ١٩٦٧ع کان بيمار رهندو پئي آيو. جنهن ڪري کيس ڄامشوري جي اسپتال ۾ علاج لاءِ نيو ويو جتي ٢٤ - اپريل ١٩٧٣ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

قرار لاءِ ڇڏيسي سنڌءِ ديار نہ آءٌ،
عدم ڏي ويندي خدا لڳ خيالِ يار نہ آءٌ.

ڏسي ڪرم نہ ٿئي خاڪ قبر جي گستاخ،
شهيد ناز جي تربت تي بار بار نہ آءٌ.

سِتم ڪرم سان، وفا سان جفا نٿي سونهين،
پڇڻ جي لاءِ وٺي گڏ رقيبِ زار نہ آءٌ.

ڪنهين کي ٻانهن ڪلهي تي ڪنهين سان محو ڪلام،
انهيءَ تہ اڄڻ ڪان نہ اڄ پر هزار بار نہ آءٌ

خرامِ ناز جو صدقو نہ اڄ متان ترڪين،
رهي ٿي چشم سدا منهنجي اشڪبار نہ آءٌ.

اچي ٿو موت ڇڏائڻ غمن کان هاڻ نہ اچ،
گهٽو ٿي ترسي ڪيم تنهنجو انتظار نہ آءٌ.

سنڌي غزل جي اوسر صفحو ٣٧٤ ۽ ٣٧٥.



(١٩٢١ع- ١٩٧٣ع)

# سيّد علي شاهه

سيّد علي شاهه ولد سيّد پيرل شاهه ١٩٢١ع ۾ تولّد ٿيو. کيس فقيرن جي رهڻي ڪهڻي پسند هوندي هئي. سندس والد صاحب اڪثر صوفي محمّد فقير کٽياڻ جي تعريف ڪندي چوندو هئو تہ "کٽياڻ وقت جو منصور آهي" انهن ڳالهين جو مٿس وڏو اثر ٿيو ۽ پاڻ وڃي محمّد فقير کٽياڻ جو طالب ٿيو. صوفي محمّد فقير کٽياڻ وٽ استاد سيندو خان رهندو هئو جنهن کان راڳ جي تعليم

ورتائين. سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ شاعري ڪيائين جيڪا قلمي رسالي جي صورت ۾ موجود آهي. سندس وصال ۷- نومبر ۱۹۷۳ع تي ٿيو.

## ڪلام

ٿله: آيو عشق حضرت پلي ڪيون پلايون،
پهچڻ سان پيارياڻون سرڪيون سوايون.

آيو قربڻون ڪاهي، عجب ٿاهه ٺاهي،
لاڳاپا لاهي، رندي رنگ رَچايو.

وڻو خيما ڪوڙي، منجهه ٿي جايون جوڙي،
ٻيائيءَ کي ٻوڙي، حقيقت هلايون.

عجب عشق اعليٰ، بيسر پير بالا،
لڪين روپ نالا، چئي چا ٻڌايون.

کُليون گيان گر جو، سهڻي ساز سُر جو،
آڏيءَ توڙي عصر جو، پَڪا ڳايون وڄايون.

”علي شاهه“ ۾ آيو، رکي پنهنجو رايو،
سهڻو سر سمايو، وڏي ڏي واڏايون.



(١٨٩٥ع- ١٩٧٣ع)

# سيّد جڙيل شاه ”صوفي“

سيّد جڙيل شاه ”صوفي“ ولد سيّد متين شاه لڪياري ١٨٩٥ع ۾ ڄائو. پاڻ آباؤ اجداد کان وٺي حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه رحمت جن جو مريد هئو. سندس وڏا ڪلهوڙا دور ۾ خانپور عرف ڪن تعلقه سامارو ۾ آباد ٿيا. رشد و هدايت سندس آبائي شيوو رهيو هئو. پاڻ راضي شاه رند جي خاندان مان هئو ۽ صوفيانه مسلڪ سان واڳيل هئو ۽ راڳ ويراڳ ۽ صوفيانه مشغلا رکندو هئو.

۱۹۷۳ع ۾ وصال ڪيائين.

## ڪلام

ٿلهه: آهيان دايو درد دلبر جو، سهڻي ساقي سر سرور جو!

سرور سر سبحاني، لاريب لقب لاثاني،
جنهن جو ناهي ڪوثاني، مون ڪي آهي قسم پرور جو.

مان عاشق ان جو آهيان، ڪنهن هٿي در ڪيئن واجهايان،
پائي پاند ڳچيءَ ڳل پايان، آهيان نوڪر ينڪ نظر جو.

چڏ "شاهه جرِيل" تون شاهي، ڪر در تنهنجي جي گدائي،
رکي سيني صاف صفائي، وٺ پيالو سڪ صبر جو.



(۱۹۲۳ع- ۱۹۷۳ع)

# ”راز“ بلڙائي

عبداللطيف ”راز“ بلڙائي ولد عبدالستار ڪوريجو ۱۲- ڊسمبر ۱۹۲۳ع تي تولد ٿيو. ”شعرو شاعري ۾ ڪيس مرحوم ”بسمل“ ٽڪڙائي ۽ حضرت قبله مخدوم محمّد زمان صاحب طالب المولئ جن استادي جو شرف بخشيو. پاڻ نهايت خوش طبع، خوش ڪلام ۽ شاعر آهي. راز صاحب ڪلام مختصر چيو آهي پر فني لحاظ سان نهايت سليس ۽ رنگين شعر چوندو آهي. بنيادي طور غزل جو شاعر آهي،

ان سان گڏ نظم بہ لکندو آهي. سندس ڪوبہ شعري مجموعو شايع نہ ٿيو آهي. البت محبوب سروري جي لکيل ڪتاب "يار خاطر" ۾ سندس ڪجھ ڪلام شايع ٿيو آهي- پاڻ نثري ڪتاب "گناھ"، "شرابي"، "بک ۽ بيڪاري" ۽ "گلبدن" تاليف ڪيا اٿس.[1] "راز" بلڙائي جو مون (طالب المولىٰ) سان گھڻو واسطو رهيو. پاڻ پوليس کاتي ۾ ملازم هئو. سندس انتقال ٥٠ ورهين جي ڄمار ۾ سن ١٩٧٣ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

هڪ ڏک جو ڏڌل، مسڪين مثل آرام پرائڻ ڇا ڄاڻي؟
ڪنڊن ۾ گذارڻ وارو ڀلا، دامن کي بچائڻ ڇا ڄاڻي؟

جو عمر سموري آھ رهيو آغوشِ بحر آفت ۾،
طوفان مان پنهنجي ٻيڙيءَ کي سو پار لڳائڻ ڇا ڄاڻي؟

تقدير جو دم ھٽندي ھٽندي، موت جي منهن ۾ ويندڙ کو،
تدبير سان پنهنجي مشڪل کي آسان بنائڻ ڇا ڄاڻي؟

پرجوش تڪلم لب تي ۽ سيلاب تمنا اکين ۾،
سرشارِ محبت ديوانو احوال ٻڌائڻ ڇا ڄاڻي؟

هو ۽ ڪي تسليءَ جون ڳالهيون، اي، "راز" ڪو ايندو ڪنهن کي يقين،
ڪلندڙ کي رئاڙڻ وارو ڀلارئندڙ کي کلائڻ ڇا ڄاڻي؟

---

١- مهراڻ شاعر نمبر.



(١٩٢٨ع- ١٩٧٤ع)

# سيّد حافظ شاھ ”ناطق“

سيّد محمّد حافظ شاھ ولد سيّد الله بخش شاھ ٢٢- فيبروري ١٩٢٨ع تي تولّد ٿيو. ابتدائي تعليم حافظ ھارون دلگير وٽ تکڙ ۾ حاصل ڪيائين. اڪيڊمي اسڪول ۽ نورمحمّد ھاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪيائين. ١٩٤٥ع ۾ ميٽرڪ ١٩٥١ع ۾ بي- اي (آنرز) ۽ ايل- ايل- بي، ڪري ٽنڊي محمّد خان ۾ وڪالت شروع ڪيائين. بزم طالب المولىٰ جي ڪچھرين ڪيس

شاعريءَ ڏانهن مائل ڪيو ۽ ڪيتريون ڪافيون، نظم ۽ غزل لکيائين. طبع جو زود رنج، بااخلاق، باادب، ۽ باتهذيب شخص هئو. ٩- مئي ١٩٧٤ع تي انتقال ڪيائين. سندس گهرڻ تي، مون (طالب الموليٰ) کيس ”ناطق“ تخلّص ڏنو جيڪو آخر تائين استعمال ڪيائين.

## ڪلام

اڄ اگهڻ منهنجي عجيبا پرت مان پيرا پري،
تو سوا سهڻا سڪايل جي نتي ساعت سري.

درد دل ۾ ڪيئن دکيا پيا سور سامهون ٿيا سوين،
هجر ۾ هاري هنجون هت هاڻ هيٺين تي ڳري.

اڄ نهوڙي نيهن نيو ناسور نوڪن نيٺ ڪيا،
دل مٿي دائم برھ جي باھ ڀڀڳڻ تي ٻري.

رات جو تارا تڪيندي ڏينهن ڏسڪڻ ۾ وڃي،
آھ! آهيان عشق جي اوڪي اچي ويو منجھ اري.

حال ”حافظ“ جو پسي وائي وڃڻ جي ڪيم ڪر،
دم لبن تي آھ هاٿي پل نہ ٿي هڪڙو پري.



(١٩١٨ع- ١٩٧٥ع)

# سليمان شاهه "سالم"

سليمان شاهه ولد غلام محمّد شاهه تاريخ ١٣- آگسٽ ١٩١٨ع تي ڳوٺ ڏبر تعلقہ روهڙي ضلع سکر ۾ تولد ٿيو. تعليم سَتَ درجہ سنڌي ۽ چار درجہ انگريزيءَ تائين حاصل ڪيائين. سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ شاعري ڪئي اٿس. پاڻ روهڙي سيمينٽ فيڪٽريءَ سان ٢٣- آگسٽ ١٩٤٧ع کان آخر تائين وابستہ رهيو. انهيءَ دوران بزم طالب المولٰي روهڙي ۽ بزم لطف روهڙي جو صدر پڻ ٿي

رهيو. ساڳئي وقت پاڻ درگاهه حضرت شاهه جلال عليه رحمت جو سجاده نشين به هئو. سندس ڪلام "اشڪ وتبسم" جي نالي سان شايع ٿيل آهي. ٣٠- اپريل ١٩٧٥ع تي رحلت ڪيائين. کيس سندس آبائي ڳوٺ ۾ سپردِ خاڪ ڪيو ويو.

## ڪلام

رهيو پڻ ڪٿي اشتباهِ محبت،
تنهنجي هر ادا آ گواهِ محبت.

منهنجي نيستي تي بقا پڻ فدا آ،
جو مان هان هلاڪِ گناهِ محبت.

پتہ راز ان جو کهين کين پاتو،
ڪٿان ڪان ڪٿي آهي راهِ محبت.

هي دنيا ٿئي رشڪ فردوس مون لئہ،
اگر ٿئي سيرنگاهِ محبت.

نہ "سالم" کي غم آهِ رسوائين جو،
مان هان واقفِ رسمِ راهِ محبت.



(۱۹۰۲ع- ۱۹۷۵ع)

# ”انجم“ هالائي

آخوند حاجي عبدالرّحمٰن ”انجم“ هالائي ١٥- آگسٽ ١٩٠٢ع تي هالا جي ميمڻ خاندان ۾ پيدا ٿيو. سندس والد علي محمّد ميمڻ ڪيس پراڻي دستور موجب قرآن شريف جي تعليم ڏياري، مرحوم حاجي سليم الدّين ابڙو وٽ ملامڪتب ۾ سنڌي ۽ فارسي پڙهيو. سال ١٩١٩ع ۾ ملا ٽريننگ ڪاليج شهداد پور ۾ ٽريننگ ورتائين ۽ بعد ۾ حاجي سليم الدّين جي مڪتب ۾ معلّم ٿيو ۽ سندس وفات

بعد ان ئي مکتب جو هيڊ معلم ﺑ ٿيو. اڳتي هلي مرحوم مولوي مخدوم غلام حيدر صديقي قريشي صاحب جن جي مدد سان حڪومت وٽان پلاٽ حاصل ڪري عمارت ٺهرايائين جيڪا اڄ ”مسلم انجم پرائمري اسڪول“ جي نالي سان موجود آهي. سندس شاعريءَ ۾ استاد حافظ جان محمد هالائي هو. انجم صاحب جو پهريون تخلص احقر هئو پر پوءِ ١٩٥٠ع ۾ ڦيرائي ”انجم“ رکيائين. پاڻ ڪيترا سال ميونسپالٽي هالا جو ميمبر ۽ ١٩٥٣ع کان ١٩٥٥ع تائين وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهيو. ١٩٥١ع ۾ فردوس رسالي جو ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ نواب شاهه ۾ رهائش دوران رهنما رسالي جو ﺑ ايڊيٽر ٿي رهيو، هفتيوار معلم اخبار ﺑ ڪڍيائين. جنهن جو ايڊيٽر ﺑ پاڻ هئو. هالا ۾ شعر و شاعريءَ جي محفلن کي انجم صاحب گهڻو زور وٺرايو سندس زندگيءَ جا پويان سال دين اسلام جي ترويج ۽ تبليغ ۾ گذريا. پاڻ ١- نومبر ١٩٧٥ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

آشنا ٿيو دوست ٿيو محبوب ٿيو دلدار ٿيو،
هو وري ساڃيو ئي آهي مائل اغيار ٿيو.

گر هلاڪت لءِ هزارين قصد ڪن منهنجا رقيب،
ڪا ﺑ پرواهه مون کي دوست جي غمخوار ٿيو.

سون خالص آهي ان کي ڪسوٽي جو خوف ناهه،
آزمائش سان ئي عاشق جو سچو ڪردار ٿيو.

مفلس و نادار هر ڪنهن جي نظر ۾ اڄ حقير،
مال و دولت آهي جنهن وٽ اڄ اهو سردار ٿيو.



(١٩١٣ع- ١٩٧٦ع)

# پير زين العابدين شاھ ”زبنل“

پير سيّد زين العابدين شاھ جيلاني ولد حاجي شاھ ڳوٺ نورائي شريف تعلقہ ٽنڊو محمد خان حيدرآباد ۾ ٢٦- شوال ١٣٣١ هجري بمطابق ٢٨- سيپٽمبر ١٩١٣ع تي پيدا ٿيو. پاڻ ننڍپڻ کان ئي موج در موج اوج کي رسيو ۽ سدائين حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جنجي محبت ۾ سرشار هو. زين العابدين شاھ جي ولادت ۽ ولايت جي بشارت سندس والد کي، هڪ الله لوڪ درويش ڏني هئي.

پاڻ اٽڪل ١٢ سال گنجي ٽڪر جي غارن ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ گذاريائين ۽ دنيا جي گفتگو بند ڪري خاموشي اختيار ڪيائين. ان خاموشي کي ٽوڙڻ لاءِ سندس والد ڪيس ڪيترن ئي درويشن ۽ اوليائن وٽ وٺي ويو ڪيئن حڪيم ويج پيٽائين پر ڪو بہ فائدو ڪونہ ٿيو پوءِ ڪيس اوٽي شريف جي بزرگن وٽ وٺي ويو، جتي سندس خاموشي ٽٽي ويئي. وٽس هر وقت محفل ميلاد برپاهوندي هئي. زين العابدين شاهہ سال ١٩٥٦ع ۾ بغداد شريف ويو جتي حضرت غوث الاعظم عبدالقادر جيلاني جي مقبره جي زيارت بہ ڪيائين ۽ اتي حضور ڪريم جن جي وار مبارڪ جي زيارت ڪيائين. حج بہ ڪيائين جتي گهڻو وقت مديني پاڪ ۾ روضي مبارڪ سامهون ويهي صلواة وسلام ۽ ذڪر اذڪار ڪندو هئو. پنهنجي زندگي ۾ بي انداز شعر چيو اٿس جنهن ۾ سنڌي، بلوچي، سرائڪي اردو- انگريزي، فارسي ۽ عربي شعر موجود آهي. حق جي تلقين آخر تائين ڪندو رهيو ۽ ١٣، محرم الحرام ١٣٩٦هجري/ ١٦- جنوري ١٩٧٦ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

درد وندو در تي ڏسي، در بند نہ ڪر تون دستگير،
هي درد جو دانهون سڻي تر بند ڪر تون پاڪ پير،
داتا مون کي ڏئي دلاسو ساهہ منهنجو ٽٽي سڌير،
آئون پيي پاتار ۾ مون کي اُڪارج سخت سير،
منهنجي خدا لڳ خبر، دير داتا ڪيم ڪر.



دست در دلبر م ديدم، محب منور موبر مو،
آهم اميد ميسر شدي، يدِ بيدار يار بدم خوبر خو،
مست ساقي مست ساغر مست چشمان ماهرو،
اين جا بيا اين جا بيا، جامِ نوشتم جوبجو.



(۱۹۲۰ع- ۱۹۷٦ع)

# مولانا غلام محمّد ”گرامي“

مولانا غلام محمّد گرامي ۳۰- ڊسمبر ۱۹۲۰ع تي ڄائو، سندس والد ڄاڙو خان بلوچ هو. ”گرامي صاحب حيدرآباد ۾ ۱۹۴۳ع ۾ جامع عربيہ تحريڪ ۾ آيو ۽ ان کان پوءِ هميشہ لاءِ حيدرآباد ۾ رهيو. ۱۹۵۱ع کان ۱۹۵۴ع تائين ٽريننگ ڪاليج ۾ فارسيءَ جو استاد رهيو. ۱۹۴۳ع ۾ قلمي زندگي ۽ صحافي زندگي جو آغاز ”هلال پاڪستان“ جي افتتاح سان ڪيائين ۽ عبرت جي ٻئي دور ۾

ڪالم نويس رهيو. ان سلسلي ۾ رسالہ آفتاب ڪراچي، عرفان لطيف حيدرآباد، پاسبان هالا، الزّمان هالا ۽ ترجمان ميرپورخاص جو ايڊيٽر رهيو. ١٩٥٥ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ۾ آيو ۽ رسالي مهراڻ جو مئنيجنگ ايڊيٽر ٿيو. ٥٧-١٩٥٦ع ۾ "شاعر" حيدرآباد جو ايڊيٽر ٿيو. سنڌس تعلقات جو سلسلو وسيع آهي جناب مخدوم محمّد زمان صاحب طالب المولىٰ صاحب سان محبّت ۽ عقيدت وارو تعلّق اٿس.١ گرامي جو انتقال ١٥- سيپٽمبر ١٩٧٦ع تي ٿيو.

## ڪلام

آه ڪٿ اهلِ نظر، ذوقِ نظر، حسنِ نظر،
جو ڪري شعبدهِ حسنِ گريزان تي نظر.

آهي ڪعبي ۽ ڪلسا ڏي يڪي راهِ گذر،
تو ۾ اي اهلِ نظر، خام ٿيو اندازِ نظر.

تنهنجي هر نيم نظر ٿي ڪري دل روشن تر،
ڪٿي محروم نظر، هي ڏس اندازِ نظر.

ڪڻ قدم سوچي ۽ سمجهي، اي خداوند خيال،
ايندو هر نڪتہِ موهوم بہ اندازِ نظر.

١- مهراڻ شاعر نمبر صہ ٧٦٣ سال ١٩٩٠ع



(۱۸۹۵ع- ۱۹۷٦ع)

# مولوي ثناءُ الله ”ثنائي“

مولوي ثناءُالله ولد الھ بخش فقير کوھارو ويٺل سھڙادوورائي تعلقہ ڏوکري ضلع لاڙڪاڻو تخلص ثنائي، ۹- صفر ۱۳۱۳ھ بمطابق ۱- آگسٽ ۱۸۹۵ع تي ڄائو. ”پنھنجي والد کان تعليم ورتائين. تاج محمد امروٽي بزرگ جو مريد ٿيو ۽ خلافت مليس. عشق جون مھميزون سنائين. مجازي شاعري، مزاحيہ نظم، مولود، مداحون، خطبا وغيره منظوم ڪيائين. سندس ڪلام ڪن مجموعن ۾ پڙ

آڳاٽو ڇپيو. سنه ١٣٣٦هه (١٩١٨ع) کان وٺي يا اڃا ٻه ڪجهه اڳ ڪلام چوڻ شروع ڪيائين. ڪلام وزن، بحرحي قالب ۾ سمو هيائين. اندازاً هزار کن سنڌس ڪافيون نظر مان گذريون، جيڪي عام ذوق واري رنگ کان وٺي اعليٰ معنيٰ واري مضمون تي مشتمل آهن.[1]" ٢٦- ڊسمبر ١٩٧٦ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

عشق گهر پنهنجو. ڇڏائي ٿو رلائي دربدر،
بادشاهن کي پلائي، ٿو بنائي دربدر.

هير لئي حيران ٿي ڪيو تخت کي رانجهن ترڪ،
شاهزادو شوق مون مُرلي وڄائي دربدر.

نازنينن نامدارن کي نمائي جو ڏري،
جهوپڙيون ڪانن ڪکن جون ٿو اڏائي دربدر.

عشق عابد ٿو پلائي، سڻ قصو صنعان جو،
هن دنيا نام نيڪي ٿو وڃائي دربدر.

اي "ثنائي" عشق وارا ڪين خواري پئي ڏڄن،
ٿو نچائي عشق هي پولو بنائي دربدر.

١- ڪافيون جلد ٣ صفحو ١٣٢



(١٩٢٠ع- ١٩٧٦ع)

# عبدالله ”اثر“

عبدالله ولد مولوي الهڏنو چانڊيو ١٤- جولائي ١٩٢٠ع تي ڄائو، سندس تخلّص ”اثر“ هو. ”پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ (ٻيڙو چانڊيو، لاڙڪاڻو) ۾ حاصل ڪيائين. سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري ١٩٣٦ع ۾ مسلم اسڪول ۾ استاد ٿيو. پارسي ۽ عربيءَ جي تعليم مولوي محمّد اسماعيل قريشي ۽ مولوي غلام رسول عباسي کان حاصل ڪيائين. ١٩٤٨ع ۾ ٽريننگ ڪاليج جو

امتحان ڏئي ٽريننگ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ استاد ۽ اي- ڊي- آءِ- ايس مقرّر ٿيو. ”نجفي“ ۽ ”شيدا“ جي صحبت ۾ کيس شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو. شاعريءَ ۾ سندس استاد مولوي عاقل صاحب هو. پاڻ ڪيترا مسدس مخمس وغيره ٻہ لکيائين پر سندس غزل جو رنگ علحده هو. عربيءَ جي مشهور قصيد البرده ۽ بانت سعاد جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيو هئائين. سندس وفات جي تاريخ ٢٦- ڊسمبر ١٩٧٦ع آهي.

## ڪلام

عطا ٿيو سير گلشن جو ڪڏهن بادصبا وانگر،
ڪڏهن پابند رهڻو پيو چمن ۾ نقشِ پا وانگر.

ستم ان جو زماني ۾ ڪرم جو پاسدار آهي،
سيه بختي بہ سر تي ٿِي اچي ظلِّ هما وانگر.

سلامت ٿو رهي عاشق جي دل ۾ شوقِ پابوسي،
فلڪ جون ٿو سهي سختيون تڏهن برگِ حنا وانگر.

”اثر“ ايڏي تہ مشهوري ملي وئي عشقِ جي صدقي،
جو هر نا آشنا مون سان ملي ٿو آشنا وانگر.

١- سنڌي غزل جي اوسر صہ ٣٨٧



(۱۹۳۴ع- ۱۹۷٦ع)

# سيّد ثابت علي شاه ”ثابت“

سيّد ثابت علي شاه، ”ثابت“ لکياري ولد سيّد نورمحمّد شاه، ميرپورخاص ضلعي جي لکياري ساداتن مان هو. سندس جدِ امجد سيد موليڏنو شاه لکي مان هجرت ڪري ”دونهائو شريف“ ۾ آباد ٿيو. سيد ثابت علي شاه ”ثابت“ تخلص ڪندو هو. سندس جنم ۱۹۳۴ع ڌاري ٿيو. پاڻ راڳ جو سنو ڄاڻو هو، نظم ۽ نثر تي سٺي دسترس هيس، علمي ادبي گڏجاڻين ۾ وڏي شوق

سان شرڪت ڪندو هو. ناموافق حالتن جي ڪري هاءِ اسڪول جي تعليم کان اڳتي نہ وڌي سگهيو. سندس وصال ١٩٧٦ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

ٿل: ڏسندي ڏسندي يار سان اڙجي ويون منهنجون اکيون،
درد جو درمان ٿيو جڏهين وجي پيئي پڪيون.

مام هو حال دل جو ڏينديون ۽ وٺنديون رهيون،
خوب ڏي وٺ ٿي ويئي پر لوڪ نہ ڪڏهن لکيون.

جن ڏنگڻ جي ڪئي ٿي ڪوشش پاڻ سي ڏنگجي پيون،
محب جي منڙي نظر آهن اکيون منهنجون ڪڪيون.

بس روئڻ کان ڪين ڪن ٿيون دم بہ دم روئنديون وتن،
ابر واريون عادتون آهن اکيون منهنجون سِکيون.

اک اڙايم دل وڃايم ڏک برابر عمر جا،
ڪيئن ڪري "ثابت" پلا ڪا سرت ڏيون مون کي سکيون.



(۱۸۹۹ع- ۱۹۷۷ع)

# مولوي عبدالرحمان ”ضيائي“

مولوي عبدالرحمان ”ضيائي“ ولد مولانا بهائي سن ۱۸۹۹ع ۾ ڄائو. ”مولوي ”ضيائي“ صاحب پنهنجي والد جو ننڍو فرزند هو. قرآن شريف جي تعليم پنهنجي والد صاحب وٽ ورتائين. عربي جا هيٺيان ڪتاب پنهنجي والد صاحب وٽ پڙهيائين مگر ڪمال پيرنسيءَ ۽ ان سان گڏ ضعفِ بصارت ڪري، مٿيان ڪتاب ڪين پڙهڻ گران لڳو. ان ڪري مختلف جڳهين ۽ مختلف مدرسن ۾

تعليم ورتائين. گھڻو وقت جناب حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب ڪاڪيپوٽي ۽ قاضي محمد ابراهيم صاحب ڪارڙن تعلقي شهدادڪوٽ وارن گڏ پڙهيو. آخر ۾ سنڌ فضيلت ۽ دستاربندي، حضرت مولانا حافظ محمد ابراهيم ٻُڙهي ياسين وارن وٽ حاصل ڪئي. مختلف مقامات تي درس وتدريس جو ڪم پڻ ڪيو. پارسي ۽ سنڌي شعر و شاعري جو 'ملڪو' موروثي مليل هوس. بيعت نقشبندي خاندان ۾ حضرت محمد عمر جان صاحب چشتيه شريف ڪوئيٽا وارن جي هئي. ڪجھ سال مخدوم طالب المولىٰ وٽ به رهيو سندس انتقال ١٨- فيبروري ١٩٧٧ع تي ٿيو.

## ڪلام

پرين! تنهنجا پون تا پور هر هر، تهان ڪر ٿو رهان رنجور، هر هر!
نڪو محرم نڪو سانگو نه ساٿي، ٻڌايان ڪنهن کي مان هي سور، هر هر.
لڪايم عشق کي، ليڪن لڪيو ڪونه، چڪي ٿو، درد جو ناسور، هر هر.
ڪليل منهن سان، رقيبن سان کلين ٿو، ۽ مون کان ٿو رهين مستور، هر هر.
عشاقن سان پرچي وڃ خدارا، رسڻ جو چو رکيئي دستور، هر هر.
رقيبن سان قريبي ۾ گذارين، رهين چو دوستن کان دور، هر هر.
"ضيائي" نيم بسمل کي ٿو گهرين، سجڻ، باديده، مخمور، هر هر.

١- مهراڻ شاعر نمبر صہ ٢٩٣ سال ١٩٩٠ع
٢- مخدوم طالب المولىٰ ٢ نئين زندگي



(۱۸۹٦ع- ۱۹۷۷ع)

# فقير درمحمّد هيسباڻي

فقير درمحمّد هيسباڻي ولد فقير خيرمحمّد هيسباڻي سن ۱۸۹٦ع ۾ ڳوٺ فقير خيرمحمّد هيسباڻي ضلع نوشهروفيروز ۾ تولّد ٿيو. پاڻ فقير خوش خيرمحمّد جو پڙپوٽو هئو. سندس صداقت نوشهري سان هئي ۽ پاڻ شاهه ڪريم نوشهري فيروز واري جو طالب هئو. مختلف، زبانن ۾ شاعري ڪئي اٿس جيڪا درگاهه فقير خيرمحمّد تي قلمي صورت ۾ موجود آهي. سندس وفات ۴- مئي ۱۹۷۷ع تي ٿي.

## ڪلام

ٿلهه: اي رفيقا خيال منهنجو ناهي يڪجا ڇا ڪيان،
پُورَ پرين جا پَوَن ٿا دل اندر دم دم نوان.

نازَ نيڻن جا ڏسي، داناءَ دل ٿي بي وَسي،
حُسن جي جلون جلايو، ساهُ سارو باهه جيان.

يار جي نازڪ نظر، دل کي ڪيو شوقون شڪار،
بيخبر جهرجهنگ ڦران، فرياد هيءُ ڪنهن کي ڏيان.

ڪِين ٿي وسري ڪڏهن، محبوب جي صورت عجيب،
ويجهڙائي يار جي، ويتر وڌائي سڪ عيان.

بي وفا دنيا اندر، پايان نه ساعت ڪا سُکي،
دم اهو برحق پلو، رهجي اچي جو يار سان.

"درمحمدَ" ڳالهه دل جي، آ گهٽي پر ڪَرِ قطع،
حال پائي ناهي ڪو، ڪنهن سان قصور سارو سليان.



(١٩١١ع- ١٩٧٧ع)

# محمّد جمن هالو

محمّد جمن ولد احمد هالو ٢٢- فيبروري ١٩١١ع تي ننٽي ۾ پيدا ٿيو. سندس ڇنٽيءَ جو نالو ته محمد حسين هئو پر جمعي جي ڏينهن ڄمڻ جي ڪري مٽس محمّد جمن نالو پئجي ويو. سندس ننڍپڻ ناناڻن ۾ گذريو، پاڻ اڃا ڏهن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو ان ڪري پاڻ تعليم حاصل ڪري ڪونه سگهيو ۽ اباڻن وارو ڌنڌو (رازڪو) اختيار ڪيائين پوءِ بهتر روزگار جي

ٻگولها ۾ سن ١٩٢٦ع ۾ اچي هميشہ لاءِ ڪراچي وسايائين. ١٩٣٥ع/ ١٩٣٦ع ڌاري شاعريءَ جي دنيا ۾ روشناس ٿيو ۽ لنئي جي ٻن ڪلاسيڪل شاعرن صابر پتڪمي ۽ شاعر چاچائي کان تمام گهڻو متاثر هئو. مرحوم غلام احمد نظامي طرفان قائم ڪيل بزم ادب ۽ بعد ۾ بزم نظامي جي مشاعرن ۾ ڪلام پڙهندو هو. پاڻ جميعت الشعرا سنڌ جي ١۴- ادبي ڪانفرنس جو روح روان پڻ هئو. ١٩٥٦ع ۾ جڏهن بزمِ طالب الموليٰ جو بنياد پيو تہ پاڻ ڪراچي شاخ جو پهريون صدر مقرر ٿيو ۽ مرڪزي ڪائونسل جو رڪن پڻ هئو. بزمِ اصغر جو بہ صدر هئو. سندس ٣ مجموعا تہ سندس زندگيءَ ۾ شايع ٿي چُڪا آهن البتہ سندن وفات بعد هاڻي سندس ڪافين جو ڪتاب "وندر ۽ ورلاپ" نالي سان شايع ٿيو آهي. هالي صاحب ٢۴- آگسٽ ١٩٧٧ع تي وصال ڪيو، ڪيس سنڌ جي عظيم قبرستان مڪليءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

## ڪلام

هڪ مٺي ٻاهر ڪڍي ۽ ٻي مٺي اندر وجهو،
مڙس ڪو مانجهي وجهو ۽ ڪانڌ ڪو ڪوندر وجهو.

هاڪ جنهن جي حسن جي هر وقت سڀ ٻڌندا هئا،
سو سينگاري يار سهڻو لحد ۾ دلبر وجهو.

جو ستو ٿيي شوق مان ساري عمر غلمن ستي،
تنهن کي آئي قبر ۾ اي دوست ري بستر وجهو.

"هالي" ساڻ هاڻي وري مشڪل سان ملندو دوستو،
کي وجهو بہ چار گل کي عطر عنبر وجهو.



(۱۹۰۳ع- ۱۹۷۷ع)

# آغا عبدالنبي ”عليگ“

آغا عبدالنبي ولد آغا گل حسن خان، شڪارپور جو پٺاڻ هو. سندس ولادت ١٦- مارچ ۱۹۰۳ع ۾ ٿي. پاڻ سنو شاعر هو. تخلص ”عليگ“ ڪندو هو.

”سندن ابتدائي تعليم، گمبٽ (خيرپور) ۾ شروع ٿي. ان کان پوءِ خيرپور ميرس ۾ انگريزي تعليم ورتي، ۱۹۱۹ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائون. اعليٰ تعليم

لاءِ، علي ڳڙهه ڪاليج ۾ داخل ٿيا، جتان ۱۹۲۴ع ۾ بي- اي- (آنرس) ڪري، پنهنجي وطن شڪارپور آيا.

"آغا" عبدالنبي کي ننڍي هوندي کان شاعري جو شوق هو. سندس وڏي ڀاءُ آغا صوفي جي صحبت سندس طبيعت کي وڌيڪ اجاگر ڪري ڇڏيو هو.

پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" جا پاڪستان کان اڳ ٺهي هئي، تنهن جا ڊائلاگ "آغا" عبدالنبي لکيا هئا. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ "افڪار عليگ" (نظم) ۽ حريص پتلو عرف وفا جي ديوي (ڊراما) مشهور آهن. سندس ڪليات (قلمي) سندس پوين وٽ محفوظ آهي.

آغا عبدالنبي جو انتقال ڪافي وڏي عمر ۾ سن ۱۹۷۷ع ۾ ٿيو. سندس شايع ٿيل ڪتابن جي فهرست مندرجه زيل آهي. ۱- افڪار عليگ ۲- سسئي پنهون ۳- حريص پتلو ۴- افسانا ۽ مقالا وغيره

## ڪلام

اڄ ياد من، پون ٿا، گذري ويل زمانا،
زخمہ، جگر تي منهنجي، نظرن جا تازيانا.
اها مرڪ تنهنجي مٺڙي، اها تنهنجي دلربائي،
اهي منهنجون منٿون ۽ تنهنجا رڳا بهانا.
هن بيقرار دل جي، آهه وفغان ۽ زاري،
اهي ظلم جا جي تنهنجي گهر گهر هئا فسانا.
منهنجي التجا ۽ ازي، تنهنجي بيرخي ستمگر،
تير نگهہ سان دل تي، تنهنجا چٽڻ نشانا.
شل ياد تنهنجي دائم، دل ۾ رهي تہ منهنجي،
پـل داغ دل جا 'آغا' تازو رهن توانا.



(۱۹۰۱ع- ۱۹۷۸ع)

# عبدالڪريم ”گدائي“

عبدالڪريم لاشاري ”گدائي“ ولد بجار خان لاشاري، ۱- جنوري ۱۹۰۱ع تي پنهنجي ڳوٺ ڪريم آباد تعلقو ٺل ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو.

”پرائمري تعليم ٺُل ۾ حاصل ڪيائين جيڪب آباد جي انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ بعد وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ميونسپل هاءِ اسڪول سکر ۾ داخل ٿيو. سال ۱۹۱۸ع ۾ ڪانگريس ۽ خلافت تحريڪ کان متاثر ٿي مٿترڪ

مان تعليم ترڪ ڪري انهن تحريڪن ۾ حصو ورتائين. ۱۹۲۰ع ۾ ئُل مان ورنيڪيولر فائنل جو امتحان پاس ڪيائين..... ۱۹۳۲ع ۾ نوڪري ڇڏي تحريڪ آزادي ۾ شامل ٿيو ۽ ٺل جي ڪانگريس ڪميٽي جو سيڪريٽري مقرّر ٿيو ۽ انگريزن خلاف جو شيلا نظم لکيائين. سندس شاعريءَ جي شروعات ۱۹۲۲ع ۾ لطف الله بدوي جي صحبت هيٺ ٿي پر سندس شاعريءَ جو دور ورهاڱي کان پوءِ شروع ٿئي ٿو... سندس صحافت ۾ به چڱو حصو رهيو آهي، پاڻ جيڪب آباد جي ڪيترين هفتيوار اخبارن جو ايڊيٽر ٿي رهيو.“ ”گدائي“ جو انتقال ۲۸- جنوري ۱۹۷۸ع تي ٿيو.

## ڪلام

هڪ دفعو تو جا ڪئي بادِ دگر پي ٿيندي،
ڪا عنايت جي نظر رشڪِ قمر پي ٿيندي.

انتظار آهي قيامت جو روح گهٽجي ٿو،
ڪجھ خبر ناهي ته هي رات گذر پي ٿيندي.

جن کي آهي نه ميسّر هتي مانيءَ جو ڳيو،
اهلِ دولت کي انهن جي ڪا خبر پي ٿيندي.

ڇو ڪجي فڪر جي اڄ آهي انڌيرو ڇانيل،
رات کان پوءِ يقين آهي سحر پي ٿيندي.

ڇا ڪندا مون کي ”گدائي“ هي زماني جا ستم،
زندگي آهي ته بهر طور بسر پي ٿيندي.



(۱۹۲۲ع- ۱۹۷۸ع)

# عارف المولىٰ

پير حاجي شاهنواز ولد سيّد ڏنل شاهه جيلاني ۲۰- آڪٽوبر ۱۹۲۲ع تي تولّد ٿيو. پاڻ سنڌ جي مشهور بزرگ ۽ شاعر سيّد حسن بخش شاهه جو پوٽو هئو سندس ڳوٺ پير سبحان علي شاهه، تعلقي شهدادپور ضلعي سانگهڙ ۾ آهي. سندس شمار سنڌ جي سُٺن شاعرن ۾ ٿئي ٿو، پهري عاجز تخلّص هڻندو هيو ۽ پوءِ محمّد فقير ڪٽياڻ عارف تخلّص ڏنو. ان بعد مون (طالب المولىٰ) ڪيس عارف

المولئِ تخلّص ڏنو جو آخر تاءِ قائم رهيو. منهنجي صحبت جو مٿس سٺو اثر هو ۽ آئون سندس ڪلام جي اصلاح ٻ ڪندو هئس. عارف المولئِ شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي، سندس انتقال ٣١- مئي ١٩٧٨ع تي ڪارجي حادثي ۾ ٿيو.

## ڪلام

ننڍ اکيون ننڍ اکيون نماڻيون نماڻيون،
اچن باز وانگر، اڏاڻيون اڏاڻيون.

ڪٽوريون ڪٺاريون ۽ ڪاريون ڪنواريون،
سي مدهوش مي نوش سهڻيون سونهاريون،
رسيليون رسيليون سدا راڄ راڻيون.

تکا تيرَ نخچير ڪن ميرَ ماري،
نہ طاقت آ ڪنهن ڪي جو تن ڏي نهاري،
وجهن گهورَ هڪ سان گهڻن منجھ گهاڻيون.

اکيون ڪن اکين جي تہ عارف غلامي.
سڪندر ۽ دارا سوين در سلامي،
وڏا ڀاڳ جن سان رچي ڪن رهاڻيون.!



(۱۹۰۳ع- ۱۹۷۸ع)

# حاجي شاهه محمّد نوحاڻي

حاجي شاهه محمّد نوحاڻي بلوچ جي ولادت اٽڪل ۱۹۰۳ع ۾ ٿي. ڳوٺ ڪنگورو ڏ گهڙي ضلع ميرپورخاص جو رهندڙ هئو سنڌي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. سندس ڳوٺ ۾ ديني مدرسو هو جتي مولوي عبدالحي نوحاڻي کان عربي ۽ فارسي جي تعليم ورتائين صوم صلواة جو پابند هو. مهمان نوازي ۽ سخاوت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. انگريزن خلاف هلايل

تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. سندس يارن، دوستن جو تمام وڏو حلقو آهي سال ١٩٤٢ع ۾ کيس حج جي سعادت نصيب ٿي شعر رواني سان چوندو هو حاجي صاحب ١٧- جولائي ١٩٧٨ع تي هن فانيءَ جهان مان دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو وفات وقت سندس عمر ٧٥ سال هئي.

## ڪلام

ٿلهه: ناتي نينهن تنهنجي نروار ڪيس،
ڏنـي ڏيهه سڄي ۾ اظهار ٿيس.

الست بربڪم آواز ٿيو،
تڏهن قالو بلا منهنجي قلب چيو،
آهي اڪر اهو ٿي اندر روح رهيو،
لکئي روح قلم جي لاچار ڪيس.
جنهن ڏينهن ڪنان ٿيئن جاني جدا،
وتان وقت انهيءَ کان ٿيو فاني فدا،
وسرين ويل نٿو هڪ جاٽي خدا،
آه لنئن ته تنهن جيءَ لاچار ڪيس.
سڪي ساهه سڄڻ توکي ساري ٿو،
هت گهنگهر ڏينهڙا گهاري ٿو،
اهو ورِهه وڇوڙو مون کي ماري ٿو.
آءٌ برهه تنهن جي بيمار ڪيس.
شفا "شاهه محمد" توتي شاهه ڪندو،
پنهنجي واهر وسيلو اچي واهه ڪندو،
بخش گوليءَ جا ته گناهه ڪندو،
پاڙي ڏرَ جنهنجي پينار ٿيس.



(۱۹۰۶ع - ۱۹۷۸)

# "امير" قريشي

امير بخش قريشي ولد امام بخش ڳوٺ شڪارپور ۾ ۱۹۰۶ع ڌاري ڄائو. شاعري جو آغاز ۱۹۳۰ع کان ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد سرشار عقيلي هو. پاڻ "محفلِ احباب" جو صدر، "جميعت الشعراءِ" سنڌ جو جنرل سيڪريٽري ۽ ڪيترن ئي ادبي ادارن جو سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو. سندس تصنيفات ۾ "جهنگل" (ناول) "انور" (ناول) "بياضِ امير" ۽ "شڪوه جواب

شڪوه“ جو ترجمو قابلِ ذڪر آهن. پر اُهي ڪتاب اڃا اشاعت هيٺ اچي نہ سگهيا آهن. پاڻ فوڊ ڊپارٽمينٽ ۾ هڪ اعليٰ عهدي تان رٽائر ڪري ڪجھ وقت شڪارپور ۾ سڪونت پذير ٿيو، بعد ۾ ڪراچيءَ منتقل ٿيو. پاڻ نهايت ئي نيڪ ۽ مهمان نواز طبيعت جو مالڪ هو. ١٩٧٨ع ڌاري وفات ڪيائين.

## ڪلام

رازِ دل پنهنجو ٻڌائي ويٺا،
حسن کي پاڻ پَسائي ويٺين.

دانهن دنيا کي ڏنهہ حيف ’امير‘،
پاڻ کان دوست رسائي ويٺين.

نينهن ناسور پرائي ويٺين،
سوز سيني مان گنوائي ويٺين.

آب اکين مان وهائيہ افسوس،
بره جي باه وسائي ويٺين.

ڏاھ سان ڏيھ ڏڪائي ويٺين،
پاڻ کان پاڻ ڀلائي ويٺين.

خاڪ هوندي ٻہ سڏائين ٿو ’امير‘،
خواه مخواه خلق کلائي ويٺين،

مون چيئہ ڪيم ڪر سوال ’امير‘،
آبرو نيٺ وڃائي ويٺين.



(۱۹۰۳ع- ۱۹۷۹ع)

# محمد خان "غني"

محمّد خان ولد قاضي محمد دائود ۱۸- مارچ ۱۹۰۳ع تي ڳوٺ "ٽکڙ" تعلقو ٽنڊو محمدخان ضلع حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. سندس خاندان علمي ادبي دنيا ۾ نمايان ۽ بلند مقام جو نسل آهي پاڻ حافظ حامد ٽکڙائي جو پوٽو ۽ محمد هاشم "مخلص" جو ڀائٽيو هئو. قرآن شريف ۽ پارسي جي تعليم عبدالله "بسمل" کان ورتائين ۽ اهو ئي شاعريءَ ۾ سندس استاد به هو. ننڍي عمر ۾ شعر چوڻ لڳو ۽ آخر

تائين سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي بي لوث خدمت ڪيائين ۽ خود ۾ نمايان مقام تي پهتو. ١٩٣١ع کان "مسلمان" اخبار جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. غني صاحب جو انتقال ١- مارچ ١٩٧٩ع تي ٿيو.

## ڪلام

چا تو تون پڇين چا مون ڏٺو تنهنجي غمن ۾،
هڪ آهه جگر دوز، هڪ باهه بدن ۾.

مارين ٿو نگهه سان، جيارين ٿو ڪلڻ سان،
اعجاز ڏٺم تنهنجي چپن ۾ اکين ۾.

اکين ئي مليءَ توسان ڪيو دل کي گرفتار،
پنهنجن کان لڳي آهه، نه رک خوف ٻين ۾.

نخچير قرب آهه، ڪمان هٿ ۾ هڪيو ڪان،
ويچار اچي شل نه دلِ تير فگن ۾.

جيئن پير ٿو ٿئي تيئن ٿو ٿئي تيز ستمگر،
ڏس ڪيئن نه ڪريو چرخِ ڪهن آهه اچن ۾.

بلبل جي اگر آهه جو تاثير هو ناهه،
چو چاڪ گريبان ٿيو گل جو چمن ۾.

برباد ڪيو دل کي قدو زلف جي سودا،
نادان جو ڪم نيٺ پيو دارو رسن ۾.



(١٨٩٧ع_ ١٩٧٩ع)

# جان محمّد "اضعف" هالائي

جان محمّد ولد عبدالرؤف ابڙو ١٤_ آگسٽ ١٨٩٧ع تي تولّد ٿيو. اضعف هالائي سندس تخلّص هئو. "سندس اسلامي ۽ تبليغي مضمون ورهين کان وٺي سنڌ جي سيني مشهور اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا پيا رهيا آهن. شاعري توڙي انشا پردازيءَ ۾ سندس استاد مرحوم حڪيم فتح محمّد صغير سيوستاني ۽ مرحوم محمّد هاشم "مخلّص" هئا خلافت واري زماني ۾ خلافت تحريڪ ۾

سرگرميءَ سان حصو ورتائين. انجمن مولود النبي صہ هالا ۾ پاڻ مرحوم الحاج پير محمّد صاحب سائل هالائي جي سنگت ۾ سرگرم ڪارڪن جي حيثيت ۾ سالن جا سال خدمت ڪندو رهيو. سندس هڪ ننڍڙو ڪتابچو بنام "احوال محمّدي انجمن مولود النبي صہ هالا طرفان ڇپجي شايع ٿيو" اضعف هالائي جو انتقال ٨- مارچ ١٩٧٩ع تي ٿيو.

## نعت شريف

حبيبِ صہ خدا آ امامِ نُبوت، رسولن جو سردار، امّت لءِ رحمت
اطاعت سندس آ اطاعت خدا جي، اهو آ حقيقت ۾ روحِ عبادت.
محمّد صہ جو نالو پيارو پيارو، رسي روح کي جنهن سان راحت ئي راحت.
هدايت جا تارا سمورا پيمبر، مٺو مير مرسل آ شمس هدايت.
وڏا ڪوٽ قيصر ۽ ڪسريٰ ڪري پيا، ٿيو جيئن جهان ۾ ظهورِ نبوّت.
عداوت ڪري دور دنيا مان بيشڪ، ڏنائين زماني کي درسِ اخوّت.
خدا مير مرسل کي معراج بخشيو، اڳي ڪين ڪنهن تي ٿي اهڙي عنايت.
مقدّس ۽ ڪامل مڪمّل بشر آ، نبوّت جو نور آ رسالت جي دولت.
سندس ذات آ فخر اولادِ آدم، سندس دم سان انسانيت جي آ عظمت.
خدا موڪليو ڪيس رحمت بنائي، ٿيا ان تي منڪشف اسرارِ حڪمت.
سندس هر قدم آ خدا جي رضا سان، سندس زندگي آهي درسِ هدايت.
هو آبِ ڪوثر جو ساقي سخي آ، سندس هٿ ۾ هوندو لوائي شفاعت.
محمّد جي تعريف "اضعف" ڪندين ڇا، خدا خود سندس ڪئي آ وصفِ رسالت.



(١٩٠٦ع- ١٩٧٩ع)

# دادن فقير

دادن فقير جويو ولد ڏٽي بخش ١٧- جنوري ١٩٠٦ع تي ڳوٺ ميانداد چنبٽي تعلقہ واره ضلع لاڙڪاڻي ۾ تولد ٿيو ۽ ١٩- آڪٽوبر ١٩٧٩ع تي وفات ڪيائين. سندس زندگيءَ جو تفصيلي احوال تہ ملي ڪونہ سگھيو آهي. پر ان کان هرگز انڪار نٿو ڪري سگھجي تہ پاڻ پڙهيل ڪڙهيل هئو سندس غزل ۽ ڪافيون مشهور آهن جيڪي سنڌ جا ڳائڻا وڏي چاهہ ۽ محبت سان ڳائيندا آهن. پاڻ

فقيراڻي طبع جو مالڪ هئو ۽ فطرتاً توَڪلي هو. سندس لاڙڪاڻي خواهه دادوءَ جي اتر ضلعن ۾ ڪيترائي شاگرد آهن. سندس ڪلام هر لحاظ کان معياري آهي گهڻو ڪري وڏن مشاعرن ۽ ڪانفرنسن ۾ ڪلام پڙهي داد حاصل ڪندو هئو. سندس وفات ١٩- آڪٽوبر ١٩٧٩ع تي ٿي.

## ڪلام

ٿو پانيان موت مان پنهنجو وڃڻ دلدار جي ويجهو،
جهلي دهشت وڃان ٿو ڪين ڪي مان يار جي ويجهو.
لڳي ويئي تار وڃجي ڪئن مار زلفن جو،
ڏنگن جي لاءِ ويئو آ سندس رخسار جي ويجهو.
خبر ناهي هي ڪهڙي مون کي ٿي بيماري وئي آهي،
جو پنهنجو پي اچي ٿو ڪين مون بيمار جي ويجهو.
ڪٽي تلوار مارڻ لءِ ايندو ته اي "دادن"
جهليندس پنهنجو گردن وڃي تلوار جي ويجهو.

١- آفتاب عشق از سردار الطاف حسين لاکير



(۱۹۱۱ع- ۱۹۸۰ع)

# حاجي الله بچايو ”وفا“

حاجي الله بچايو ولد محمد جمن گاجڻي، ميمڻ ۴- آڪٽوبر ۱۹۱۱ع تي هالن ۾ ڄائو. سندس وڏا هالا جي اوڀر ڏکڻ جي ڏيڍ ميل فاصلي تي ڳوٺ گجڻ جا رهاڪو هئا. جتي گجڻ جي نالي سان قبرستان به آهي. حاجي الله بچايو ايامِ طفوليت کان ئي شعر و شاعري تي طبع آزمائي ڪئي، سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ ڪيس چڱي ڄاڻ هئي. شاعري ۾ ”وفا“ تخلص استعمال ڪيو اٿس. سال

۱۹۴۳ع کان وفات تائين ميونسپالٽي هالا جو ميمبر رهيو ۽ سال ۱۹۴۴ع ۾ مسلم ليگ هالا جو جنرل سيڪريٽري به ٿي رهيو. سندس وفات ۱۶- جنوري ۱۹۸۰ع/ ۲۷ صفر المنظفر ۱۴۰۰ھ تي ٿي.

## ڪلام

جائو محمدؐ مصطفيٰ فخرِ اول آخر نبي صہ،
ختم الرّسل خيرالوريٰ احسن امين اظهر نبي صہ.

لولاڪ لَما جي لقب خلقِ عظيم سان عجيب،
عالم اندر عالي نسب آيو اسان آڌار نبي صہ.

طه و يسِ انّما ثابت صحيح سنديس ثنا،
سڀ ڪو چوي صلوعليٰ صدها مٿي سرور نبي صہ.

شاهِ زمان شافع امم اوجر سندو عرب و عجم،
نابود ٿي زوري ظلم اظهر ٿيو انور نبي صہ.

سلطان انس و جان جو محبوب رب رحمان جو،
ني مثل ان جي شان جو بي مثل منجهہ مظهر نبي صہ.

هر دم "وفا" جيهيءَ صدا آسان ٿئي احمدا،
مطلب ملن مون من سندا بيدار ڏي هيڪر نبي صہ.



(١٩٠٦ع- ١٩٨٠ع)

# صوفي علي محمّد فقير ٽالپر

صوفي علي محمَد فقير ولد صوفي مير محمَد فقير ٽالپر سن ١٩٠٦ع ۾ ڳوٺ ٽالپر وڏو تعلقي ڪوٽ ڏيجي ضلعي خيرپور ۾ تولّد ٿيو. سنڌي، فارسي ۽ عربي جي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. تمام سٺو ۽ عمده شاعر هئو سندس رسالو "رتن امول" جي نالي سان ڇپيل آهي. پاڻ صوفي درياءَ خان فقير جو روحاني طالب هُئو، سندس وصال ٢٢- جمادي الاوّل ١٤٠٠ھ/ ٨- اپريل[١] ١٩٨٠ع تي ٿيو ۽ سندس آخري آرامگاھ ٽالپر وڏا ۾ موجود آهي[٢].

## ڪلام

ٿلھ: ڪنھن ڪون سڻا وان آزار دل دا،
وچڙي وَرھيان دي، نھين يار مِلدا.

مئين تان مُني دا ڏکيا جياپا، قاصد سڄڻ ڪون ڏيوين نياپا،
ٻانھي تساڏي سگ نہ سياپا، سھٹا نہ ڪيتئي ڪڏان ترس تلِ دا.

مدتان گذر ڳيان اؤندا نہ جاني، دردان ڪيتي ھي دلڙي ديواني،
نيتي ھجر سبِ جوبن جواني، باقي رھيا وچ، ياندھي گِل دا.

سرکي پلاڻئي سِک دي سوائي، ترھا ڏکي داڪيتئي توائي؛
رھيا وچ تخَير مرغا ھوائي، محشر مچايئي ظاھر چاذِل دا.

”علي محمّد“ ٻوليان ٻليندا، آيا عشق تئڏا مئکون ڳوليندا،
ڏي ڏي جھٽکان در در رُليندا، ڏاڍا بار سر تي آيا بي مِثل دا.

---

١ـ ڪافيون جلد ٣ صہ ١٣٣١
٢ـ بمطابق تقويم ھجري



(۱۹۵۷ع- ۱۹۸۰ع)

# علي ڏنو شاھ

علي ڏنو شاھ عرف علڻ شاھ ولد سيد بچل شاھ جيلاني تخلص "علڻ" ڳوٺ ڏنديي تعلقو ميرپورخاص ضلعي ٺٽي ۾ ۲- اپريل ۱۹۵۷ع تي تولد ٿيو. سندس تعليم ست درجا سنڌي هئي. قرآن شريف پڙهيل هو. پاڻ ننڍپڻ کان ئي فقيرن جي صحبت ۾ رهيو ۽ شاعري ۾ ڪندو هو. سندس رسالو قلمي صورت ۾ موجود آهي. سندس وصال ۱٦- نومبر ۱۹۸۰ع تي تربت لڳ ڳوٺ شاھ محمد شاھ

جيلاني تعلقو ميرپور بٺورو ضلعو ٺٽي ۾ ٿيو. شاعريءَ جو تعداد ۴۰۰ ڪلام ۽ ڪجھ بيت ٻـ ڇپيل آهن.

## ڪلام

الله لڳ عرض هي منهنجو اگهائج يا رسول الله،
پنهنجي در پاڪ جي چائنٺ چمائج يا رسول الله.

دنيا درياهه گناهه لهرون- وري ويٺي وير پاپن جي،
ڪنڌيءَ تي ڪارئي ڪشتي پڄائج يا رسول الله.

پليل بدڪار ۽ غافل بدعتي بي ثمر آهيان،
رحمت للعالمين رهبر، رسائج يا رسول الله.

"علڻ" اسان عيبدارن کي ڏڪيندا باهه دوزخ ڏي،
ڏيئي هٿ فيض برڪت جا- بچائج يا رسول الله.



(۱۸۹۸ع- ۱۹۸۱ع)

# ميرزا علي محمّد بيگ ”مظفر“

ميرزا علي محمد بيگ ”مظفر“ ولد مرزا قربان علي بيگ ۷- مئي ۱۸۹۸ع تي ٽنڊو آغا ۾ تولد ٿيو. ميرزا صاحب پنھنجي والد کان قرآن مجيد ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪئي. پرائمري تعليم وٺڻ بعد ”نولراءِ هيرانند اڪيڊمي“ ۾ داخل ٿيو. ۱۹۱۸ع ۾ روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ سرڪاري ملازم ٿيو ۽ شاعري جو آغاز ڪيائين. ۱۹۲۰ع ۾ هزهائينيس مير عبدالحسين خان ”سانگي“ (جيڪو ان وقت

آنرري مئجسٽريٽ هو) وٽ سرڪاري طور سرشتيدار مقرر ٿيو. ان زماني ۾ پنهنجي ڪلام جي اصلاح پنهنجي والد ۽ هزهائينيس مير عبدالحسين خان "سانگي" کان وٺندو هو. ميرزا صاحب جي ڪلام ۾ مناجات، نعت، قصائد، مرثيه، سلام، غزليات ۽ رباعيات وغيره سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانن ۾ موجود آهن. سندس مقالا ۽ يادگيريون نظم سان گڏ نثر ۾ به تحرير ٿيل آهن- ميرزا صاحب ٢٣- صفر ١٤٠١ھ مطابق ١- جنوري ١٩٨١ع تي وفات ڪئي ۽ پنهنجي آبائي قبرستان ۾ دفن ٿيو.

## ڪلام

ڪسي ديدار سان دل ويو اول مونس دويم دلبر،
جو مونس، مونسِ جاني ۽ دلبر دلبرِ شڪَر.

ٿيا چشم و دهان هن جا اول نرگس دويم چشم،
جو نرگسِ نرگسِ شهلا ۽ چشم چشمۂ ڪوثر.

خط و خالِ نگار آهن. اول حالت دويم خاطر،
جو سنبل، سنبلِ مشڪين ۽ نقط نقطۂ عنبر.

سڄڻ پنهنجي جو مان آهيان اول چاڪر دويم بنده،
جو چاڪر چاڪرِ ڪهنه ۽ بنده بنده ڪمتر.

گهري حق کان "مظفر" ٿو اول ساقي دويم باده،
جو ساقي ساقي گلرخ ۽ باده باده احمر.



(۱۹۰۳ع- ۱۹۸۱ع)

# عبدالله "خواب" حيدرآبادي

عبدالله "خواب" ولد ميان علي بخش پنهور جي ولادت ۲۹- ڊسمبر ۱۹۰۳ع تي ٿي ۽ ۲۱ فيبروري ۱۹۸۱ع تي انتقال ڪيائين. "خواب صاحب جو والد ماجد هڪ عاشقِ رسول مدح خوان هو. خواب صاحب تعليم جي لحاظ کان ته چار درجا مس پڙهي سگهيو- ۱۹۲۷ع ۾ مسلم ادبي سوسائٽي قائم ٿي، جنهن ۾ مرحوم ميران محمد شاه صاحب خانبهادر محمد صديق ميمڻ، عطا محمد عطا،

ڊاڪٽر خليل بسمل، ليڪراج عزيز ۽ غني صاحب پارن شاعرن سان گڏ مشاعرن ۾ شرڪت ڪيائين. سندس ذوقِ شاعريءَ جي تربيت حافظ حيات شاهه صاحب ۽ سندس وڏي ڀاءُ راز صاحب ڪئي. آخري دور ۾ "بزمِ خليل" (۱۹۴۸ع) جي ڪچهرين سون تي سهاڳي جو ڪم ڪيو. ان سان گڏ (انجمن ترقي اردو) جي اردو جي مشاعرن ۾ به ڪلام پڙهڻ شروع ڪيائين. ان سلسلي ۾ جميعت الشعرا جي ادبي ڪانفرنسن ۾ (اديب سنڌ) (مهراڻ) رسالن به خواب صاحب جي ذوق جي تڪميل جو سامان پيدا ڪيو. ان طرح "بزمِ طالب المولىٰ" جي ڪچهرين به کيس ڪافي چمڪايو.

## ڪلام

بره ڪيو بيحال پيو پڇائين پار پنهل جو،

سور پرائي ٿيون جي سٽيون، پهتيون تن کي پرت جون پتيون،
ساجن تن جي لڌي سنڀال.

پسي پنهل جن پاتيون پتيون، واس وڻي سي رنگ ۾ رتيون،
ڏنائون جوت جمال.

وندر وراڪا ووڙيندي وتيون، تڪيندي رات جا تارا ڪتيون،
ههڙا ٿيڙن حال.

ليڙون لٽا تيا لاٽيون چتيون، ڪيڻ جون ڪيتيون مڙئي ڪتيون،
پرت ڪيون پامال.

موهه ۾ من جون ماريون متيون، جيڻ جون پيئون گڏجي گتيون،
"خواب" ڏي خوشحال.



(١٩٣١ع- ١٩٨١ع)

# اسدالله شاه "بيخود" حسيني

سيد اسدالله شاه "بيخود" حسيني ولد سيد الله بخش شاه ١٢- اپريل ١٩٣١ع تي ڄائو. تعلي مئٽرڪ ١٩٥٣ع ۾، بي- اي ١٩٥٧ع ۾ ڪيائين. لنڊن يونيورسٽي مان ١٩٦٠ع ۾ ۽ پي ايچ ڊي ڪئمبرج يونيورسٽي مان ١٩٦٦ع ۾ ڪيائين. لنڊن يونيورسٽي ۾ ريسرچ اسسٽنٽ، سنڌ يونيورسٽي ۾ فارسي جو پروفيسر ۽ ڊين فيڪلٽي آف آرٽس، چيئرمن سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ، اعزازي

سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ۽ چيف منسٽر جو اسپيشل اسسٽنٽ رهيو. شاعري ١٩٥٣ع کان شروع ڪيائين. محمد خان غني ۽ گرامي صاحب جو شاگرد هو. ٢٣ جولاءِ ١٩٨٠ع تي انتقال ڪيائين. اسدالله شاهه پهرين اسد طور تخلص استعمال ڪندو هئو مون (طالب المولى) خط ۾ کيس "بيخود" لکيو ۽ تخلص طور ڏنو جيڪو پاڻ سدائين تخلص طور استعمال ڪندو هو.

## ڪلام

توسان گڏجي رهڻ واري ڏار ٿيڻ،
نڪي آهه جيڻ نڪي آهه مرڻ.

منهنجي حالت تي جي تون غور ڪرين، نڪي ڪائين ڪلين رڳو سڏڪا ڀرين،
منهنجا سور سٽين ويٺو سور چرين، چو ته توئي سيڪاريو قرب ڪرڻ.

اهي ڏينهن ته ڪهڙا ڏينهن هئا، رڳو محبت جا ئي مينهن هئا،
پنهنجا شوق ته جڻ ڪي شينهن هئا، نڪي ڪنهن کان ڊڄڻ، نڪي ڪاڻ ڪڍڻ.

اهڙو محبت ۾ مجبور آهيان، پنهنجي پاڻ لئي پاڻ ئي پور آهيان،
ڪڏهن ڇهڪ آهيان، ڪڏهن چور آهيان، ڪڏهن خوب خوشيون، ڪڏهن روح رڙڻ.

اڄ رسم و رواج جا بند ڀڄون،
هڪ ٻئي سان هم آغوش ٿيون،
پوءِ "بيخود" اهڙا ٿي ته وڃون،
نڪي عقل اچڻ، نڪي هوش هجڻ.



(۱۸۹۵ع- ۱۹۸۱ع)

# قاضي علي اڪبر درازي

قاضي علي اڪبر ولد قاضي علي محمّد ۲۸- جولاءِ ۱۸۹۵ع تي روهڙيءَ ۾ تولد ٿيو. بمبئي يونيورسٽي مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. ننڍپڻ کان ئي سندس طبيعت جو لاڙو تصوف ڏي ٿي ويو. پنهنجي مرشد سچل سرمست ڏانهن سندس عقيدت عشق جي درجي تي پهتل هئي. سندس تخلّص "غلام اڪبر" آهي. پاڻ تقريباً ننڍا وڏا پنجاهه ڪن ڪتاب

لکيا اٿس. ٢٨- جولاءِ ١٩٥٠ع تي خزانہ آفيسر جي عهدي تان پينشن ورتائين. آخري عمر دوران بہ پنهنجي مرشد جي ميلي ۾ ۽ مقامي ادبي ڪچهرين ۾ باقاعدگي سان شريڪ ٿيندو رهيو. ٣٠- آڪٽوبر ١٩٨١ع تي وفات ڪيائين ۽ عيدگاهہ قبرستان لڳ مختيارڪار آفيس روهڙي ۾ دفن ٿيل آهي.

## ڪلام

اچي هن حال ۾ حامي سگهو ٿيو يا رسول اللهؐ،
ٻُڏي ناڪس نماڻي جو ٻاڏايو يا رسول اللهؐ.

چئن طرفن ورتو ويڙهي غمن جي فوج آهہ مون کي،
ٻَلائي ساڻ بيوهہ کي بچايو يا رسول اللهؐ.

اميدن جي پريل ڪشتي غمن جي بحر ۾ پيئي،
مرادن جي ڪناري تي رسايو يا رسول اللهؐ.

اگر تقدير منهنجيءَ ۾ چڱائي ڪا لکيل ناهي،
مهر سان تنهن کي مختيارا مَٽايو يا رسول اللهؐ.

مهابي "علي اڪبر" جي غلام اڪبر جي مڃ آزي،
ظاهر باطن مرادون سڀ پڄايو يا رسول اللهؐ.



(۱۹۲۸ع- ۱۹۸۱ع)

# سيد سردار علي شاھ ”ذاڪر“

سيد سردار علي شاھ ”ذاڪر“ ولد سيّد جعفر شاھ ۱۹۲۸ع ۾ تولّد ٿيو ميٽرڪ نواب شاھ هاءِ اسڪول ۽ بي- اي (آنرس) سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي مان پاس ڪيائين. خاڪسار تحريڪ ۾ ڪم ڪندي سرڪاري ملازمت بدران آزادي واري زندگي کي ترجيح ڏنائين ۽ صحافت جي ميدان ۾ قدم رکيائين پهرين ”الوحيد“ ۾ ڪم ڪيائين. رسالو ”عام راءِ“، ”ڪاروان“ ۽ آخر ۾ مهراڻ

اخبار جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سندس تصنيفات مان ”رت جا ڳوڙها“ ”سنڌي زبان جي حيثيت ۽ ان جو مستقبل“، ”ديارِ يار ۾ جي دم گذاريم“ ۽ نعتيه شاعري ڇپيل آهي. پاڻ ١٩٨١ع ۾ انتقال ڪيائين.

## ڪلام

مون کي گهايو اوهان جي گهور پرين،
ڇڪي چاڪ ٿيا ناسور پرين.
تنهنجا ارڏا نيڻ اُچائين ٿا،
هٿي گهور دلين کي گهائن ٿا،
تکا ابرو تيغ وهائن ٿا،
ڪن ڏاڍِ ڪِيس ڪلور پرين.
تنهنجا ڏند سڄڻ دلبند چوان،
لب لال شڪر ۽ قند چوان،
تنهنجا عارض صاف سڳند چوان،
تنهنجي پيشاني پرنور پرين.
تنهنجا وار سڄڻ 'واليل' عجب،
جن ۾ تازا تيل ڦليل عجب،
اهي نانگ وجهن ٿانيل عجب،
تنهنجي دام جو هي دستور پرين.
تنهنجي سونهن ڀڃي ”سردار علي“،
آيو در تي تنهنجي دلدار هلي،
ڪر آن سان اڇي ڀوتار ڀلي،
جيڪو وک وک تي وهلور پرين.

---

١_ ڪافيون جلد ٣ ۽ سنڌي غزل جي اوسر



(١٩٢٥ع- ١٩٨٢ع)

# ”پيرل“ پياسي

پير محمد عرف ”پيرل“ پياسي ولد محمد حسين هولائي ڳوٺ ميرپور ساڪرو ضلع ٺٽي ۾ ١٩٢٥ع ۾ تولد ٿيو. تعليم سنڌي فائينل ۽ ٿوري عربي ۽ فارسي حاصل ڪيائين- روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ نهايت ڪامياب ٽپيدار شمار ڪيو ويندو هو. ضلع ٺٽي جي ٽپيدار ائسوسئيشن جو جنرل سيڪريٽري پڻ ٿي رهيو. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جو ابتدا کان وٺي ڪامياب شاعر رهيو. سنڌس

ڪلام "گرامو فون ڪمپني ڪراچي" طرفان رڪارڊ ٿي ملڪ ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن- سنڌس شاعري جو زياده تر رجحان ڪافي ڏانهن مائل آهي، ان ڪري عوام ۾ ڪيس ڪافي مقبوليت حاصل هئي. پاڻ ساڳئي وقت "بزمِ ادب" ميرپور ساڪري جو صدر ٿي رهيو هو. ٺٽي جي مشهور استاد شاعر، سيد زمان شاهه "ساقي" جو خسته حالت ۾ پيل ڪلام گڏ ڪيائين ۽ تاريخ ۴- فيبروري ۱۹۸۲ع تي رحلت ڪيائين.

## ڪلام

اگر لطف و عطا ان جو، مون کي حاصل نه ٿي سگهندو،
تڏهن پڻ قلب ان جي ياد کان غافل نه ٿي سگهندو.

نه ڪر تون ذڪر چشمِ يار سان گڏ چشم جو آهي،
جو انجم نيٺ انجم آ، مِ ڪامل نه ٿي سگهندو.

فراقِ يار ۾ دل جا جزا سڀ ڌار ٿيا آهن،
يقين آهي مرڪب ڪيئن به لفظ "دل" نه ٿي سگهندو.

نه جنهن وٽ ڪا هجي اخلاص ۽ ايمان جي دولت،
اهو مخلوق جي خدمت طرف مائل نه ٿي سگهندو.

اوهان جون محفلون آهن يقيناً اوج تي يارو،
مگر "پياسي" شريڪِ رونقِ محفل نه ٿي سگهندو.



(۱۹۱۱ع- ۱۹۸۲ع)

# سيّد ولايت شاھ جيلاني

سيّد ولايت شاھ ولد سيد بگن شاھ جيلاني ڳوٺ انباھ شريف تعلقي لکي ضلع شڪارپور ۾ ۱۳۲۹ ھ مطابق ۱۹۱۱ع ۾ تولد ٿيو. ننڍپڻ ۾ پنھنجي والد سيد بگن شاھ جو طالب ٿيو. ننڍي ھوندي کان وٺي فقيري حال مٿس موجود ھو. پاڻ سنڌي، سرائڪي شاعري ڪندو ھو. سندس قلمي رسالو موجود آھي. سدائين الله جي عشق ۾ محو رھندو ھو. فقراءَ سدائين گڏ ھوندو ھوس. درگاھن

تي وڃي فقراءَ سميت ويراڳ وٺندو هو. جهڙوڪ صوفي شاهه عنايت شهيد، صوفي محمد فقير کٽياڻ، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، قلندر لعل شهباز وغيره. پاڻ صورت جو تمام سهڻو هو، ماڻهو سندس ڪلام ٻڌي محو ٿي ويندا هئا، سدائين هيٺ ويهڻ پسند ڪندو هو. ڪيترن ئي طالبن کي فيضياب ڪيائين. ١٦- مارچ ١٩٨٢ع بروز اربع ۴ بجه شام مطابق ٢٠ جمادي الاول ١۴٠٢هه تي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو.

## ڪلام

حضرت انسان نقش صورت ۾ جلوو ذات قدير جو آ،
فرقاني فهم فرمودي جو، يطهر ڪم تطهير جو آ.

ٿي پاڪ اول پوءِ پاڪ کي پس، هر دي اندر پائي جهاتي ڏس،
پيهي پاڻ ۾ پس يار مزا پس، اهو تصوّر تنهن تصوير جو آ.

ٿي سير جي سانگي سيلاني، پرين پوش پهري آيو انساني،
جوئي چوليءَ اندر سوئي ٻولي اندر، اهو توصل تان تدبير جو.

پير مغان ڪان راهه رندي، وجه الله ويساه رندي،
شد شاهه ولايت شهنشاهي، هي فيض فياض فقير جو آ.

مخدوم طالب المولىٰ



(۱۹۱۹ع- ۱۹۸۲ع)

# ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“

ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“ ولد قائم خان سوهو ويڙل ڳوٺ سوهو قناصره تعلقہ ڪوٽ ڏيجي ضلع خيرپور ميرس ۾ ۱- جنوري ۱۹۱۹ع تي تولد ٿيو. ”ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“ جا وڏا مير سهراب خان جي خاص مقربن مان هئا. تنهن ڪري هن وقت تائين سندن وڏي عزت ۽ آبرو آهي پاڻ اتي جي اسڪول مان پرائمري ۽ ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان انگريزيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. طالب العلميءَ واري زماني ۾ سيّد غلام علي ”مخمور“ کان علمِ عروض جي

تعليم حاصل ڪيائين ۽ "اديب سنڌ" لاڙڪاڻي ۾ شايع ٿيڻ لاءِ شعر موڪليندو رهيو."

اسلاميه ڪاليج هالا ۾ پروفيسر هئو. نهايت خوش مزاج ۽ باتهذيب شخص هئو. ٣- جون ١٩٨٢ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

اڃي ٿو سدا دل کي يارن جو ڏوڪو،
هي ڪشتي ٿي ڪائي ڪنارن جو ڏوڪو.

ڏين ٿا وڏن اعتبارن جو ڏوڪو،
نظر ڪيئن اڃي ناز وارن جو ڏوڪو.

گلن پنهنجي دامن ۾ ڪنڊا ڇپايا،
خزان کان وڌ آيو بهارن جو ڏوڪو.

هَنيا ڪجهه ڪکر سحر ڪين آئي،
هي چانڊاڻ ٿي چئن تارن جو ڏوڪو.

گهٽا منهنجا منڙا اٿئي دل جا ڪارا،
متان ڪائين ڪٽ قرب دارن جو ڏوڪو.

رسايو جنون نيٺ منزل تي "حامي"
خود ٿي ڏنو رهگذارن جو ڏوڪو.



( -۱۹۸۲ع)

# فقير حاجي يارمحمّد مري

فقير يارمحمد مري وينل ڪاهي لڳ ڳوٺ ڪاٺوڙي ضلع سانگهڙ. سندس ولادت جي خبر نه پئي پوي. محمّد فقير ڪتياڻ جو طالب ٿيو ۽ ان جي ڪلامن پران ڪلام چيائين ۽ وڏي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. ننڍي هوندي کان ئي صوفي سُنگ ۾ شامل ٿي يڪتاري تي ڪلام چوندو هو ۽ پوءِ پنهنجا ڪلام به چيائين. وڏيءَ محبّت وارو فقير هو "عشق قائم" ۽ "صدقي حضرت عشق تان"

سندس تکيہ کلام ھو[1]" فقير يارمحمّد مري ٢٣- آڪٽوبر ١٩٨٢ع تي وفات ڪئي. "طالب علي" بطور تخلّص استعمال ڪيو اٿس[2].

## ڪلام

جپ عشق اندر دم دم، ڏس صاف صورت انسان ۾.

دم دم عشق الستي آهي، پير مغان سان لنئون ڏس لائي،
سرڪ ساقي کان وٺ تون ٺاهي، پس قدرت جو قلزم،
جهاتي پائي جان ۾.

"ونحن" وارو ورق ورائي، "اقرب" کان اوڏو ٻول ٻولائي،
هردم وينو حڪم هلائي، تون 'قالو' واري قول ۾ قم،
هل اهِنا جي ايوان ۾.

"طالب علي" ۾ تنهنجو تڪيو، هر دم وينو آهين هڪيو،
لاحد واري حد ۾ لڪيو، ڏوُ ڏوُ ڏام مچايو ڏُم،
تندن واري هن تانَ ۾.

---

١- ڪافيون صہ ١١٦٠
٢- مخدوم طالب المولیٰ



(۱۹۲۷ع- ۱۹۸۲ع)

# نُورمحمّد ابڙو ”نور“ هالائي

نورمحمد ”نُور“ ولد احمد خان ابڙو ١- جنوري ۱۹۲۷ع تي تولد ٿيو- ابتدائي تعليم هالا نوان ۾ ورتائين. ۱۹۴۵ع ۾ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪيائين ۱۹۴۶ع ۾ ڪلارڪ طور بئراج کاتي ۾ مقرر ٿيو. ۱۹۵۶ع ۾ بي. اي جو امتحان پاس ڪيائين. ۱۹۵۸ع ۾ هائر ڪواليفائيڊ ڊپارٽمينٽ امتحان امتيازي حيثيت سان پاس ڪيائين. ۽ سنڌ جي جدا جدا تعلقن ۾ بطور

هيڊمنشي تي ڪم ڪيائين. ١٩٧٢ع ۾ مختيارڪار مقرر ٿيو. "نُور" صاحب کي شاعري سان تمام گهڻو شوق هو. سندس وڏي ڀاءُ انور هالائي شاعري ۾ سندس رهنمائي ڪئي. "فردوس" ۽ ماهوار "هلال پاڪستان" ايڊيشن ۾ سندس ڪلام ڇپيو هو. پاڻ "گرئجوئيٽ ايسوسئيشن" جو ميمبر هو- غريب ۽ نادار ماڻهن جي امداد به ڪندو هو ۽ ڪيترا سال ابڙا ويلفيئر ائسوسئيشن جو صدر به ٿي رهيو ۽ نمايان خدمتون سرانجام ڏنائين. سندس انتقال ۴- نومبر ١٩٨٢ع تي ٿيو.

## ڪلام

ٻُڌائڻ ٿو گهران جي مان پراڻو داستان ڪڏهن،
ته ڪن ٿا نڪته چيني سڀ هِتان ڪڏهين هُتان ڪڏهين.

ڏس تقدير! جو حاڪم ٿئي ٿو خود گدا ڪڏهين،
گداگر ٿي پون ٿا هن جهان جا حڪمران ڪڏهين.

سنيالي هل جهان ۾ ڪر نه ڪنهن سان راز ڪڏهين،
مثل شيطان جي انسان ڪونه ٿيندو رازدان ڪڏهين.

ميجيندو منهنجي رستي کي سو رهزن رهنما ڪڏهين،
جڏهن نامهربان ڪوئي ته ٿيندو مهربان ڪڏهين.

نظر لطف و ڪرم جي ڪر غلامن تي خُدا ڪڏهين،
نه ويندي "نُور" جي تو وٽ دعا ڪا رائگان ڪڏهين.



(۱۹۰۰ع- ۱۹۸۲ع)

# ڊاڪٽر شيخ محمّد ابراهيم ”خليل“

ڊاڪٽر محمد ابراهيم ”خليل“ ولد محمد يوسف شيخ ويٺل حيدرآباد ۲۴- ڊسمبر ۱۹۰۰ع تي ڄائو. ”سنڌيءَ جو ڪهنه مشق ۽ قادرالڪلام شاعر هو. ابتدائي تعليم، ”سنڌ مدرسة الاسلام“ ڪراچي ۾، قرآن شريف مولوي محمّد عثمان نورنگزاده وٽ پڙهيو. ”نولراءِ هيرانند اڪيڊمي“ ۾ پڙهڻ کان پوءِ ”نارائڻ جڳنات هاءِ اسڪول“ ڪراچي مان ۱۹۱۷ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ”ڊي جي سنڌ

ڪاليج" ڪراچي ۾ به متعلم رهيو. سائنس ۽ ڊاڪٽري، ١٩٢٥ع ۾ بمبئي ۾ پڙهيو. فارسي تعليم مولوي ميانجي عبدالحق وٽ ورتائين. ويانا (آسٽريليا) رانچي ۽ بهار مان دماغي مرضن جو اپياس ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب انهيءَ فن ۾ ماهر هو. حيدرآباد ميڊيڪل اسڪول، "ڊوميڊيڪل ڪاليج" ڪراچي ۽ "لياقت ميڊيڪل ڪاليج" حيدرآباد ۾ پروفيسر ٿي رهيو. سرسي جي مينٽل هاسپيٽل گدو (حيدرآباد) ۾ چوڏهن سال سپرنٽينڊنٽ ٿي رهيا، ۽ ١٩٥٥ع ۾ اسسٽنٽ ڊئريڪٽر هيلٿ ٿي رٽائر ڪيائين. شاعري ١٩١٣ع کان شروع ڪيائين، پهرين "غافل" پوءِ "خليل" تخلص اختيار ڪيائين. اهڙي طرح "بزم خليل" ۽ "انجمن ترقي اردو" ڊاڪٽر صاحب جي خدمتن جا تاريخي شاهد آهن. سندس انتقال ١٩- نومبر ١٩٨٢ع تي ٿيو.

## ڪلام

هتن ۾ ڪن جي پيمانا ٿين ٿا، اکين ۾ ڪن جي ميخانا ٿين ٿا.
نظر جا ڍنگ مستانا ٿين ٿا، ڏسي سڀ ان کي ديوانا ٿين ٿا،
رقابت کان ئي ديوانا ٿين ٿا، سڙي دشمن به پروانا ٿين ٿا،
نه چو شبنم کي ساي مي بنائين، گلن جا پي ته پيمانا ٿين ٿا.
سنڌ ءِ نظرن جو آهي فيض، ساقي، جو پيمانا به ميخانا ٿين ٿا،
سبق حاصل ڪري دنيا مان انسان، هتي عبرت جا افسانا ٿين ٿا.
ڪري دنيا سان نفرت چو نه انسان، جڏهن پنهنجا به بيگانا ٿين ٿا،
گلن ٿا زندگي جا راز تن تي، انهيءَ کي ئي ته دنيا ٿا چون سڀ،
جتي هشيار ديوانا ٿين ٿا، خرد کان جيڪي بيگانا ٿين ٿا.
زماني ۾ جي گذرن واقعا ٿا، "خليل" اڳتي سي افسانا ٿين ٿا.

(١) مهراڻ شاعر نمبر ص ٦٩ سال ١٩٩٠ع



(۱۹۱۱ع- ۱۹۸۲ع)

# قادن فقير سومرو ”قادن“

قادن فقير سومرو ڳوٺ ٽنڊوالهيار لڳ شاهپور ۾ ۱۹۱۱ع ۾ ڄائو. سڄي حياتي صوفين ۽ درويشن جي ميلن تي فقراءَ سميت ويندو هو، جن ۾ منٺار فقير فقير نواب ولي محمد، محمّد فقير کٽياڻ ۽ جهوک شريف قابِل ذڪر آهن. پاڻ سڄي حياتي تارڪ دنيا رهيو ۽ چوندو هو ته مون کي سائين محمد فقير کٽياڻ وٽان سندس وصال کان پوءِ ذڪر مليو ان ڪري محمد فقير جو طالب سڏائيندو

هو. پاڻ سٺو شاعر به هو. سندس شعر قلمي نسخي جي صورت ۾ موجود آهي. سال ١٩٨٢ع ۾ وفات ڪيائين. وصال بعد پنهنجي دوستن، احبابن کي خواب ۾ به ٽي دفعا فرمايائين ته مون کي مقام مان ڪڍي ڪنهن ميخاني ۾ رکو. سندن چوڻ موجب کيس مقام مان ڪڍي ميخاني ۾ رکيو ويو. جتي هن وقت درگاه آهي ۽ سندس وصال جو ڏهاڙو ملهايو ويندو آهي.

## ڪلام

بقا جي باغ ۾ باندي،
تري ويندين چئو ها يا نه؟
ڏسي هي درد دنيا جا،
مري ويندين چئو ها يان نه؟

حقيقت حال جي حاضر،
ٻڌايان ٿو توکي ٻيهر،
سچائي صاف ٿيا سهڻا،
پري ويندي چئو ها يا نه؟

ڏسي ٿو جي بقا باري،
وساري وصل جون وايون،
بهادرِ باغ ۽ بنگلا،
وري ويندين چئو ها يا نه؟

"قادن" ڪمال ۾ قلزم،
ڳاريندءِ ڳالهه ۾ ڳاهي،
ڪيو قابو ڪلان واري،
ڳري ويندين چئو ها يا نه؟



(١٩١٢ع- ١٩٨٣ع)

# فقير ولي بخش راڄڙ

فقير ولي بخش راڄڙ ولد قبول محمد راڄڙ ولد منٺار فقير راڄڙ. ويٺل ڳوٺ ڪاٺي راڄڙ تعلقو ڪپرو ضلع سانگهڙ. شاعريءَ ۾ تخلص بدران ”ولي بخش“ لکندو هو. مشهور شاعر منٺار فقير جو پوٽو ڳوٺ ڪاٺي راڄڙ تعلقہ ڪپرو ضلع سانگهڙ ۾ تولد ٿيو. تاريخ ولادت ڪا نہ ٿي ملي. مرشدنا قبلہ غلام محمد سائن جي هٿ تي بيعت ڪيائين. گل سائين (قبلہ والد صاحب جن) وانگر هميشہ

خاڪي لباس ۾ رهندو هو. گهٽي قدر رئندو يا ماٺ ڪندو هو ۽ هر وقت باادب، بااخلاق، باتهذيب ۽ بامراد هئو. گل سائين (مرشدنا قبلہ والد صاحب جن) بعد منهنجي هٿ تي بہ بيعت ڪيائين ۽ خليفو گل فقير ميربحر گل سائين جي حاضري وارو ماٺهو ٿيو. شاعريءَ ۾ ڪافي اڪثر لکندو هو. فقير بہ باقاعدي فقير هئا نہ ڪنهن کي ڏيندو هو نہ ڪنهن جي شڪايت ڪندو هو. مڪمل فقير صورت ۽ فقيري تار رکندو هو. سندس پوٽو فقير محمد بخش اجا هاڻ بسن بلوغ تي پهتو آهي تہ شاعري ڪافيءَ جي ڪرڻ لڳو آهي. کيس "ضامن" تخلص ڏنو اٿمر دعا آهي تہ پنهنجي ڏاڏي فقير ولي بخش جون آسون لاهي، آمين فقير ولي بخش تاريخ ٥- نومبر ١٩٨٣ع ڇنڇر رات مطابق ٢٩ محرمر الحرام ١٤٠٤ھ تي وفات ڪئي.

## ڪلام

ساقيا مٺي جام پياريو، وئي وحدت جي پري پري.
مند محبت جو پياريو پيالو، نظر نيهن جو ڏري ڏري.
هٿ تڪبر هئڻ هستي، ساڻ پيٽ ٿين پري پري.
حق هيڪڙائي هر دمر حاصل، ٻن ٻياٽي ٻري ٻري.
دور دنيا جي ڪن ۾ قابو. آيو آهيان منجھ اري اري.
سرڪ سڪر جي ڏي سوائي، سرڪ ري نٽي سري سري.
"ولي بخش" کي پر پيار ۾، قرب قريشي ڪري ڪري.

مخدومر طالب المولىٰ



(۱۹۱۹ع- ۱۹۸۳ع)

# شيخ عبدالرزاق ”راز“

عبدالرزاق ”راز“ ولد عبدالرؤف شيخ ڳوٺ پراڻو سکر ۲۹- جنوري ۱۹۱۹ع تي تولد ٿيو. سندس ڏاڏو ماستر حبيب الله ”آزاد“ هو. سندس ابتدائي تعليم پراڻي سکر ۾ ٿي، مئٽرڪ پنجاب يونيورسٽي مان پاس ڪيائين. ڊي. جي ڪاليج سنڌ ۾ تعليم دوران ڊاڪٽر گربخشاڻي جي اڳواڻي هيٺ ”سنڌي ادبي سرڪل“ قائم ڪيائين جنهن جو سيڪريٽري پاڻ منتخب ٿيو. ۱۹۴۷ع ۾ روزانه الوحيد

ڪراچي جي هفتيوار ادبي پرچي جو ايڊيٽر مقرر ٿيو. ملازمت جي سلسلي ۾ سکر ميونسپالٽيءَ جو چيف آفيسر هاءِ اسڪول پراڻي سکر جو هيڊماستر، اسلاميه ڪاليج سکر ۾ پروفيسر ۽ موسوي ڪاليج روهڙي جو پرنسپال ٿي رهيو سندس نثر ۽ نظم ۾ ڪافي ڪتاب شايع ٿيل آهن. سندس غزل ۾ جتي جماليات جي شيريني نظر اچي ٿي اتي زندگيءَ جي تلخين جو عڪس پڻ آهي. ”راز“ صاحب ۱۹۸۳ع ۾ وفات ڪئي.

## ڪلام

رهبر به گهڻا راهه جا رهزن به هزارين،
ڏسجي ته وري ڪير ٿو منزل تي پڄائي.

اغيار به خاموش ۽ احباب به خاموش،
محفل جو ذرا رنگ ڪوئي مون کي ٻڌائي.

هي ناز به انداز تنهنجي جادوگري آ،
هر روز ڪوئي باهه ٿو سيني ۾ دکائي.

سختين جي ڪري ڪونه ڪيون ڪنهن جي شڪايت،
دل اهڙي عجب آهي جو هر سور کي کائي.

گل ڪان جي چڏائي ته ڪنڊن ۾ آ گرفتار،
گلشن ۾ رهي ڪيترو دامن کي بچائي.

اڄ گيت وري ”راز“ گهڻا ياد ڪياسي،
ڪنهن تار کي ڇيڙي ڪوئي هي شعر ته ڳائي.



(١٩٠٦ع- ١٩٨٤ع)

# جي الانا

غلام علي الانا عرف جي الانا ٢٢- جون ١٩٠٦ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. هن سينٽ پيٽرڪ هاءِ اسڪول، ڊي- جي ڪاليج ۽ پوني جي فرگوسن ڪاليج مان تعليم پرائي، پر انٽر کان مٿي ڊگري وٺي نه سگهيو.

جي الانا جوانيءَ ۾ قدم رکڻ سان ئي سياست جي دنيا آباد ڪئي. ٢٠ سالن تائين ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر ٿي رهيو ۽ ١٩٤٨ع ۾ ان

جو ميئر ٿيو. مرحوم ڇهه سال صدر جي حيثيت ۾ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس جي خدمت ڪئي ۽ ۱۹۴۸ع کان ۱۹۵٦ع تائين پاڪستان فيڊريشن آف چيمبرس آف ڪامرس آينڊ انڊسٽري جو باني صدر ٿي رهيو. ڪيس ۱۹٦۹ع ۾ بين الاقوامي اسلامڪ چيمبر آف ڪامرس جي صدر ٿيڻ جو اعزاز پڻ مليو.

جي الانا ڪراچيءَ ۾ مسلم ليگ جو عهديدار ٿي رهيو ۽ قيام پاڪستان جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. ۱۹۵٦ع کان ۱۹۵۸ع تائين مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر به ٿي رهيو. جي الانا گهڻي عرصي تائين بين الاقوامي شخصيت جي روپ ۾ مختلف ادارن ۽ تنظيمن ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪئي. ۱۹۴۸ع کان ۱۹۵۷ع تائين آءِ. ايل. او جو ميمبر ٿي رهيو. ۱۹٦۲ع ۾ اقوام متحده جي جنرل سيمبليءَ ۾ ملڪ جي نمائندگي ڪيائين. هن ۱۹۷۴ع کان ۱۹۷۹ع تائين يونائيٽيڊ نيشن جي هيومن رائيٽس ڪميشن ۾ نمائندگي ڪيائين. جي الانا شاعريءَ جي شعبي ۾ بين الاقوامي شهرت ماڻي ۽ پوئيٽ، لارئيٽ (Poet Lau-reate) جو خطاب ورتو. مرحوم جي الانا ۷۸ سالن جي ڄمار ۾ ۸. مارچ ۱۹۸۴ع تي وفات ڪئي.

## ڪافي

عشق جو پيالو پيار او يار، عشق جو پيار...

ماندي مان محبوب مران، ٿي اڄ ازل جي اُتار او يار
عشق جو پيالو پيار او يار.

تو لئي واٽون ٿي واجهايان، منهنجي اڱڻ ڪي اُجار او يار،
عشق جو پيالو پيار او يار.

اندر مان آواز اچي ڪو، چور ڪا دل جي تار او يار،
عشق جو پيالو پيار او يار.

توريءَ سهڻا 'عاجز' آهيان، اوڪي واٽ اُڪار او يار،
عشق جو پيالو پيار او يار.



(۱۹۱۴ع- ۱۹۸۴ع)

# چيزل شاھ

چيزل شاھ، عبدالعزيز شاھ ٻاٻگناڙي جي صوفي درويش رڪيل شاھ جو لائق فرزند ۽ سجاده نشين ھئو. ھي بزرگ درگاھ جھوڪ وارن جو مريد ھو. رڪيل شاھ توڙي چيزل شاھ ٻئي درگاھ جھوڪ شريف جي ميلي تي سماع جي محفل ۾ گوڏا ٻيجي وينا. چيزل شاھ پاڻ وڏي مٽيا ۽ مريدي خادمي وارو ھئو. پر ھن پنھنجي پيءُ واري واٽ وٺي درگاھ جھوڪ شريف جي مريدي ۽ طالبي ۾ وڏي

محبت سان گذاريو. ١٥ شعبان ١۴٠۴ھ مطابق ١٧- مئي ١٩٨۴ع تي وفات ڪيائين. سندس چيل ڪلامن جو ذخيرو گھڻو آهي. جيڪو قلمي صورت ۾ موجود آهي. پنهنجي والد کان فيض مليس ۽ هڪ ڪلام جي ٿله ۾ سندس والد بزرگوار رڪيل شاھ کي "رڪيل"، جي اکرن ۾ هن طرح آندائين.

ڪر سجدو سِر قتلام ميان،
ڏس ري ڪي ٻي لام، ميان.

سندس چيپل ڪتاب جو نالو "بحرِعميق" آهي.

## ڪلام

جان جلي وئي جندڙي ساري، ٻره پيرڙ اڇي ٻاريو آ،
آ ٻره جا پڙڪا، ڪن جي ڪڙڪا، ساھ کي سورن سورن ساڙيو آ.

لهرن لڙهندي ڪنڌي نہ ڪائي، عشق آ ويڙو ٻہ آيو آ،
جان جلي وڌو سورن ساڙي، توڪل ترهي تاريو آ.

سک، قرار آرام نہ ڪوئي، قول ازل انگ ٻاريو آ،
دردن ڏکن ۾ جندڙي آهي، مان روئندي رات گذاريو آ.

"چيزل" عشق اصلي اهڙو، دردن دل کي آزاريو آ،
ٻره پيرڙ مچ مچايو آ، سولي سر نيئي چاڙهيو آ.



(١٩٢١ع- ١٩٨٤ع)

# ميرزا اجمل بيگ "اجمل"

ميرزا اجمل بيگ ولد شمس العلماءَ ميرزا قليچ بيگ ٽنبو ٺوڙهو حيدرآباد ۾ ٢١- اپريل ١٩٢١ع مطابق ١٢- رجب ١٣٣٩ھ تي ڄائو. ايم- اي سنڌي ۾ ڪيائين ۽ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. خوراڪ کاتي ۾ فوڊ ڪنٽرولر هو. پاڻ هڪ قابل علم عروض اديب ۽ شاعر هو. اڪثر سنڌي، اردو، ۽ فارسي ۾ شاعري ڪندو هو. سندس لکيل ڪتابن مان "شاهنام

اسلام" "تاريخ اسلام" ياگو ڀهريون ۽ "شرح سر سارنگ" (معنائن سميت) ڇپيل آهن ان کان سواءِ سندس ڪيترائي ڪتاب اڻ ڇپيل آهن. ڀهريائين شاعري ۾ تخلص "فاضل" چوندو هو جو بعد ۾ "اجمل" اختيار ڪيائين. شمس العلماءَ ميرزا قليچ بيگ مرحوم جي اڪثر شعري ۽ نثري ڪتابن جا مقدما ۽ تقريظون لکيائين. پاڻ ٢٦ مئي ١٩٨٤ع مطابق ٢٤ شعبان ١٤٠٤ھ تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

ٻول ڏئي ٻانيڻ کي ٻاروچن ٻڌو ٻانڊان ۾،
ست سٽي پوءِ سانگ سيريا، پاريسون ڏئي پاڻ ۾.

تو اڳيان ٻيجل جي ٻاڏائي، ٻڌيو ٻانهون ڏياچ،
اهڙو چوريو چنگ کو چارڻ، ونئي چانڊاڻ ۾.

تو ڏسان هر هنڌ تنهنجي حسن جو يار ربّ! ظهور،
ٻور ۾، مکڙي ۾، گل ۾، گل سندي سرهاڻ ۾.

يار جي ڳولا سندي حاجت نہ ڪا هرگز رهي،
جي رڳو نائي نهارين نيڻ، پنهنجو پاڻ ۾.

ڇا چوان مان! خود خدا ڄاڻي يا انجا ملڪ،
جو مزو آهي محمّد مير جي واڪاڻ ۾.

ڏک ۽ سک جا سر ٿي نکتا نت نوان جنهن ساز مان،
ان جي آخر تند "اجمل" ٿي ڇڄي ڇڪتاڻ ۾.



(۱۹۱۳ع- ۱۹۸۴ع)

# محمّد حسين ”عاصم“ پنهور

محمد حسين "عاصم" ولد يارمحمد پنهور ۵- مئي ۱۹۱۳ع تي پنجاب جي سرائڪي ڳوٺ نتڪاٽي ۾ تولد ٿيو. جلد ئي سندس خاندان وارن هجرت ڪئي ۽ مستقل طور روهڙي جا ٿي ويا. موسوي ساداتن سان محبت هئڻ ڪري سندس طبيعت جو لاڙو علم و ادب ڏانهن ٿيو. اردو، فارسي ڪان سواءِ سنڌي ۾ پڻ شاعري ڪيائين ۽ نثر ۾ به خوب لکيائين. علم اللغات تي خاص دسترس حاصل

هيس. طنز و مزاح طرف گهڻو لاڙو هوس. سندس شمار روهڙي جي قابل استادن ۾ ڪيو وڃي ٿو. ١٩٧١ع ۾ پرائمري استاد جي حيثيت ۾ پينشن تي لٿو ۽ ١٦- آگسٽ ١٩٨٤ع تي روهڙي ۾ وفات ڪيائين. پاڻ مداح اهلبيت به هو، ان سلسلي ۾ ڪيترا قصيده ۽ مرثيه پڻ لکيائين. سندس شاعريءَ جو ڪو مجموعو ڇپجي نه سگهيو، البت سندس دوستن وٽ ڪيترو ادبي ذخيرو موجود آهي.

## ڪلام

جلوه ڏسان عجب ٿو خدائي ڪريم جو،
اعليٰ جلال واري علي العظيم جو.

عبادت تي ناز جن ڪي آ تقويٰ نجات جي،
رندن کي آسرو آ غفور الرحيم جو.

الله پرده پوش ٿي ستار ڪر ستر،
پوءِ خوف ڪهڙو رهندو عذاب جحيم جو.

سسئي جبل جلايو هو آه پنهنجيءَ سان،
روهڙي جي رهندڙن کي به آ دامن ڪريم جو.

خاڪِ نجف ۽ خاڪِ مديني جو طلبگار،
"عاصم" سدا هي ٿي آيو قلب صميم جو.



(۱۹۲۰ع- ۱۹۸۴ع)

# غلام هالائي

غلام رسول "غلام" ولد لطف الله خان ابڙو پنهنجي والد جي نوڪري دوران ۴- جولاءِ ۱۹۲۰ع تي ننگر ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. "غلام" هالائي فائينل جو امتحان پاس ڪري ۱۹۴۶ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. پاڻ هڪ سٺي استاد سان گڏ سٺو مصور، اديب، شاعر ۽ موسيقار بہ هو. ڪيس گهڙي وڄائڻ ۾ مهارت حاصل هئي. استاد بيبو خان ۽ استاد منظور علي خان سان ڪيترا ڀيرا گهڙي تي

سنگت ڪرڻ جو شرف حاصل ڪيائين. پاڻ هڪ بهترين ڊرامہ نويس پڻ هو ۽ ڪيترائي پنهنجا ڊرامہ اسٽيج تي پيش ڪيائين. "غلامہ" صاحب شعر و سخن ۽ هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. "بزمِ رفيق" ۽ "بزمِ طالب المولیٰ" سان خاص طور وابستگي هيس ۽ "الخالق ادبي اداري" جو پڻ بنياد رکيائين. رٽائر ڪرڻ بعد "سنڌ گريجوئيٽ ائسوسيئيشن" هالا جي زير اهتمامہ "روشن تارا" اسڪول جو آخري عمر تائين ائڊمنسٽريٽر تي رهيو. ٢٧ آگسٽ ١٩٨٤ع تي انتقال ڪيائين ۽ هالا ۾ پنهنجي آبائي قبرستان ۾ دفن ٿيو.

## ڪلامہ

دغا باز دائمہ دغائون ڪندا پيا،
جفا جون نيون ڪوجنائون ڪندا پيا.

پـلي پيا ڏڪاريو ۽ انڪار ڪريو،
سوالي سدائين صدائون ڪندا پيا.

مٺا جان ۾ جان جيسين ڪ آهي،
هٿن جون اوهان تي هو ڇائون ڪندا پيا.

ستمگر جا سھ تون ستمہ تي ستمہ جو،
ستمہ جون سوين هو سٽائون ڪندا پيا.

جو وڙ سونهين جن سان اُهو وڙ اُهي ڪن،
وفا ڪي ڪندا ڪي جفائون ڪندا پيا.

"غلاما" نہ ڊڄ تنهنجي نيت سچي آ،
گلا خور گڏجي گلائون ڪندا پيا.



(۱۹۲۹ع- ۱۹۸۴ع)

# مصري فقير ”مخمور“ سروري

مصري فقير ولد الھ ڏنو فقير ۱۹۲۹ع ڌاري ڳوٺ لقاءَ پور تعلقي سڪرنڊ ضلع نواب شاھ ۾ تولد ٿيو. سندس تعليم چار درجا پرائمري هئي. ۱۹۵۸ع ۾ هميشه لاءِ اچي سرهاڙيءَ ۾ سڪونت پذير ٿيو. فقير بردبار، خوش اخلاق، خوش طبع ۽ خوش پوش هو. طالب علميءَ جي زماني کان وٺي ڪيس موسيقيءَ سان لڳاءُ هو. سندس استاد جو نالو پيارو خان هو. [سن ۱۹۵۱ع ۾ قبلہ طالب المولیٰ

سائين جن وٽ حاضري ۾ فيض ور ٿيو.] سن ١٩٥٢ع کان ريڊيو پاڪستان ۽ سن ١٩٧٣ع کان آخر تائين پاڪستان ٽيليويزن سان وابسته رهيو. شاعريءَ جو به شوق هُنس، [قبلہ طالب المولیٰ سائين جن کيس "مخمور" جو تخلّص عطا ڪيو.] پاڻ ٣- سيپٽمبر ١٩٨٤ع تي حيدرآباد مان ريڊيو پاڪستان تان پروگرام ڪري ٤- سيپٽمبر ١٩٨٤ع تي پنهنجي سرهاڙي اسٽيشن تي لهي گهر پئي آيو ته گهر جي نزديڪ مٿس فالج جو حملو ٿيو، کيس نواب شاهه اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو مگر ٨- سيپٽمبر تي انتقال ڪيائين. سندس ڪافي شاگرد آهن جن ۾ ڦوٽو زرداري غلام رسول لوهر، گلشن کوکر، غلام حسين زرداري ۽ سندس پائينو امدا علي فقير قابل ذڪر آهن.

## ڪلام

بيوفا آهي زمانو پيار ڪنهن سان ڪيئن ڪجي،
توڙي پنهنجو ۽ بيگانو پيار ڪنهن سان ڪيئن ڪجي.

ڪو ہڏڻ وارو ٿي ڪونهي ڪنهن سان ويهي اورجي،
درد جو هي داستانو پيار ڪنهن سان ڪيئن ڪجي.

ڪو صِلو جي ڪونہ مليو پوءِ ته ڏنگهرن تي اتو،
رهندو فڪرن جو فسانو پيار ڪنهن سان ڪيئن ڪجي.

ڪيترو دل کي جهليم پر روئي روئي ٿي ويو،
آب اکڙين مان روانو پيار ڪنهن سان ڪيئن ڪجي.

جنهن سان ٿي "مخمور" محبّت ان مي محبوب جو،
تير وانگر آهي طعنو پيار ڪنهن سان ڪيئن ڪجي.



(۱۹۲۳ع- ۱۹۸۴ع)

# "ڪمتر" نقويؒ

سيد نجف علي شاهه "ڪمتر" ولد سيد حسين علي شاهه ڳوٺ شاهپور جهانيان ضلع حيدرآباد ۲۱- اپريل ۱۹۲۳ع تي تولد ٿيو. اجان ۹ مهينن جو هو ته فقير قطب علي شاهه جي وڏن معصومن سندس سنڀال، پرورش ۽ تربيت ڪئي. "ڪمتر" صاحب مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪئي- پاڻ نهايت حليم الطبع هو. سنڌي زبان تي ڪيس عبور حاصل هو ۽ هڪ قادرالڪلام شاعر هو. ۱۳- سيپٽمبر ۱۹۸۴ع تي انتقال ڪيائين.

# ڪلام

ايمان جو امتحان آ جذبي جو احتساب،
لشڪر قليل آهه پر همت آ بي حساب.
هر فرد ڪامياب ۽ هر فرد انتخاب،
ڪردار بي مثل ۽ هر قول لاجواب.
مشعل ۽ وردِ شڪر آ ربُ الانام جو،
ڇا شان آ حسين عليہ السلام جو.

فتح و شڪست جنگ جي لشڪر تي منحصر،
بيشڪ مقابلي ۾ هزارن جي ٻاهتر.
پر جوش پر خروش آهي فوج مختصر،
واري لاءِ پنهنجي هر هڪ بي چين و منتظر.
خواهان آهي هرڪو شهادت جي جام جو،
ڇا شان آ حسين عليہ السلام جو.



(۱۹۲۳ع- ۱۹۸۵ع)

# پير علي محمّد ”اظهر“ ريلائي

پيرعلي محمد ”اظهر“ ولد پير ڪريم ڏنو صديقي قريشي ريلائي درگاهه پير رڪيل ريلائي ضلع دادو جو وينل هو. سندس ولادت ١٠- اپريل ١٩٢٣ع تي ٿي. پاڻ ڏهن سالن تائين عربي، فارسي ۽ قرآن پاڪ جي تعليم حاصل ڪيائين. پرائمري تعليم لاءِ اسڪول ڪيڙو ۾ داخلا ورتائين، سال ١٩٣٨ع ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪري ١٩٣٩ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. ١٩٤٢ع ۾ ٽريننگ

ڪاليج حيدرآباد ۾ مرحوم احمد خان "آصف" مصراڻي جي صحبت ۾ شاعري جو شوق پيدا ٿيس. شاعري جو استاد مرحوم جمع خان "غريب" هوس، ڪيترائي مقالا، تاريخي تحقيقاتي ڪتاب ۽ دادو ضلع جي جاگرافي لکيائين. پاڻ "بزم طالب المولىٰ" جو بنياد وجهندڙ هو. [سائين طالب المولىٰ سان والهانه عقيدت رکندو هو ڪيس قبله طالب المولىٰ وٽان سندس ادبي حسن ڪارڪردگي تي چانديءَ جو تمغو ۽ اعليٰ ڪارڪردگي جو سرٽيفڪيٽ عطا ٿيو.] پاڻ ١٥- مئي ١٩٨٢ع تي رٽائر ڪيائين ۽ طويل بيماري بعد ٢١- فيبروري ١٩٨٥ع تي انتقال ڪيائين. سندس پويان مرحوم جو ڪلام سهيڙڻ ۾ مشغول آهن.

## ڪلام

پيڻ وارا ٿين پيدا ته ميخانه به ڇو نه آهن،
صراحيون ۽ اُهي ساقي سي پيمانه به ڇو نه آهن.

پيارڻ ۽ پيڻ وارا هجن مدهوش مستيءَ ۾،
سي ٿي سرشار ساغر ۽ سي مستانه به ڇو نه آهن.

ڪليي ڪوري قلب جي ڪس اچي پڻ روح کي راحت،
اهي قصا ڪهاڻيون ۽ سي افسانه به ڇو نه آهن.

گذاريون راتين جون راتيون رندن رهاڻين ۾،
ٿئي ٿي شمع جي روشن ته پروانا به ڇو نه آهن.

رکي پيرن تي سِرُ "اظهر" ڏيان دل يار کي مان،
قبولي جي ڪٿي دلبر سي نذرانه به ڇو نه آهن.



(۱۹۴۵ع_ ۱۹۸۵ع)

# ڊاڪٽر سعيد هالائي

ڊاڪٽر محمد سعيد ابڙو ولد قاضي عبدالحي "سليم" هالائي ۱۸ ڊسمبر ۱۹۴۵ع تي پيدا ٿيو. سندس وڏا مخدوم مير پير ثالث جي دور ۾ لڏي آيا هئا. ڊاڪٽر سعيد جي تعليم ۽ تربيت سندس والد ڪئي. پاڻ هالا ڪاليج مان انٽر پاس ڪيائين. ان بعد ايل ايم سي ڄامشورو ۾ ايم بي بي ايس جي تعليم ورتائين انهيءَ دوران سندس لاڙو شاعري ڏانهن رهيو. استادي لاءِ پنهنجي چاچي انور هالائي

سان رجوع ٿيو. پاڻ ”انجمن فروغ ادب“ هالا ۽ ”سنڌ گرئجوئيٽ ائسوسيئيشن“ جو ﻫ ميمبر هو ۽ سگا طرفان طبي ڪئمپن ۾ نمايان خدمات سرانجام ڏنائين. پاڻ پريا- ڪپرو- ٽنڊو محمد خان ۽ آخر ۾ نيوسعيدآباد ۾ ميڊيڪل آفيسر ٿي رهيو. دل جي بيماريءَ ڪيس گهڻو وقت جيئڻ ڪون ڏنو ۽ ۴۰ ورهن جي عمر ۾ ۱۸ مئي ۱۹۸۵ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

الوداع دانشورانِ علم و عرفان الوداع،
الوداع بختِ سڪندر حُسنِ عنوان الوداع،
الوداع اي جاھ و عظمت شانِ شاهان الوداع،
الوداع اي آرزوئِي دل جا ارمان الوداع.
وادي مهراڻ جا ماهِ درخشان الوداع،
ڄامشوري ۾ ٿئين تون هاڻ مهمان الوداع.

لڙڪ آلوده اکيون ٿيون پر زبان تي مرڪ آه،
حسرتون ٿيون هم نشين دعوائي الفت بي پناھ،
قسمتون جاڳيل ستيون غمگين ٿيو هي درسگاھ،
وٺي لبِ منزل اسان کان ڄڻ جدائي پنهنجي راهِ.
ڪيو جدا قسمت اسان کي آهي توکان الوداع،
ڄامشوري ۾ ٿئين تون هاڻ مهمان الوداع.



(۱۹۱۸ع- ۱۹۸٦ع)

# سيّد حيدر شاهه ”حيدر“

سيّد حيدر شاه اجناٹيءَ جي ولات ١٥- ڊسمبر ١٩١٨ع تي ٿي. سندس والد بزرگوار سيّد مٺن شاهه نهايت نيڪ، عابد ۽ باشرع بزرگ هئا ۽ پنهنجي حلقه احباب ۾ امين مشهور هئا. سندن شفقت پدري مان گهٽو ڪجهه پرايائين. سندس شجره نسب حضرت امام موسيٰ ڪاظم ڪان ٿيندو امام الاوليا حضرت علي عليه السلام سان ملي ٿو. علم ۽ ادب سان چاهه ڪيس خانداني ورثي ۾ مليو

هئو. پاڻ ١٥ سالن جي عمر ۾ "رشيده" جي عنوان سان افسانو لکيائين هڪ ڪتاب "زميندار" به لکيائين ۽ "عظيم ترين افڪار" نالي ڪتاب ترتيب به ڏنائين. سب جج جي حيثيت سان نوڪريءَ جي شروعات ڪيائين ۽ سيشن جج جي حيثيت ۾ رٽائر ٿيو. نهايت خوش طبع، خوش اخلاق، ۽ شيرين گفتار شخص ۽ سٺو شاعر به هو.
سندس وفات حسرت آيات ٨- مارچ ١٩٨٦ع تي ٿي. شاعريءَ ۾ اول "ناعم" ۽ پوءِ آخر تائين "حيدر" بطور تخلّص آندائين.

## ڪلام

بيمار دل جي درد جو درمان ڪري ڇڏيم،
ناتو جو نينهن پنهنجي جو تو سان ڪري ڇڏيم.

محفل سڄي سموري ئي حيران ڪري ڇڏيم،
ڪا ڳالھ هئي جا يار جي پاران ڪري ڇڏيم.

چڪيا ٿي چاڪ منهنجا جڏهن ڪنهن جي چاھ مان
سڀ ساڪنانِ برم پريشان ڪري ڇڏيم.

اي يار تنهنجي لطف و ڪرم جي پناھ ۾،
پنهنجا هي سڀ گناھ ته پنهان ڪري ڇڏيم.

"حيدر" مون توسان نينهنجو ناتو ڳنڍي ڇڏيو،
ساري ڄمار درد جو سامان ڪري ڇڏيم.



(۱۹۰۰ع- ۱۹۸٦ع)

# حافظ محمد ”احسن“ چنا

حافظ محمد ”احسن“ ولد جمع خان چنا ۱۲- اپريل ۱۹۰۰ع ۾ تولد ٿيو ۽ ۱۹- جون ۱۹۸٦ع تي انتقال ڪيائين. سندس اسم ”محمد“ لقب ”حافظ“ هئو. پنجن ورهين جي عمر ۾ علامہ وقت مولانا غلام محمد صاحب ملڪاڻي واري بزرگ جي نظرِ ڪيميا اثر ڪان مستفيض ٿيو. جنهن وٽ علم ظاهري ۽ باطني حاصل ڪيائين. عربي، پارسي تعليم سان گڏ، قرآن ڪريم جي حفظ ڪان شرف ياب

ٿيو. ڪتابن جي وسيع مطالعي کان منجهس تصنيف و تاليف، شعر گوئي ۽ مقاله نگاري جو ذوق پيدا ٿيو. ١٩١٨ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ ديني مدرسو کولي تعليم جي خدمت جو آغاز ڪيائين. اهو مدرسو ۽ تعليمي شغل ١٩٥١ع تائين قائم رهيو. ڪيس شعر و شاعري جو پاڪيزه ذوق حضرت ملڪاڻي رحه جي صحبت ۾ پيدا ٿيو هو، پر باقاعده موزون شاعريءَ جو آغاز ١٩٢١ع ۾ شمس العلماءَ مرحوم ميرزا قليچ بيگ ۽ حڪيم جمع خان "غريب" جي اصلاح ۽ تربيت سان ٿيو.

## ڪلام

تنهنجي گولن جي آهيان گولي الا، حجت توسان ڪهڙي هلايان؟
ننگ سڄاڻج نرمل پنهنجو، توسان ٻانهپ جي آهي ٻولي الا،
سنگ سڄڻ توسان ڪهڙو ساهيان.
ادر نڌر ۽ اپري آهيان، اڻ ڄاڻ ۽ ٻالي ڀولي الا،
لالڻ تنهنجي لاري آهيان.
جانب تنهنجو جيس ڪو ناهي، مون ته ڳوٺ ڳلي ڳولي الا،
مور نه مٽ ڪو تنهنجو پائيان.
پيچ پرينءَ سان پختو پائڻ، ماءُ ڏني هيءَ لولي الا،
ڪيچ وٽن ڏي ڪاهيو ڪاهيان.
درشن جي توکان بيک پنان ٿي، مون ته جهلي آهي جهولي الا،
ٻئي در ڪنهن جي ڪين واجهايان.
تنهنجي نظر هڪ فيض اثر آهه، جنهن دل جي دري آ کولي الا،
پرت پرين تنهنجي پر ۾ پچايان.
"احسن" آهي پرتئون پاتي، چاڪر واري چولي الا،
پنهنجو ڪرين شل ڳڻ ٻئي ڳائيان.



(۱۹۳۸ع- ۱۹۸٦ع)

# سيد ذوالفقار راشدي

ذوالفقار راشدي ولد سيد محمد امام شاهہ راشدي جي ولادت ۱۰ مارچ ۱۹۳۸ تي ٿي ۽ سندس انتقال ۲۷ آگسٽ ۱۹۸٦ع تي ٿيو. سنڌ جي مشهور راشدي خاندان جو نوجوان شاعر ۽ اديب هو. هن ۱۹۴۹ع کان شعر لکڻ شروع ڪيو. ۱۹۵۲ع ۾ پهريون دفعو سندس شعر "اسان جي منزل" دادو ۾ ڇپيو. ۵۴- ۱۹۵۸ع ۾ هفتيوار "هاري" لاڙڪاڻي ڪي ڪجھ وقت لاءِ ايڊٽ ڪيائين. ۱۹٦۰ع ۾

لاڙڪاڻي مان هفتيوار رسالو "مذهب انسانيت" جاري ڪيائين. مرحوم جديد شاعريءَ ۾ ڪافي بهترين تجربا ڪيا.

## ڪلام

چمڪي چمڪي ويٺي وسامي هڪڙو ٻيرو لاٽ،
ٻنڪي ٻنڪي ٻيهي رهندين وري نہ ملندؤ واٽ.

ٻاٽ- مهل جا ٻلي ٻتاري تنهن جو ڪهڙو خير،
سانجهي ساڻ تڙ تاڻ‍ءَ نہ ٿي، جا پسي نہ پو گهر گهاٽ.

اڄ سوڊو خيالن تي آهي اڪريل ڪا تصور ۾،
صبح سويرو نيٺ نشي ۾، ڏيک ڏين چمڪاٽ.

هيءَ ٻاٽي زهريلو گدلو، ناهي جوئي شيم،
گهر ٻہ ڪري ويٺي فرهادن جي روحن منجهہ اساٽ.

ڪهڙي ندي سانڍي سانده اوڀر اندر جا،
ڪهڙي ڪنڍي زور جهليندي ڦٽا جڌهن ڪي ڦاٽ.

هيءَ سانتيڪي رڄ لڳي مي، هو هرٽن جي لونجهہ،
ڏيا ڏياٽيون ڪيون اجاريون، سا منهن ڪاري ٻاٽ.

ڊيٺ ڏٺي مومل جي ماڙي باقي هڪ ٻلانگهہ،
هن اوڪي پر ٿوري ٻنڌ ۾ ڪرندا ڪين ڪنواٽ.

اوٺر ۽ انڌير اسان کي روڪيندو هڪ وار،
ليڪن ٻنڌ تہ جاري رهندو وڃ ڏسيندي واٽ.

(۱) ورتل مهراڻ شاعر نمبر ۱۹۹۰ع ص ۵۷۲



(۱۹۳۵ع- ۱۹۸٦ع)

# محمد سومار شيخ

محمد سومار ولد الهه بچايو شيخ ۱، جنوري ۱۹۳۵ع تي ڄائو. شروعاتي تعليم عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ورتائين. ۱۹۴۹ع ۾ پرائمري سنڌي، ۱۹۵۷ع ۾ فائينل، ۱۹۵۹ع ۾ ايس- وي ۽ ۱۹٦۷ع ۾ اديب فاضل جو امتحان پهرئين نمبر ۾ پاس ڪيائين. ڊاڪٽر نذير حسين حيدري جي صحبت ۾ ادبي شوق پيدا ٿيس. ۱۹۵۲ع کان باقاعدي لکڻ شروع ڪيائين. پنهنجي عمر ۾ ۳۰۰ ٽي سؤ نسخا

لکيائين، جن مان ٧٥ شايع ٿيا آهن. ”سنڌي ادبي بورڊ“ سندس ڪتاب ”ڪچين جا قول“ شايع ڪيو ۽ پوءِ سنڌالاجي طرفان هڪ ڪتاب ”سنڌ جا زيور“ شايع ٿيس. پاڻ لاڙ خطي جي تاريخ ۽ ثقافت کي گهڻو اجاگر ڪيائين. ”لاڙ ميوزم بدين“ جو قيام پڻ سندس دلچسپيءَ جو نتيجو آهي. پاڻ سٺو ڊرامہ نگار ۽ شاعر پڻ هو. ٢۴، آڪٽوبر ١٩٨٦ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

### بيت

سجڻ پسان شال.
وڻ ڇڏي ويا مون پرين، هيٺا منهنجا حال.
جانب بنا جيڏيون، پڏايان ڇا پار ٿي.
وٺي ڪي مثال،

هي سونو سوالي.
مون نہ سوالي مڱڻو، تہ بہ ميرن مير هي.
هٿن آيو خالي، اڏي اڏي اوڏ.
الله ڇو ويا اڪري، وساري ڪٽ وينڙا
لڪ لهندڙ لوڏ،



(١٩٠٦ع- ١٩٨٦ع)

# محمّد اسماعيل "فدا" عرساڻي

محمد اسماعيل "فدا" ولد محمد هاشم ميمڻ عرساڻي ٧- سيپٽمبر ١٩٠٦ع تي هالا ۾ ڄائو. سندس والد هڪ ننڍو زميندار هو ۽ هالا جي مخدوم صاحبن جو عام مختيار ٿي رهيو. فدا صاحب جي ابتدائي تعليم جو دور ١٩١٢ع کان شروع ٿيو. "گورنمينٽ هاءِ اسڪول" حيدرآباد، "سنڌ مدرسة الاسلام" ڪراچي "نولراءِ هيرانند اڪيڊمي" حيدآباد ۾ تعليم ورتائين. ١٩٢٥ع ۾ بمبئي يونيورسٽي

مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. ”سنڌ نيشنل ڪاليج“ حيدرآباد ۽ ”مسلم يونيورسٽي“ عليگڙهه مان انٽرميڊيٽ آرٽس ”ڊي جي سنڌ ڪاليج“ مان جونيئر ۽ سينئر بي اي جا ٻه سال، ١٩٢٩ع ۾ بمبئي يونيورسٽي جي بي- اي امتحان ۾ ويٺو. فارسي، انگريزي چوٿين ڪلاس ڪان ويندي بي- اي تائين سندس ثانوي تعليم ۾ رهي. ان امتحان ۾ ”بمبئي يونيورسٽي“ ۾ پهريان نمبر کنيائين. ١٩٢٥ع ۾ ”سنڌ مسلم ايڊيو ڪيشنل سوسائٽي“ جي پهرين ڪانفرنس هومسٽيڊ هال ۾ زيرِ صدارت شمس الدين ۽ مرزا قليچ بيگ جي ٿي جنهن ۾ شعر پڙهيائين. سندس قلمي شاهڪار ”سير ريگستان“ آهي جنهن جي تحسين ڪندي هڪ خاص تقريب ۾ علامه آءِ- آءِ قاضيءَ ڪيس هار پارايو. ڪيترائي درسي ڪتاب سندس لکيل آهن. ١٩٦٦ع ۾ اسسٽنٽ ڊئريڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين ۽ نومبر ١٩٨٦ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

سڄي رات سورن جي ويئي وهاٽي،
نه ڪئي ڪا قربن جي ڪهاٽي.

پڇيو ڪين دلبر ته ڪيئن رات گذري، اسان جي مٿان ڪهڙي هيهات گذري،
لنگهيو صبح ڪهڙو ۽ ڪيئن ٿي سمهاٽي.

وصل جا صنم قول پنهنجا تون پاڙج، جڏي کي جدائي ۾ هرگز نه مارج.
مون ڏينهن هڪ ٻيا، مگر مان ڏهاٽي.

سڄڻ سور تنهنجا مون پلپل ٿا مارن، سنڌءِ ناز نخرا وري دل ڏتارن،
نزاڪت ٻي تنهنجي ٿي ماري سهاٽي.

نه رُس روز، اڄ ريجهه راٺل اسان سان، اچي ويهه سهٽل سياٺل اسان سان،
”فدا“ سان ٻه ڪر ڪا رمز ۾ رهاٽي.



(۱۸۷۸ع- ۱۹۸۶ع)

# جهندل فقير ڪورائي

جهندل فقير ولد صاحب خان ڪورائي جي ولادت ۱۲۹۵ھ ۾ ٿي. سنڌس ڳوٺ هانسير تعلقي ڪوٽ ضلع ٿرپارڪر ۾ آهي. پاڻ قرآن شريف ۽ سنڌي تعليم مدرسي پٿوري مان حاصل ڪئي. ۲۵ سالن جي عمر ۾ محمد فقير ڪنڀاڻ جو طالب ٿيو ۽ ذڪر الاهي جاري رکيائين سنڌس شاعريءَ جو قلمي رسالو موجود آهي. پاڻ زندگي جو آخري وقت ڳوٺ شاهوخان ڪورائي تعلقو سامارو ضلع

ميرپور خاص ۾ گذاريائين. جتي سندس آخري آرام گاهه آهي. سندس وصال ٩-
ربيع الاول ١۴٠٧ھ بمطابق ١٢- ڊسمبر ١٩٨٦ع تي ٿيو.

## ڪلام

ٿلهه: سڀ ڪان مٿي سهڻو ڏٺم تنهنجو ذڪر محفل ۾ هو،
صاحب حسن ڪي سونهن جو، تير نظر ريفل ۾ هو.

ابرو ڏسي ان جا اجهل ٿي منتظر خلقِ خدا،
حيرت حسن جي مون ڏٺي گذري مهل مون ڪي مدا،
تان ندا آئي اٿو، سڀ ڪو سڏو هلچل ۾ هو.

بيوس رهيس بيمار جان، آيس برهه جي باهه ۾،
تر ڦٿڻي تن مون لڳي، نه ساهه ماپي ساهه ۾،
باقي ري رڳن منهنجن رهيو، پويون پساهه منزل ۾ هو.

خوب رُو جي خال نقطي، قيد دل کي قيد ڪيو،
جزوي عقل حد هوش جو، بس پڇي سڀ پيد ويو،
منهنجي مارڻ لاءِ حڪم، ان طرح ان پل ۾ هو.

خال و خط مرڪڻ مهل ۾، رنگ قيصر جا ٿيا.
در دهن تي لعل لالي، جا اُها ڪامل پيا،
سڀ حڪومت تي حڪم، ثابت "جهنڊل" ۾ هو.



(۱۹۰۴ع- ۱۹۸۷ع)

# امام علي فقير

فقير امام علي ولد عبدالغفور واڍو (لاکو) اندازاً ۱۹۰۴ع ۾ ڄائو. ڳوٺ جاڙا تعلقي هالا جو رهندڙ هو. فقير صاحب چوندو هو ته سندس عمر ۸۰ سال آهي. بااخلاق و باتهذيب، باتميز شاعر، فضيلت مند ۽ خوش طبع شخصيت هو. ۱۹۴۷ع ۾ مون (مخدوم طالب المولىٰ) کي مدي جو بخار ٽي پيو جو ٻه ٽي مهينا هليو. هڪ رات خواب ۾ ڏٺو ته نم واري بنگلي ۾ آءٌ اُتر طرف هميشه

واري پاٽاري تي ويٺو آهيان ۽ امام علي فقير ڏکڻ طرف اپرندي واري در وٽ ويٺو آهي ۽ هيءَ ڪافي جا منهنجي لاءِ لکي هيئين ڳائي ويٺو.

منهنجا پير مغان پاڳارا- پيارا هجو هردم

جڏهن آءٌ تندرست ٿي ساڳي پاٽاري تي ويٺو هوس ته امام علي فقير به ساڳي در وٽ اچي ويٺو ۽ ساڳي ڪافي ڳايائين. سندس وفات ڪان سال ڪن اڳ مون کي چيائين ته "٨٠ سال عمر آهي اجا پيا نچون." هتي به اها ڪافي ڏجي ٿي جيڪا مون خواب ۾ ٻڌي ۽ فقير صاحب وري ڳائي. فقير جو انتقال ١٢ اپريل ١٩٨٧ع تي ٿيو.

## ڪلام

منهنجا پير مغان پاڳارا، پيارا هجو هردم،
دوا دل واري، ڏيو هڪ واري، سهي سک ساري.
سڏ سڏ سچاري، ٿئي ڪا ستاري، تنهنجا شال وسن اوتارا،
منٺا محب جاني،ڪيو مهرباني، برهه جا باني.
رهبر رباني تنهنجو مٽ نه ثاني، ننگي نرمل نازن وارا.
سردار سائين، سهڻا سدائين، اڳڻ منهنجي تائين،
پير اچي پائين پيلا پاٽي پلائين، اهو دان ڏيو دلدار.
آهي امام منهنجو، علي نام تنهنجو، پرين ڪريو پنهنجو،
ناهيان ٻئي ڪنهن جو، اصلئون اوهان جو سخي سرور شاهه سوپارا.
پيارا هجو هردم



(۱۹۲۷ع- ۱۹۸۷ع)

# صوفي فقير ارشاد علي جلالاڻي

فقير ارشاد علي جلالاڻي ۱۹۲۷ع ۾ ڳوٺ جلالاڻي تعلقي ڪوٽ ڏيجي ضلع خيرپور ۾ تولد ٿيو. ڪيس ننڍپڻ کان ئي راڳ، ويراڳ سان محبت هوندي هئي. راتين جون راتيون فقراءَ سان گڏ ويراڳ ۾ گذاريندو هئو. سندس طبيعت تمام سادي هئي ۽ سدائين مرڪندو نظر ايندو هئو. پاڻ شاعر به تمام سٺو هئو، سندس درگاهه تي سندس ڪلام جو قلمي رسالو موجود آهي. سندس وصال

۱۹۸۷ع ۾ ٿيو.

## ڪلام

ٿلهه: هوش ڪر رهه هوش ۾ هوش سان هوشيار ٿي،
پنهنجو ڏس تون پاڻ ۾ دل اندر ديدار ٿي.

پاڻ ۾ ڏس ڪير آهي، ڪير ٿو ٻولي اندر،
دل جي ڏس ڪولي دري، هر جا حق جو يار ٿي.

موج هِنَ ۾ مست ٿيا، عاشق سيني ڪان اپر،
سرسري سوجهي لهين، دم يار ڪان نہ ڌار ٿي.

رمز رنديءَ ۾ تون رَهُ، عاقل نہ ٿي تون اي ميان،
ٻولي نہ ٻي ڪا ٻول تون، سڀ ڪان پڇ بيزار ٿي.

نينهن نعرو نالڪڻ جو، "ارشاد" عاشق سندو،
جيڪو ڏسي جيئڙي مري، هن عشق ۾ اظهار ٿي.



(١٩٣٣ع- ١٩٨٨ع)

# رشيد ڀٽي

عبدالرشيد ڀٽي تخلص رشيد ڀٽي بنيادي طور افسانه نگار هو ۽ سندس مزاحيه افسانا سنڌي ادب ۾ دائمي حيثيت حاصل ڪري چڪا آهن. سندس اصل ڳوٺ اروڙ آهي پاڻ ٦- جولاءِ ١٩٣٣ع تي سکر ۾ ڄائو. سکر، خيرپور، حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ پڙهيو. بي- اي، ايل- ايل- بي، ڪان پوءِ سکر جو مشهور وڪيل هئو. صحافت سان به ڪجهه واسطه رهيو. ١٩٥٠ع کان لکندو رهيو سند

جي ادبي ۽ قومي تحريڪن جو سرگرم ڪارڪن رهيو. سندس ڪيترائي افسانا ايشيائي ۽ يورپي ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهن. هڪ زنده دل ۽ باذوق اهلِ قلم ۽ شاعر هو. سندس طبع مزاح ۽ ظرافت جو دلچسپ عنصر آهي. ٻين شاعرن جي سنجيده ڪلام تي سندس طنزيه ۽ مزاحيه ڪلام پيروڊي طور لکيل آهي. جنهن ۾ لطافت ۽ ظرافت آهي. سندس ڇپيل ڪتاب "گهڙي گهڙي گهاءُ" - "آڏي ڏال ۾ ڏار" - "دنيا جا عظيم افسانا" - "رياست ۽ آزادي" - "عاشق زهر پياڪ" وغيره ذڪر لائق آهن. ان ڪان سواءِ سندس ڪيترا اڻ ڇپيل ڪتاب پڻ آهن. پاڻ ١٦ فيبروري ١٩٨٨ع تي وڏي بيماريءَ ڪان پوءِ وفات ڪري ويو.

## ڪلام

هليا ساقي هتان ويندا ته ميخانن جو ڇا ٿيندو،
جي ٿيندا بند ميخانا ته مستانن جو ڇا ٿيندو.

اسان جي آرزو آهي چمن ڪي گهر بنائڻ جي،
خزان ٻئجي بهار آيو، ته ارمانن جو ڇا ٿيندو.

هزارين داستان هن دل جي گهرائيءَ ۾ مون سانديا،
جي منهنجي دل شڪسته ٿي ته افسانن جو ڇا ٿيندو.

جي هوندي سوز ساماٽي ته محفل رنگ لائيندي،
وسامي شمع جي وئي ته پروانن جو ڇا ٿيندو.



(۱۸۸۲ع- ۱۹۸۸ع)

# مولانا محمّد عظيم ”شيدا“

محمّد عظيم ”شيدا“ ولد لعل بخش سولنگي ڳوٺ گل ٻرڙو تعلقو واره ضلع لاڙڪاڻو ۾ ۱۸۸۲ع ڌاري تولد ٿيو. قرآن شريف ۽ نور نامون وڏي ڀاءُ آخوند فقير محمد وٽ پڙهيو ۽ فارسي، عربي ڪنزڪافيه تائين ڪنڊو شهر ۾ مولانا عبدالعزيز مڪراني خاراني وٽ پڙهيو. ان کان پوءِ پيرجهنڊي جي مدرسي ۾ مزيد تعليم حاصل ڪيائين. منطق مولانا خادم حسين وٽ ۽ باقي علوم مولانا محمد

محسن شاھ وٽ ميان جي ڳوٺ ۾ پڙھيو ۽ دستاربندي ڪيائين ۽ مختلف مدرسن ۾ درس و تدريس جو ڪم ڪيائين. پاڻ حڪيم حاذق ھو، نواب غيبي خان چانڊيئي ۽ نواب يوسف خان مگسي جن جو خانداني حڪيم ھو. ٻه ڀيرا حج جي سعادت حاصل ڪيائين- پاڻ فارسي ۽ سنڌي جو سٺو شاعر ھو، ”جمعيت العلماءِ“ ضلع لاڙڪاڻي جو صدر به ھو ۽ ”جميعت العلماءَ ھند“ جي ورڪنگ ڪميٽي جو پڻ ميمبر رھي چڪو آھي. سندس انتقال ٦- آڪٽوبر ١٩٨٨ع تي ٿيو.

## ڪلام

ساقي اڄوڪي بزم ۾ وھ جو سرور ھو،
مئي خوشگوار لعل بتان جو حضور ھو.

زاھد به زھد خشڪ کان آيو ملول ٿي،
جو ان کي بادہ ناب جو بيحد ضرور ھو.

رندي ۽ زاھدي نہ مدار آ نجات جو،
آھيم آسرو جو ھو الله غفور ھو.

ھڪ جلوہ ناز سان جو لٽي دل کي دلربا،
سينگار تنھنجو سھڻل، ويتر ڪلور ھو.

ظلمات دوجھان سندي ڪافور ٿي وئي،
”شيدا“ ان جي نور جو جنھن دم ظھور ھو.



(۱۹۱۰ع- ۱۹۸۸ع)

# سيد گل حسن شاھ ”مجذوب“

سيد گل حسن شاھ ”مجذوب“ ولد سيد قمرالدين شاھ ناگوري ۱۹۱۰ع ۾ عمرڪوٽ ۾ تولد ٿيو. سندس بزرگ ھند مان ھجرت ڪري اچي عمرڪوٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا ۽ اڄ تائين ڪافي ناگوري سادات عمرڪوٽ ضلع ٿرپارڪر ۾ رھن ٿا. ”مجذوب“ صاحب ابتدائي تعليم پنجن درجن تائين عمرڪوٽ ۾ حاصل ڪئي ۽ خانگي طرح قرآن مجيد، اردو، فارسي ۽ انگريزي ب سڪيو. اول

اردوءَ ۾ شعر چوندو هو ۽ بعد ۾ "مخلص"، "مراد علي"، "ڪاظم" ۽ نور محمد "نور" نظامائي جي شاعريءَ کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ غزل چيائين. شاعري ۾ غزل، نعت، منقبت ۽ نظم تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. اردو ۽ سنڌي ٻنهي زبانن ۾ سندس ڪلام جو ذخيرو چڱي انداز ۾ موجود آهي. پاڻ سٺو ليکڪ ۽ سٺو مقرر به هو. آزاديءَ جي تحريڪ جي دور ۾ تقريرون به ڪندو هو. ١١- نومبر ١٩٨٨ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

سر ۾ سودا آهي سنگِ در ملي،
در تنهنجو ليڪن نٿو دلبر ملي.

تشنہ لب آهيان مان اي پيرِ مغان،
ميڪدي مان مون کي ٻي ساغر ملي.

تنهنجا عشوه، تنهنجا غمزهِ تنهنجو ناز،
تنهنجو ثاني ڪونہ ٻيو دلبر ملي.

بحرِ الفت ۾ ٿئي جو غوطہ زن،
ٿو انهيءَ غوّاص کي گوهر ملي.

لامڪانن ۾ گر مڪين ناهين تہ پو،
ڇو نٿو "مجذوب" تنهنجر گهر ملي.



(۱۹۲۲ع- ۱۹۸۸ع)

# بردو سنڌي

محمد رمضان "بردو سنڌي" ولد خدا ڏنو لاشاري اصل ڳوٺ ماڪن ڪوري، تعلقو ميرپور ماٿيلو بعد ۾ نواب شاهه. سندس ولادت ١٥ مارچ ۱۹۲۲ع تي ٿي. پرائمري تعليم دوران ئي شعر لکڻ شروع ڪيائين. ابتدائي ڪلام شعر و شاعري کي منحوس قرار ڏيندي ساڙي ڇڏيائين. پر ۱۹۵۴ع ۾ "نظر سنڌي" مرحوم جي صحبت ۾ دوباره شاعري شروع ڪيائين، ۱۹۶۱ع ۾ "سنڌي ادبي

سنگت“ نواب شاهه طرفان سندس ڪلام جو مجموعو ”اڪڙيون مينگهه ملهار“ شايع ڪيو ويو. جنهن تي ”پاڪستان رائيٽرس گلڊ“ طرفان کيس هڪ هزار روپيه انعام ڏنو ويو، چند افسانا ۽ مضمون به لکيائين. سنڌ جي ادبي رسالن جهڙوڪ ”مهراڻ“ ۽ ”نئين زندگي“ وغيره ۾ سندس ڪلام جو مجموعو سنڌالاجيءَ پڻ شايع ڪرايو. سندس ڪلام ڪافي انداز ۾ شايع ٿي چڪو آهي. سندس ڪلام جو مجموعو سنڌالاجيءَ پڻ شايع ڪرايو. سندس انتقال ٢٦- آڪٽوبر ١٩٨٨ع تي ٿيو.

## ڪلام

منهنجو ڪوئي ميت نه يار،
جڳ جا ڏڪڙا ڳل جو هار.

پنهنجا پنهنجو ڪين چون،
ڌارين تي ڪا ناهه ميار.

روئڻ ساڻ هري ويا نيڻ،
پل پل ڇم ڇم لڙڪ هزار.

سهڻي ڪي وئي ننڊ ڪٽي،
منهنجو من ٿيو ميهار.

راهه تڪيندي راهه ڪٽي،
پره ڦٽي وئي ڏسندي پار.

اڱڻ اسان جي پير پري،
سهڻو سائين جيءَ جيار.

خوابن ۾ تون آءُ هلي،
هڪڙي پل لئه هينئون ٺار.

(١) مهراڻ شاعر نمبر



(۱۹۲۱ع- ۱۹۸۹ع)

# صوفي فقير نواب بهاول خان لغاري

صوفي فقير نواب بهاول خان ولد امداد علي خان ولد نواب بهاول خان شهيد ولد فقير ولي محمد صاحب تاريخ ٥- رمضان المبارڪ ۱۳۳۹ھ مطابق ۱۳ مئي ۱۹۲۱ع تي پنهنجي آبائي ڳوٺ تاجپور ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم ب اُتي ئي حاصل ڪيائين. ننڍي عمر ۾ والد جي سائي ڪان محروم ٿي ويو. مگر پنهنجن بزرگن خصوصاً پنهنجي ناني نواب حاجي غلام حيدر خان جي صحبت ۽ تربيت

مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيائين. ٢٢ سالن جي عمر ۾ درگاهه جهوڪ شريف جي سجاده نشين حضرت عبدالستار شاهه ثاني رح جي هٿ تي بعيت ڪيائين، زمينداري ۽ طبابت کي پيشي طور اختيار ڪيائين. شاعري، راڳ رهاڻ ۽ ڪتابن جي مطالعي سان کيس گهڻي دلچسپي هئي. نواب صاحب ٢٨ جمادي الاول ١٤٠٩هه مطابق ٦ جنوري ١٩٨٩ع تي وصال ڪيو.

## ڪلام

ٿلهه: رک دل تي فڪر فنائيءَ جو، توکي ملڪ عدم ڏي هلڻو آ.

ظاهر ۾ تي اصل شريعت، باطن ۾ وٺ راهه طريقت،
ٿئي سودو صاف سچائي جو.

رمز رندي جو رستو نرالو، دستئون پير مغان پي پيالو،
ٿئي سودو صاف سچائي جو.

دام دوئي جا ڇڏ تون ٽوڙي، حسد ڪينو ۽ ٻيائي ٻوڙي،
رک شوق اندر جي صفائي جو.

"بهاول" ره منجهه حال فقيري، ترڪ ڪري ڇڏ خيال اميري،
وٺ رستو راز خدائي جو.



(۱۹۲۲ع- ۱۹۸۹ع)

# نارائڻ شيام

نارائڻ شيام ڳوٺ ڪاهي قاسم تعلقي نوشهرو فيروز ضلع نواب شاهه ۾ ۲۵- جولاءِ ۱۹۲۲ع تي تولد ٿيو. ابتدائي تعليم نوشهروفيروز ۾ ۽ انگريزي تعليم نواب شاهه ۾ حاصل ڪيائين ۱۹۴۵ع ۾ ڊي- جي سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي- اي (آنرس) جي ڊگري حاصل ڪيائين. شيام کي ننڍي هوندي کان ئي شاعري سان دلچسپي هوندي هئي، شاعريءَ ۾ سندس پهريون استاد سندس والد هو. بعد ۾ هن

ڪشنچند "عزيز"، حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻوي، مولوي محمد عاقل "عاقل" ۽ خاص طرح پرسرام "ضياء" ۽ هرومل سدا رنگاڻي "خادم" جي صحبتن مان عروض ۽ فن بابت گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو. ورهاڱي کان اڳ شيام "گورنمينٽ مدرسه هاءِ اسڪول" نواب شاهه ۾ ڪم ڪندو هو. بعد ۾ ١٩٤٨ع کان پوسٽ ۽ ٽيليگراف آڊٽ آفيس دهلي ۾ ملازم ٿيو، جتان ١٩٨٠ع ۾ هيڊڪلارڪ جي پوسٽ تان رٽائر ڪيائين. شيام جا هن وقت تائين ست نظم جا ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. شيام ١٠- جنوري ١٩٨٩ع تي دهليءَ ۾ وفات ڪئي.

## ڪلام

ڪيڏو سورن جو سامان،
سک جو هو نه ڪوئي امڪان.
سيتل ڇايا ڪنهن جي ياد،
رڻ جو پنڌ ٿيو آسان.
تنهنجو صدين جو وشواس،
تنهن ۾ منهنجو هاڻ گمان.
ڦوٽو پاڻيءَ جو هو ڪالهه،
اڄ ته اٿاهه سمنڊ انسان.
جاڳيو آهين ٿيءُ سجاڳ،
ڪيسين سپنن جو احسان.
صبح ڪ شام جي آهه شفق،
"شيام" اٿيئي ڏس جو ڏيان

رچنا- آڪٽوبر- ڊسمبر ١٩٨٩ع ڪلڪته



(۱۸۹۸ع۔ ۱۹۸۹ع)

# حاجي فتح محمّد خان لغاري

حاجي فتح محمّد خان ولد رئيس حاجي گل محمّد لغاري غالباً ۱۸۹۸ع ۾ ڄائو سندس ڳوٺ لعل خان لغاري تعلق سنجهورو ضلع سانگهڙ هو. پاڻ حاجي محمّد ڳوٺ صوفي تعلق عمر ڪوٽ واري جو صحبتي ۽ مريد هو. انهن محفلن ۾ شرڪت ڪيس شاعريءَ جو شوق ڏياريو. والد صاحب جي گهڻي خدمت ڪندو هو. معاشي مشڪلاتن کي همت سان منهن ڏنائين. تمام بهادر انسان هو. حرن

جي مارشل لا ۾ ڳوٺاڻا سڀ ڳوٺ مان لڏي ويا پر پاڻ ويٺو رهيو. هڪ ڀيرو ڌاڙيلن سان ٻه مقابلو ڪيائين جيڪي ساڻس ڪوڙ ڀڳا نيٺ معافي ورتائون. تهجد گذار هوندو هو سڄي عمر نماز قضا نه ڪيائين. عبادت ۾ مشغول رهندو هو الله جي خوف کان اڪثر روئندو رهندو هئو. صوفيانه ڪلام سان سندس لڳاءُ هوندو هو. سندس ڪلام اڪثر محفلن ۾ ڳايو ويندو هو حاجي فتح محمد لغاري هالا جي ايس- ڊي- ايم حاجي نذر محمد لغاري جو والد هو. ١٧- فيبروري ١٩٨٩ع تي سول اسپتال حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين ۽ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ مدفون آهي.

## ڪلام

باغ محبت آ بڻايو، يار ڏسڻ سان هتي.
سڪ ساوڪ آهي لائي، پرين پسڻ سان هتي.

پيار جو پاڻي مليو، تڏهن روح اندر ريج ٿيو.
نياز جو ٽڏڙو هنيو، عشق اچڻ سان هتي.

غم وڻ پوکيو، ڳٽي وڏا ڪيا ڳنار.
وهم ولهڙي ويئي پکڙي، ورهه وسڻ سان هتي.

اوت الفت هنئين اندر ۾، پاڙون تنهنجون ويون پاتار.
ڦل مان ڦرڙو ڪيو، پرت پچڻ سان هتي.

"فتح محمد" سان فضيلت، گل ڏٺو گلستان ۾.
هاءِ حيران ٿي پيو، سرهاڻ سنگهڻ سان هتي.



(۱۹۱۲ع- ۱۹۸۹ع)

# محمّد يعقوب ”جليس“ هالائي

محمّد يعقوب ولد محمّد يوسف ابڙو جي ولادت ۱۲، سيپٽمبر ۱۹۱۲ع تي ٽي. پاڻ ننڍپڻ ۾ ئي يتيم ٿي ويو، جنهن ڪري سندس سرپرستي خان صاحب لطف علي خان ابڙي ڪئي. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد سنڌ مدرسه ڪراچيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪيائين. ۱۹۳۷ع ۾ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ ٿيو، جتان هائيرڪئاليفائيڊ امتحان پاس ڪري پهريائين هيڊمنشي ۽ بعد ۾ مختلف

تعلقن جو مختيارڪار ٿي رهيو. ۱۹۵۰ع ۾ هيڊ اڪائونٽنٽ جو امتحان پاس ڪيائين. جليس صاحب خانداني ورثي موجب شاعر ۽ اديب پڻ هو. سندس هڪ نثري ڪتاب "اسان جو قرآن" ۱۹۵۳ع ۾ شايع ٿيو. ٻيو ڪتاب "عورت" قلمي نسخي جي صورت ۾ موجود آهي. سندس ذوقِ مطالع ۾ سنڌي، عربي، فارسي، اردو ۽ انگريزي ادب شامل هوندا هئا. سندس اهڙو مفصل احوال بايوگرافيڪل انسائيڪلو پيڊيا آف پاڪستان ۾ پڻ موجود آهي. پر سندس شاعريءَ جو گهڻو تڻو رُجحان اسلامي ۽ اصلاحي نظمن ڏانهن هو. پاڻ اسلامي تصوف جو مڪمل قائل هو ۽ ان باري ۾ سندن ڪيترائي مضمون ۽ مقالا مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل آهن. ۷- اپريل ۱۹۸۹ع تي انتقال ڪيائين.

## ڪلام

اهو منهنجو عقيدو ۽ اهو ايمان آ ساقي،
ته مئہ عرفان جو جامِ حسين قرآن آ ساقي.
ڪلامِ پاڪ جي تفسير جو هر لفظ نوراني،
چراغ نور پاشِ محفلِ عرفان آ ساقي.
ڪتاب الله جي تعليم اعجازِ سراپا آ،
نهان ان ۾ مسلمان جو حقيقي شان آ ساقي.
بحمدالله ٿيو روشن زماني جو آهر گوشو،
صداقت جي مڪمل روشني قرآن آ ساقي.
"جليسا" زندگي ڪر وقف قرآن جي تلاوت ۾،
جو آ تسڪينِ جان ۽ درد جو ارمان آ ساقي.



(۱۹۰۸ع- ۱۹۸۹ع)

# مولانا محمد اسماعيل ”ذبيح“

مولانا محمد اسماعيل لغاري ولد حاجي خان لغاري ڳوٺ جرار ٽيهو لڳ سنهري ڪسي تعلقہ ٽنڊو الهيار ۾ سال ۱۹۰۸ع ۾ ڄائو. سندس ابتدائي تعليم ڳوٺ جرار ٽيهو ۾ حافظ محمد تقي هاليپوٽي وٽان شروع ٿي. پوءِ برصغير جي معتبر عالمن ۽ مدرسن مان فيض ورتي، مولانا محمد عثمان قرآني لڳ شادي پلي وٽ دستاربندي ڪيائين. ڪجھ عرصو مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي صحبت ۾ بہ

رهيو. ان وقت ڳوٺ ۾ هڪ پرائيويٽ مڊل اسڪول کوليائين جيڪو اڳتي هلي هاءِ اسڪول بڻيو. پاڻ "جميعت العلماءَ هند" سان بہ وابستہ رهيو ۽ تحريڪ آزاديءَ ۾ حصو ورتائين. پاڻ سنڌي ۽ فارسي شاعري ڪندو هو. گهڻو ڪري واقعاتي، وارداتي ۽ مشاهداتي شاعري ڪندو هو. پکين سان پيار هوس. پنهنجي ٻنيءَ ۾ ٻٻرن جي هڙيءَ اندر چوڳو ڪٽي روزانہ سنڌن حاضري ڀريندو هو. سندس فارسي خواهہ سنڌي شاعري اڪثر اصلاحي، غريبن جي حمايت ۽ دنيا جي بي ثباتيءَ بابت آهي. سندس انتقال ٢٨- جون ١٩٨٩ع تي ٿيو.

## ڪلام

توکان اڳي انسان هوا، آباد سڀ ايوان هوا،
سؤ رنگ جا سامان هوا، اڄ نام ڪو نالو نشان.

شوقين شهزادا هئا، تختن ڏٺي تاراج ٿيا،
گوندر ڏيئي گوهر ويا، اڄ ناهہ ڪو نالو نشان.

راڄن سندا راڻا رِيا، مومل مٺي ماڻا ويا،
ڪوتا ڪريل ڪاٺا ويا، اڄ ناهہ ڪو نالو نشان.

سانگي ڇڏي ساٿيهہ ويا، ڏوٿي ڇڏي ڏٽ ڏيهہ ويا،
ڇا ڪون ڪري پير ڇيهہ ويا، اڄ ناهہ ڪو نالو نشان.

ٻوڙا ٻڌڻ جي ناهہ تو، هاڃو هبچ جو آهہ تو،
آهي اکين اونداهہ تو، اڄ ناهہ ڪو نالو نشان.



(١٩٢٢ع- ١٩٨٩ع)

# احمد خان "آصف" مصراڻي

احمد خان آصف ولد محمّد اسماعيل مصراڻي ٨- جولاءِ ١٩٢٢ع تي ڳوٺ منو ٻبر، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلع دادو ۾ ڄائو. فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ ١٩٣٩ع ۾ تعليم بالغان ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. ١٩٣٧ ۾ حافظ محمد "احسن" ۽ جمعي خان "غريب" کان علم عروض جان درس ورتائين. نثر خواه نظم ۾ ڪيترا ڪتاب لکيائين جيڪي شايع ٿيا.

"انجمن آفتاب" دادو، "جميعت الشعرا سند"، "سنڌي سڌار سوسائٽي" ڪڪڙ ۽ "بزمِ طالب المولىٰ" وغيره ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب اسڪيم ۾ فيبروري ١٩٥٧ع کان سيپٽمبر ١٩٥٨ع تائين ڪم ڪندو رهيو. سندس انتقال ١٥ جولاءِ ١٩٨٩ع تي ٿيو.

## ڪلام

نشو و نما چمن جي نظارن ڇڏي ڏنو،
بدلي فضا ته حسن بهارن ڇڏي ڏنو.

گل جي جڳهه تي خار ۽ خاشاڪ وخس ڏسو،
بدلي فضا ته حسن بهارن ڇڏي ڏنو.

پنهنجا به ڪن ايئن جو پروا به ڪن نٿا،
افسوس اڄ پيارن پيارن ڇڏي ڏنو.

رهبر لٽي ٿو ڪاروان، رهزن جو کهڙو ڏوهه،
منزل جو شوق راهگذارن ڇڏي ڏنو.

آه وفغان ٿيو مشغول هجر حبيب ۾،
دل کي شڪيب وصبر قرارن ڇڏي ڏنو.

"آصف" سهارو پنجتن جو توکي ڪافي آه،
ڪجهه غم نه آهي توڙي سهارن ڇڏي ڏنو.



(١٩١٨ع- ١٩٨٩ع)

# فقير علي گوهر

فقير ميان علي گوهر ولد فولاد فقير شر وينءَ ڳوٺ مينگهوشر تعلقو خيرپور ميرس ۱۴- محرم الحرام ۱۳۳۷ھ مطابق ۲۰- آڪٽوبر ۱۹۱۸ع تي پيدا ٿيو. سندس پالنا ۽ پرورش سندس والد محترم جي نظر هيٺ ٿي. سنڌي فائنل پنهنجي ڳوٺ مينگهوشر ۾ پاس ڪيائين. اردو ۽ پارسي بهار دانش ۽ نگار دانش تائين ٺڳڙن ۾ جيّد عالم استاد مولوي غلام محمّد وٽان حاصل ڪيائين. عربي،

ڳوٺ جي مولوي فيض محمد شر وٽ پڙهيو. گر مکي، شاستري، پامسٽري هندستان کان آيل هڪ پنڊت کان سکيو. علم تصوّف، وحدانيت، معنيٰ ۽ معرفت جو معراج پنهنجي والد بزرگوار وٽان ماڻيائين. کيس سماع جو هر وقت شوق هوندو هو. اگر وٽس ٻيو کو ڳائڻ وارو موجود نہ هوندو هو تہ پاڻ بہ ڳائيندو هئو. سندس حليو ۽ پوشاڪ سندس والد جهڙي هئي، البت ان کان قد ۾ ڪجھ ننڍو هئو. پاڻ شاعر هئو. مختلف ٻولين جهڙوڪ، عربي، پارسي، سنڌي، اردو، سرائڪي ۽ هندي ۾ شعر چيائين. سندس ١٥- ڪتاب قلمي صورت ۾ آهن شعر ۾ "علي گوهر" نالو تخلّص طور ڪتب آندو اٿس. ڪٿي "بيخود" بہ چيو اٿس. سندس وصال ٢ جمادي الاوّل بروز اگارو مطابق ١٣- ڊسمبر ١٩٨٩ع تي ٿيو.

## ڪلام

عشق ۾ سر ڏيڻ ڪاتي سخاوت هن ڪي چٿبو آهي،
مرڻ هن جي محبت ۾ شهادت هن ڪي چٿبو آهي.

ڪري جو عشق جي دعويٰ خودي کان ٿي اول خالي،
اناالحق ورد آهي ان جو تلاوت هن ڪي چٿبو آهي.

عشق جي آهي حالت هي سدائين سوز آهي تازو،
عشق ۾ جان پرواز ٿيڻ عنايت هن ڪي چٿبو آهي.

تصور يار جو هر دم رکڻ آهي رياضت هي،
ڏسڻ ديدار دلبر جو عبادت هن ڪي چٿبو آهي.

عشق ۾ "علي گوهر" مدامي محو معشوقن،
آئينو ذات دل ان جي بصارت هن ڪي چٿبو آهي.



(۱۹۴۱ع- ۱۹۹۰ع)

# بدر قريشي

بدرالدين "بدر" ولد امير بخش "امير" قريشي ١٢- اپريل ١٩٤١ع تي جيڪب آباد ۾ تولد ٿيو بعد ۾ پنهنجي والد جي نوڪري سانگي ڪراچي ۾ اچي رهيو. تعليم انٽر آرٽس هيس ڪجھ وقت سرڪاري ملازمت ۾ ڪيائين پر بدقسمتيءَ سان ايڪسيڊنٽ ٿيڻ بعد باقي زندگي معذور ٿيجي گذاريائين. بدر صاحب کي علم و ادب سان تمام گهڻو شوق هو. نظم خواه نثر ۾ لکندو

رهيو. سال ١٩٥٠ع ۾ پهريائين "سرشار" عقيلي بعد ۾ پنهنجي والد بزرگوار "امير" قريشيءَ وٽان سخن جي سکيا ۽ اصلاح حاصل ڪيائين. سنڌي زبان کان سواءِ اردو ۾ به آساني سان شعر جوڙيندو هو. سندس سنڌي شاعريءَ جو مجموعو قلمي صورت ۾ موجود آهي سندس عمر گهٽي ڪانہ ٿي ۽ پاڻ طويل عرصو بيمار رهڻ بعد ٣٠ جنوري ١٩٩٠ع تي وصال ڪيائين.

## ڪلام

ڏس خون دل جو منهنجا ڳوڙها ٿئي پيو،
هر لفظ منهنجو هاڻي سڏڪا ٿئي پيو.

خاموشي سڀ زبانون ڪُجي ڪو نٿو سگهي،
هن دور، رستا خيز ۾ چا چا ٿئي پيو.

آلين اکين سان راھ ۾ بيٺو آ بت بڻيو،
ڪهڙي طرح سان عرض تمنا ٿئي پيو.

اعليٰ جي پڳ تي ڏينهن ڏني جو لهيو وڃي،
ادنيٰ ڏسو تہ رات ۾ اعليٰ ٿئي پيو.

ڪجھ دير قافلي سان بہ هو "بدر" گڏ هليو،
هاڻي سفر تمام ئي تنها ٿئي پيو.



(۱۹۱۳ع- ۱۹۹۰ع)

# ميرزا اسد بيگ ”اسد“

ميرزا اسد بيگ ١٨- سيپٽمبر ١٩١٣ع مطابق ١٧- شوال ١٣٣١ھ تي ٽنڊو ٺوڙهو حيدرآباد ۾ ڄائو. پاڻ شمس العلماءِ ميرزا قليچ بيگ جو فرزند هئو. ايم- اي سنڌي کان سواءِ ايل- ايل- بي پڻ پاس ڪيائين. ”ڪو آپريٽو ٽريننگ انسٽي ٽيوٽ“ حيدرآباد جو پرنسپال هو. ١٩٧٠ع ۾ رٽائرمينٽ کان پوءِ ”مسلم ڪاليج“ حيدرآباد جو پرنسپال ٿي رهيو. پاڻ ”گلشنِ بهار“ ۽ ”گلشنِ خيال“

چپارايائين. ان کان سواءِ کو آپريٽو ڊراما ۽ ”ديوانِ قاسم“ جي ترتيب ۽ ان تي علمي ادبي مقدمو پڻ لکيائين. سندس ڪليات زير طبع آهي جيڪا جلد شايع ٿيندي. پاڻ قرآن شريف ۽ وظائف سان گڏ شاه عبداللطيف ڀٽائي جو رسالو مطالع ڪندو هئو. ١٩٥٢ع ۾ ”اداره قليچ“ قائم ڪيائين جنهن طرفان مختلف ڪتاب ۽ ”قليچ“ رسالو شايع ٿيندو هو جنهن جو پاڻ ايڊيٽر هو. ١٩٨٦ع ۾ ڪيس پراونشل ايجيوڪيشنل ڪائونسل ۾ ميمبر طور ڪنيو ويو. ڪجھ وقت وڪالت بہ ڪيائين ڪچهريءَ جو ڪوڏيو ۽ ظريفانا طبع جو صاحب هئو، ڪيس فارسي ادب سان بہ لڳاءُ هو تنهن ڪري شاعريءَ ۾ فارسي ترڪيبن جو استعمال ڪندو هو. پاڻ ١٠- اپريل ١٩٩٠ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

شغل تنهنجي ياد ۾ منهنجو هي صبح و شام ٿيو،
ورد مون کي برزبان تنهنجو هي منڙو نام ٿيو.

عشق اول در دلِ معشوق پيدامي شود،
پر هتي الٽو قري، عاشق مٿان الزام ٿيو.

اشڪ اکين ۾ لبن تي آھ دامن تار تار،
الله الله عشق جو ڪهڙو اهو انجام ٿيو.

ٿي شبِ معراج منزل عشق جي آهي عيان،
احد احمدَ سان مليو ۽ ميم وچ ۾ مام ٿيو.

عين جي اُوليٰ ”اسد“ ۽ معرفت سان ميم جي،
عشق رک الله سان، جو اي سچو اسلام ٿيو.



(١٩٣٩ع- ١٩٩٠ع)

# "منور" هالائي

هالا جي مشهور ۽ معروف شاعر جان محمد "اضعف" هالائيءَ جو چوٿون نمبر فرزند هو. سندس ولادت ۴- جون ١٩٣٩ع تي ٿي. مخدوم غلام حيدر مدرسہ ۽ هاءِ اسڪول مان امتيازي نمبرن سان مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد بي- اي ۽ ايل- ايل- بي جون ڊگريون سنڌ يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين. مشرقي علوم ۾ اديب فاضل سنڌي، مولوي عربي ۽ اديب اردو جي امتحانن ۾ امتيازي ڪاميابي

ماٿيائين. ٢- جون ١٩٥٨ع تي سنڌ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ جي حيثيت سان داخل ٿيو. ١٩٨١ع ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر جي عهدي تي پهتو. ١٩٧٦ع ۾ پاڪستان آرميءَ سان گڏ ٻوڏ جي ستايلن لاءِ ڪيل اڻ ٿڪ محنت جي سلسلي ۾ کيس "اعزازي اسٽڪ" ۽ "ميرٽ سرٽيفڪيٽ" جا ايوارڊ مليا. شعرو شاعريءَ جي ميدان ۾ "انجمن فلاحِ ادب" ۽ "بزمِ گل" جي باني هجڻ جو شرف حاصل ٿيس. سنڌي ۽ اردو شاعري جي تقريباً هر صنف تي طبع آزمائي ڪيائين. مگر غزل سندس پسنديده صنف هئي. سندس ڪلام ۾ سلاست، فصاحت، ٻوليءَ جي شائستگي، برجستگي ۽ لفظن استعمال ڪرڻ جو ڍنگ آهي. سندس انتقال ۴- سيپٽمبر ١٩٩٠ع تي ٿيو.

## ڪلام

اي مڪينِ نوح سرور توتان منهنجي جان نثار،
تنهنجي قدمن تي ٿو گهوريان زندگيءَ جي هر بهار.

تنهنجي گهواره ۾ آه مدفون سا هستي عظيم،
"نوح" جي نالي سان درگاهه آهه جنهن جي يادگار.

آ هدايت، استقامت ۽ لطافت اشتياق،
شهر 'هالا' جي صفات منحلي جو اختصار.

خاڪ تنهنجي سان "منور" هن طرح ڪيو آ نباهه،
گود تنهنجيءَ ۾ بنائي آته مون پنهنجي مزار.



(١٩٣٨ع- ١٩٩١ع)

# فقير نور محمّد ”نورل“ مري

فقير نور محمّد عرف نورل ١٩٣٨ع ۾ ڪانوڙو تعلقي ڪپرو ۾ تولّد ٿيو. خانداني پيشور زميندار هئس. سندس والد فقير يار محمّد عرف يارعلي فقير جي رندي صحبت جو اثر مٿس مڪمل طرح ٿيو. پاڻ نهايت عاجزاڻ مزاج ۽ شائستہ زبان رکندڙ هو. راڳ جي محفلن ۾ گهاگهر بہ وڄائيندو هو. سندس تعليم پرائمري جي حد تائين هئي، لوڪ ادب ۽ لطيف فهمي ۾ دسترس بہ هيس. پاڻ ٢- فيبروري ١٩٩١ع تي وفات ڪيائين.

# ڪلام

ڏٺي دلبر کي ڏينهن ٿيئڙا نہ ظاهر ٿيو اڃا تائين،
ڪلڻ ڪائڻ سيڻي ويئڙا نہ ظاهر ٿيو اڃا تائين.

وچن ڏيندي ورائيائين اڃهو آيس ڪي آيس مان،
وڇوڙي جا وٺا مينهڙا نہ ظاهر ٿيو اڃا تائين.

نہ ديريون اگ ڪڍهن لاتائين وڃڻ سان ئي هيو ورندو،
مگر ڪي پور اٿس پيئڙا، نہ ظاهر ٿيو اڃا تائين.

خدا شل خير سان آڻي سڄڻ منهنجي تہ سهٽي ڪي،
ڪٺيان پيو هتي ڏکيا ڏينهڙا نہ ظاهر ٿيو اڃا تائين.

نہ دل وس ۾ نہ دلبر وس وڃان ڪهڙي پاسي "نورل"
لڳا لاشڪ نوان نينهڙا نہ ظاهر ٿيو اڃا تائين.



(۱۹۳۲ع- ۱۹۹۱ع)

# "ارشد" هالائي

ابڙي عبدالرحيم "ارشد" جي ولادت ١٥- آگسٽ ۱۹۳۲ع تي ٿي. پاڻ هالا جي مشهور نعت گو شاعر جان محمد "اضعف" هالائي جو ٻيو نمبر فرزند هو ۽ ڪيس وقت جي سٺن شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. پهرين تخلص "بيدل" هوس ان بعد "ارشد" بڻيو. مضمون نگار ۽ مقرر هجڻ سان گڏ ڪامياب استاد ۽ تعليمي ماهر هئو. سندس ايمانداري، تعليمي مهارت ۽ محنت جي پيش نظر کيس حيدرآباد

ضلع جو ڊي. اي. او مقرر ڪيو ويو. ان بعد مخدوم غلام حيدر هاءِ اسڪول هالا ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪوٽڙي ۾ نمايان خدمتون بجا آندائين. پڇاڙيءَ ۾ ايگروٽيڪنيڪل آفيسر جي عهدي تان رٽائرڊ ڪيائين. شعر و شاعريءَ جي ميدان ۾ "بزم رفيق" ۽ "سنياسي ادبي سنگت" هالا ۾ سيڪريٽري طور ڪم ڪيائين. شاعريءَ ۾ حمد ۽ نعتيہ ڪلام ڪان علاوه گهڻو ڪري اصلاحي ڪلام چيو اٿس. ڪجھ غزل ۽ ڪافيون پڻ سندس ڪلام جو حصو آهن. سندس ڪلام ۾ سلاست ۽ سادگي سان گڏ ٻوليءَ جو ميٺاج ۽ گونج پڻ آهي. سندس اسلوب بيان وڻندڙ ۽ دلڪش آهي. جنهن ۾ دردمندي ۽ اصلاح جا پهلو بلڪل نمايان نظر اچن ٿا. سندس ڪلام سنڌ جي رسالن ۽ اخبارن ۾ تہ شايع ٿيندو رهيو پر شعري مجموعو ڇپجي نہ سگهيو البت نثر ۾ سندس نصابي توڙي غيرنصابي ڪتاب شايع ٿيا. جن ۾ "رفيق گرامر" ۽ "برساتي بوندون" کي علمي ۽ ادبي دنيا ۾ وڏي شهرت حاصل آهي. سندس انتقال ٢٣- اپريل ١٩٩١ع تي ٿيو.

## ڪلام

بيان ڪهڙو عيان ڪريان، عجب اسرار هالا ۾،
ڏسڻ سان جو رکي تعلق، اهو ديدار هالا ۾.

هتي مخدوم سرور نوح جو روضو مبارڪ آ،
سري ٿو فيض روحاني سراسر يار هالا ۾.

ٻڌي همت سندو سندرو، ڪيم منت قلم کي پر،
بيان مون ڪان نہ ٿي سگهيو، وڏو وستار هالا ۾.

ٿئي شل عاقبت محمود دنيا مان خداوندا،
رهي ٿو تنهنجي در، "ارشد" سدا پينار هالا ۾.



(۱۹۲۰ع- ۱۹۹۱ع)

# ”زيب“ عاقلي

عبدالحق ”زيب“ ولد مولوي محمد ”عاقل“ عاقلي ۱ آڪٽوبر ۱۹۲۰ع تي ڳوٺ عاقل ضلع لاڙڪاڻي ۾ تولد ٿيو. ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ ۱۹۶۲ع ڌاري بحيثيت اسٽاف آرٽسٽ جي داخل ٿيو ۽ اُتي ئي ۱۹۷۳ع ۾ پرڊيوسر ٿيو. پاڻ بيشمار تحريرون، تقريرون، ڊراما، فيچر گيتن ڀريون ڪهاڻيون وغيره لکيائين ۽ ڪيترن پروگرامن ۾ پاڻ حصو ورتائين- ”زيب“ مرحوم ڪي علم و ادب جي ذات

پنهنجي خاندان کان ورثي ۾ مليل هئي، سندس والد پڻ قادرالڪلام شاعر هو. ”زيب“ تمام مِٺو ۽ سُٺو انسان هو ڪنهن کي ٻه ڪونه رنجايائين. تنگدستي ۽ مفلسيءَ جي دور ۾ به سندس چهري تي مُرڪ هوندي هئي پاڻ ١٢- مئي ١٩٩١ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

ٻئي جي ڳالھ ٻڌي نہ تو ڪوئي هر ڪنهن کي آ پنهنجي پنهنجي،
دل جو حال ٻڌايون ڪنهن کي، ڪنهن سان اوريون اهنجي سهنجي.
انگ ازل جو ايئن نہ هوندو، لکيو اهو ٿا پاڻ لکو،
سهڻو سڦلو ڀاڳ اوهان جو، ڪاري ڪوجهي قسمت منهنجي.



ساڳيا ڏوٿي ساڳيا ڏکڙا، ساڳيو آدم ساڳيو ساھ،
ساڳيو مقصد ساڳي منزل، ساڳيا راهي ساڳي راھ.
وقت سندي رفتار سڃاڻو، ڏاڍا هاٿي ڏاڍِ ڇڏيو،
ڪاٿي لڪڻ جي جاءِ ڪنهين کي، اوپر اولھ هڪ الله.



(١٩٣٥ع- ١٩٩١ع)

# ”معصوم“ هالائي

قاضي محمّد عالم ”معصوم“ هالائي ٨ مارچ ١٩٣٥ع تي هالا پراڻا ۾ ڄائو. سندس والد قربان علي قريشي ننڍپڻ ۾ ئي فوت ٿي ويو. سنڌي فائينل پاس ڪرڻ بعد ٥٢-١٩٥١ع ۾ نواب شاھ ميونسپل ڪميٽيءَ ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو جتي ڪيترن ئي ادب دوستن سان تعلق ٿيس. پاڻ نواب شاھ مان نڪرندڙ ماھ وار رسالي ”ادا“ جو ايڊيٽر بہ ٿيو. ١٩٥٩ع ۾ جهول شهر ۾ ”سنڌي ادبي سنگت“ جو

بنياد وڌائين ۽ مرحوم الھ بخش ٽالپر جي نالي سان ھڪ لائبرري ٻہ کوليائين. ھالا پراڻا ۾ بہ "سنڌي ادبي سنگت" قائم ڪيائين. ١٩٧٠ع ۾ "وطن پبليڪيشن" ٺاھي ٻہ ڪتاب "دادلي" ۽ "حسرت ناڪ زندگي" منظرعام تي آندائين پاڻ نھايت مولائي قسم جو ماڻھو ھو سندس انتقال ٢١ جولاءِ ١٩٩١ع تي ٿيو.

## ڪلام

نہ آھن چڱيون يار جاني جدايون،
نئون سال آيو نئون نينھن لايون.

چڏي ڏيون زماني جا قصا پراڻا،
رواجن ۽ رسمن جون ڳالھيون اجايون.

وساري سگھياسين نہ سگھبيون وساري،
اوھان جون نگاھون سوايون سوايون.

ٿا سمجھون نہ گھٽيون اوھان جون خطائون،
تڏھن پي اوھان سان ٿا ناتو نڀايون.

ھي "معصوم" مڪڙيون ٽڙيون ڪڙيون جي،
انھن ساڻ گڏجي خوشي ٿا ملھايون.



(١٩٦٦ع- ١٩٩١ع)

# عرفان مهدي

عرفان مهدي ولد غلام مهدي ميمڻ جي ولادت ٣١- جولاءِ ١٩٦٦ع تي هالا پراڻا ۾ ٿي. پاڻ انيڪ صلاحيتن جو مالڪ هو. هن طالب العلمي واري دؤر ۾ ٿي پاڻ کي نهايت ذهين طالب علم طور ميڙايو. ائين جماعت دوران "وک وڌايو پبليڪيشن" جو بنياد رکيائين ۽ اڪيلي سر ڇهه ست ٻاراڻا ڪتاب ڪڍي هڪ اهڙو مثال قائم ڪيائين جيڪو هالا پراڻا جي ادبي تاريخ ۾ ملڻ محال

آهي. عرفان، شاعريءَ ۾ رهنمائي سوز هالائي کان حاصل ڪئي پاڻ ايم. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين ۽ ايل. ايل. بي جو شاگرد هو. ٢٥ سالن جي ڀرپور جوانيءَ ۾ ۴- آگسٽ ١٩٩١ع تي هڪ دڪدائڪ حادثي ۾ وفات ڪري ويو.

## ڪلام

هو جي مون سان ملندو ڪونہ،
پوءِ بہ وسري سگهندو ڪونہ.

هن لاءِ جيڪر مري وڃان تہ بہ،
پڪ اٿم هو رئندو ڪونہ.

ڪين ٿيو مون سان ليڪن،
ٻئي سان ڏسندو سهندو ڪونہ.

شام سمي مون ڏانهن اچي جي،
سورج مون لاءِ لهندو ڪونہ.

قاتل منهنجي ڊائري ڪي هو،
هاڻي ڪولي پڙهندو ڪونہ.

هن جون يادون جيون شڪتي،
"عرفي" هاڻي مرندو ڪونہ.



(۱۹۳۴ع- ۱۹۹۱ع)

# سڄڻ علي ”سڄڻ“ قبولائي

مرحوم سڄڻ علي ”سڄڻ“ قبولائي ذات سرگاني ولد الھ ڏنو سرگاني تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڪوٽ قبوليو ۾ ۲۵، سيپٽمبر ۱۹۳۴ع تي جنم ورتو. سنڌي فائنل پاس ڪري پرائمري استاد ٿيو. ۱۹۵۰ع کان شعر و شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. شعر جي اصلاح مرحوم دادن فقير ۽ مرحوم جاڻن ڪوٽائي کان ورتائين سندس ڪلام هر صنف ۾ تمام سٺي

اهميت رکي ٿو. خصوصاً نعت ۾ شان اهلبيت ۾ عقيدت مندانه طويل مسدس لکيائين، ٢١- آڪٽوبر ١٩٩١ع بروز سومر وفات ڪيائين. سندس ننڍو فرزند محمد موسيٰ سنو نوجوان شاعر آهي.

## ڪلام

نه لڳندي زور جي ميندي نه ڪڏهن اڳ لڳي آهي،
سچي دل ٿي نه سگهندي ساجا پورا ٿي پڳي آهي.

زياده ڏاڍ تنهنجي ڪان عمر آ ڏک وچوڙي جو،
اڪيون آليون اجا آهن غمن ۾ تازگي آهي.

ٿڌي ٿر ۾ وڌو مانداڻ هي تو اوچتو آهي،
عمر ناهي اميري هي نڪا هي خانگي آهي.

مقابل هر مصيبت سان رهيا آهيون اسين مارو،
اجا تائين اسان جي همتن ۾ زندگي آهي.

پڳن وارا ڏٿن وارا اجهي منهنجا سڄڻ آيا،
مون کي عزت ۽ عصمت جي پڙهائي جن پڙهي آهي.



(۱۹۴۰ع- ۱۹۹۱ع)

# عبدالڪريم پلي

عبدالڪريم پلي ولد خانصاحب عطا محمّد پلي جي ولادت ۲۱- آگسٽ ۱۹۴۰ع تي ٿي، تعليم سنڌيءَ ۾ فائينل ۽ مئٽرڪ تائين انگريزيءَ ۾ حاصل ڪيائين. رسالن جي مطالعي ۽ اديب دوستن جي صحبت مان شعر و شاعري جو شوق پيدا ٿيس ۽ مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪيائين تخلّص "ڪريم" هئس. ننڍي بحروزن تي غزل سُٺا لکيا اٿس. ۱۹۶۷ع ۾ يونين ڪائونسل عطا محمّد پلي

جو چئرمين ٿيو ١٩٧٠ع ۾ صوبائي اسيمبلي لاءِ پهرين آزاد اميدوار پوءِ منهنجي (طالب المولىٰ جي) مدد سان پيپلزپارٽي جي حمايت حاصل ٿيس ۽ صوبائي اسيمبلي جو ميمبر ٿيو ۽ پوءِ جي لالچ تي ڦري جيلاني گروپ ۾ شامل ٿيو. ۴- نومبر ١٩٩١ع تي حيدرآباد ۾ رحلت ڪيائين.

## ڪلام

هجر ۾ ايڏو زار زار نه رو،
روئي ڏؤ ڪر ۽ بار بار نه رو.

دور هڪڙو سدا نه رهڻو آ،
نيٺ ايندي وري بهار نه رو.

آرزوءِ وصالِ جانان تان،
جان سؤ مرتبه نثار نه رو.

چند گهڙين جو ڪيل هو ۽ ويو،
گهڙي ڪلفت ۽ گهڙو پيار نه رو.

آهي باقي قدم ٻتي منزل،
راهرو! حوصلو نه هار نه رو.

موت کان اڳ "ڪريم" دنيا ۾،
ناهي ملڻو ڪڏهن قرار نه رو.



(۱۹۲۴ع- ۱۹۹۱ع)

# قاضي غلام محمّد قريشي

قاضي غلام محمّد بن قاضي محمّد اعظم بن قاضي ابوالمعالي بن قاضي محمّد عظيم بن قاضي محمّد قابل ساڪن هالا پراڻ. ۱۴، فيبروري ۱۹۲۴ع تي تولد ٿيو. قاضي محمّد قابل مرحوم حضرت مخدوم نوح عليہ رحمت جن جو مريد هو. اڄ تائين بہ الحمدالله اهو سلسلو جاري آهي. قاضي غلام محمّد اسڪول هالا پراڻا مان پرائمري تعليم حاصل ڪري انگريزي تعليم اي- وي اسڪول هالا

نوان مان حاصل ڪئي ۽ ١٩٥٥ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. بي- اي ١٩٦٠ع فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. ايل- ايل- بي ١٩٦٢ع ۾ پاس ڪيائين ان کان سواءِ هوميوپيٿي جو امتحان پاس ڪري جرمن زبان ۾ ڊپلوما ڪيائين. قرآن شريف ۽ عربي فارسي تعليم مدرسه اشرفيه هالا پراڻا مان حاصل ڪيائين ان کان سواءِ مولوي عبدالرؤف قريشي بختياريوري ۽ حافظ مدني صاحب کان به پڙهيا. پاڻ ١٩٥٣ع کان ١٩٧٠ع تائين "سروري اسلاميه ڪاليج" جو اعزازي سيڪريٽري ٿي رهيو. ۽ هر جمع تي سيرت ڪلاس وٺندو هو. سندس ذاتي ڪتبخانو نهايت اعليٰ درجي جو آهي. جنهن ۾ هر علوم ۽ هر موضوع جا اٽڪل هڪ هزار ڪتاب آهن جن مان هڪ سؤ مختلف زبان ۾ قلمي نسخا پڻ موجود آهن. سندس ٩ ڪتاب اڻ ڇپيل قلمي صورت ۾ موجود آهن. جن ۾ هڪ انگريزي ۽ هڪ عربي ۾ پڻ آهي. سندس هڪ مقالو: حضرت مخدوم نوح رح ۽ سندن بزرگ "پيغام" رسالي ۾ ڇپيل آهي. ان کان سواءِ حضرت مخدوم غلام حيدر سائين جن تي سروري تنظيم جي تقريب ۾ پڙهيل مقالو پڻ آهي. سندس وفات ٢١ نومبر ١٩٩١ع تي ٿي.

## ڪلام

خبر ڪر هو سڄڻ منهنجو ڪڏهن ايندو، اڳڻ منهنج ڏهاڙو عيد جو ٿيندو.

ڪيائين ڪا خبر راڻو رلو ڇو آ، پڇيائين ڪجهه ڪنل منهنجو ڪٿي هوندو.

تباهي دل جگر جي ويو ڪري اهڙي، يڪا يڪ بي وفا ٿي دل ويو نيندو.

ڏني سهٽا وڏا طعنا ۽ بيزاريون، ٻڌايائين مون کي جيڪي به هو چوندو.

وجي ٻيهر نياپو ڏج سلامن سان، "گلڻ" سان تون اچي مل ڪين هو ويندو.



(۱۹۴۰ع- ۱۹۹۱ع)

# راڄ محمّد ”جمال“ پلي

عبدالرحيم المعروف راڄ محمد ولد خانصاحب عطا محمّد پلي ۲۷- آگسٽ ۱۹۴۰ع تي پنهنجي ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي ۾ تولد ٿيو. پرائمري ۾ انگريزي تعليم ڪنهن اسڪول يا مدرسي مان حاصل نہ ڪيائين. پر پنهنجي والد صاحب جي سايہ هيٺ سنڌي ۽ انگريزي جي معمولي تعليم حاصل ڪيائين. ان جون ذاتي حالتون هيون ڪجھ عرصي بعد اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ وڏيڪ

تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتائين. پاڻ ارادي جو مضبوط شخص هو. شاعري جي شروعات ڪافي سان ڪيائين ۽ ان کان پوءِ غزل وغيره تي بہ طبع آزمائي ڪيائين. سندس وفات ١٩٩١ع ۾ ٿي.

## ڪلام

ٿلهہ: جاڳي جاڳي جاڳ جاڳي ڪر تون دور جدايون.

پردا حجابي سڀ هٽائي پاڻ کي ڏس تون پاڻ ۾ ئاهي،
منجهيئي مدامي ماڳ جانب جوڙيون آهن تو ۾ جايون.

عمر سڄي تو سمهي وڃائي جاڳي تونا جوت جلائي،
سمهڻ ناهي سهاڳ ويهي ڳاءِ تون واحد جون وايون.

اڻ ٿي پهر اندر ۾ اوري ڪس قلب جي سيئي ڪوري،
دل تان دوئي جا لاهي داڳ ميٽ تون من تان مڙيئي ميرايون.

بن جاڳڻ جيڻ "جمال" اجايو، ستي ڪنهن نہ پرين پرايو،
اورڻ ڏاران سڀ اياڳ ويل ويرون ڪنهن نہ واريون.



(۱۹۳۰ع- ۱۹۹۲ع)

# فقير حسين بخش "خادم سروري"

فقير حسين بخش "خادم سروري" جي والد جو نالو پيربخش ذات جو ٻنگر هو. فقير مرحوم جي ولادت ۱۵- جنوري ۱۹۳۰ع ۽ وفات ۱۲- مارچ ۱۹۹۲ع تي سليمان خان ڪتياڻ ۾ ٿي. رئيس حبيب الله شاهه ڳوٺ آراضي تعلقه سيوهڻ ۽ ضلع دادو جو رهاڪو هو. شاهه صاحب لڪياري ساداتن جو پڳدار ۽ رئيس به هو اٽڪل هڪ هزار ايڪڙ ڪان مٿي زمين سندس هئي جا سندس انتقال بعد سندس غيرشادي شده نياڻي کي ملي. رئيس حبيب الله شاهه ۽ سندس نياڻي حضرت غوث الحق مخدوم نوح سرور جا معتقد مريد به هئا. بي بي صاحبه حسين بخش کي قلبه

ومرشدنا والد صاحب مخدوم غلام محمّد عرف گل سائين ڏي ڪم سان موڪليو. ان وقت حسين بخش بنا ڏاڙهي مڇ جي هو. گل سائين جي محبت ۽ شفقت ڏسي هميشه لاءِ هالا ۾ رهي پيو.

قبله و مرشنا والد صاحب جن جي انتقال بعد کيس زميندراي سنڀال لاءِ ڪمدار طور زمين تي موڪليم ڪيترن ئي سالن بعد کيس پاڻ وٽ حاضريءَ ۾ رکيم. هو صرف ڪافي گو شاعر هو ۽ ڪافي ۾ پنهنجو نالو استعمال ڪندو هو. مون کيس "خادم" تخلص ڏنو ۽ غزل لکڻ تي آماده ڪيو. سندس غزلن جي اصلاح آءٌ ڪندو هوس ۽ اهو سلسلو آخر تائين جاري رهيو. حسين بخش فقيري به اختيار ڪئي تنهن ڪري فقير حسين بخش سڏجڻ لڳو. هو ڳائيندو به هو کيس ريڊيو ۽ ٽي- وي تي به مون موڪليو. نيٺ ڪلچر ڊپارٽمينٽ کيس پاڪستان کان ٻاهر مختلف ملڪن ۾ موڪليندي رهي. مرحوم ڪي هڪ ڀيرو وري به زميندراي سنڀالڻ لاءِ زمين تي موڪليم اتي سال ڪن رهڻ بعد ئي سخت بيمار ٿي پيو. آخرڪار موڪل وٺي ڳوٺ ويو.

فقير نواب ولي محمّد خان لغاري تاجپوري تعلقي هالا جي ۴- رمضان ملهائي (ميلو) ويندي آهي ۽ اُتان محمدً فقير ڪنڀاڻ جي تاريخ اچي ملهائيندا آهن. ۹ مارچ ۱۹۹۲ع تي (۴- رمضان) تاجپور ۾ ملهائي ٽن ڏينهن بعد فقير آيا ڳوٺ سليمان ڪنڀاڻ ۾ محمد فقير جي تاريخ ملهائڻ. اُتي فقير حسين بخش خادم به ڳائي وڄائي رات اويرو ستو، صبح جو ڏسن ته امانت وڃي ڏٺي ڪي پهتي.

## ڪلام

بهار ۾ به گلن ڪي مون بيقرار ڏٺو
قرار ڪنهن ڪي نه هو، هر ڪو حالِ زار هو ڏٺو

سوا غرض جي ڪٿي دوستي رهي آهي
گهڻو مون وقت زماني ڪي بار بار ڏٺو

الاجي ڪيئن ڀلا ڀلجي ويو غير وٽ "خادم"
خدا جو شڪر جو ماحول سازگار ڏٺو



(۱۹۲۲ـ ۱۹۹۲ع)

# "فيض" بخشاپوري

فيض الله خان "فيض" ولد مصري خان ڏومڪي بلوچ ۱۹۲۲ع ۾ بخشاپور ۾ تولد ٿيو. سنڌي تعليم بخشاپور اسڪول ۾ حاصل ڪيائين پوءِ تعليم کي ترڪ ڪري ڪجهه وقت زمينداري ڪيائين. بعد ۾ پنهنجي قومي سردار ميرتاج محمد خان ڏومڪي جي صحبت اختيار ڪيائين جيڪو هڪ عالم ۽ فاضل ۽ سخن شناس هو. جنهن وٽ اردو ڪتابن جي مطالعي جو موقعو مليس ۽ شاعري به شروع ڪيائين. ۱۹۵٦ع ۾ "مساوات" اخبار جيڪب آباد مان جاري ڪيائين. ۱۹۵۸ع

۾ سندس ڪلام جو مجموعو "شعلهٔ عشق" ڇپجي منظر عام تي آيو. کيس جميعت الشعراء طرفان "غالب سنڌ" جو خطاب مليو جيڪو پاڻ آخر تائين استعمال ڪندو هئو. سندس شاعري پختهٔ ۽ منفرد آهي. سنڌ ۾ سندس ڪيترا پختہ غزل گو شاگرد موجود آهن. ۱۴، مئي ۱۹۹۲ع تي وفات ڪيائين.

## ڪلام

خانهٔ دل ۾ لامڪان آهي،
عرش تي منهنجو آشيان آهي.

ڇو اڃان مان فريب هستيِ ۾،
رنگ و بو جو هي جهان آهي.

مفلسي، وجہ بيڪسي يا رب،
ڪوئي مهمان نہ ميزبان آهي.

ڪافرِ عشق آ بتِ ڪافر،
جو مسلمان تي بدگمان آهي.

ڇا بگاڙيان ٿو، خلق جو يارب!،
ڇو ٻلا هو، حريفِ جان آهي.

رازِ دل گرڏيان، ڏيان ڪنهن کي،
ڪوئي همدم نہ رازدان آهي.

ڪير توکان ڪري ٿو سر پيارو،
امتحان تي ڇو امتحان آهي.

بيڪفن لاش "فيض" جو هائي،
ڪوئي ڪانڌي نہ نوحہ خوان آهي.



(۱۹۱۸ع- ۱۹۹۲ع)

# "سليم" هالائي

قاضي عبدالحيّ ولد حاجي سليم الدين ابڙو ۱۲- نومبر ۱۹۱۸ع تي هالا ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم هالا ۾ حاصل ڪري مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪوٽڙي مان پاسي ڪيائين ۽ پوسٽ ٽيليگراف کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو، بعد ۾ انسپيڪٽر آف پوسٽ آفيسز ٿيو. ڪراچي مان بي- اي، ايل- ايل- بي پاس ڪيائين. بعد ۾ اطلاعات کاتي۾ انفرميشن آفيسر ٿيو. ڪجھ وقت لاءِ "ڳوٺ

سدار" ڪاتي ۾ پڻ نوڪري ڪيائين جتان انڊيانا يونيورسٽيءَ ۾ سمعي ۽ بصري تعليم ۾ ايم- ايس- سي ڪيائين. پاڪستان واپس اچي سنڌيءَ ۾ ايم- اي فرسٽ ڪلاس سيڪنڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. ڪجھ وقت بي- ايڊ ڪاليج سکر جو پرنسيپال ٿي رهيو. ١٩٦٢ع کان ١٩٦٥ع تائين منهنجي (طالب المولي) جي خواهش تي "سروري اسلاميہ ڪاليج" هالا جو پرنسيپال ٿي رهيو. اُتان واپس انفرميشن ڪاتي ۾ ويو، جتان ١- مئي ١٩٧٧ع تي رٽائرڊ ٿيو ۽ هالا ۾ سليم هوميوپيٿڪ دواخانو کوليائين. سليم صاحب سٺو شاعر، اديب، نثرنويس ۽ صحافي هو. هن منهنجو (مخدوم طالب المولي) جو پهريون ڪتاب "بهارِ طالب" بہ ترتيب ڏنو. ان کان سواءِ "تذڪره شعراءِ هالا"، "شڪوه سنڌ" ۽ انعام يافتہ ڪتاب "گل بانو" لکيائين. عُمر جا پويان ١٥ سال ديني خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجو ڪلام ضايع ڪري ڇڏيائين. سليم صاحب ٢٣- آگسٽ ١٩٩٢ع تي وفات ڪئي.

## ڪلام

ان بت خاموشي ڪي پوڇيندي انسان ڪيترو، حسن ظاهر تي اجان تون هوندي حيران ڪيترو.

وٺ سنڀالي اقتضائي نفس نادان جو لغام، آخرين اسپِ هوس کي ڏيندين ميدان ڪيترو.

دل هڪڙي ننڍڙي ڪشتي، موجزن درياءِ عشق، اف! رقابت جو اُتي روڪيندين طوفان ڪيترو.

نيٺ رسوائي ڪندو هيءُ عشق جانان عام ۾، آه! سانديندين سجڻ جو سوز پنهان ڪيترو.

دشت غفلت ۾ وڃائي واٽ ويٺين راهرو! پنهنجي منزل جو پڇائيندين تون نيشان ڪيترو.

دور آ مقصد جي منزل جنهنجي نامعلوم راه، بي سمر بنده! لتاڙيندين بيابان ڪيترو.

دل ڏني آهي تہ اميد وفاتي الغياث، دل ڏئي بي درد کي آهين پريشان ڪيترو.



## ضميمو (۱)

# فتح محمد شهوڪ

فتح محمدَ ذات جو شهوڪ بلوچ آهي. ننڍڙي هوندي، عوامي مخدوم غلام حيدر صاحب مرحوم جن وٽ نوڪر هو ۽ اڄ تائين مون وٽ ملازم آهي. ۴۰ سال اڄ ڪان اڳ سڄي سنڌ ۾ منهنجي حڪم تي دورا ڪيائين جتان ڪل ۴۴ فوٽو هٿ ڪري سگهيو. ان وقت پڪن رستن جو ته انتظام ڪو نه، پر ڪچا رستا به اڪثر ڪونه هئا. يادرفتگان جي پهرين ڇاپي جو سهرو فتح محمد جي سر سونهي انهيءَ ڪري سندس تصوير به يادرفتگان جي پڇاڙي ۾ ڏني وئي آهي.

۳ـ ڊسمبر ۱۹۹۲ع
هالا

اَز
طالب المولىٰ



ضميمو (٢) (١٨٦٥ع- ١٩١٠ع)

# مرزا حسين قلي بيگ ”حسين“

مرزا حسين قلي ولد مرزا ولي محمد بيگ، سال ١٨٦٥ع ۾ تولد ٿيو. پاڻ مختياركار جي عهدي تي فائز رهيو. سندس شادي شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي ننڍي همشيره سان ٿي. مرزا صاحب سنڌي، سرائڪي، پارسي، عربي ۽ انگريزي وغيره جو ڄاڻو هو. شعر و ادب ۽ مطالعي سان سندس شوق تاحيات قائم رهيو. عمدو ڪلام چيو اٿس. سندس تخلص ”حسينا“ ۽ ”حسين“ هو.

شاعريءَ ۾ حمد، نعت، مناقب، نظم ۽ مداح وغيره سندس پسند جون صنفون هيون. سندس ڪتاب گلدستهِ حسيني حصو اول سال ١٩٧٢ع ۾ شايع ٿيو. مرزا صاحب سال ١٩١٠ع ۾ انتقال ڪيو.

## ڪلام

ڪو به دنيا ۾ نه آهي جنهن نه هوندا ڏک ڏٺا
توڙي راحت ۾ رهيو ته به ڏک انهيءَ آخر سٺا

حرص ۾ دنيا جي آهين ڇو اکيون پوري پڳو
موت ڪان پوءِ تنهن منجهان هرگز نه نيندين هڪ سڳو

تنهنجي دولت هٿ پئي هوندي ته پيا وڙهندا عزيز
تنهنجي دولت کي ورهائي ڪاڄ ڪائيندا عزيز

ڇو نه تنهن ڪان پنهنجي دولت کي هٿان خرچي وڃي
جيئن نبئين ۽ وليئن راهه حق جي هئي مچي



(۱۸٦۱ع- ۱۹۲۳ع)

# سيّد علي اڪبر شاهه ثاني

سيّد علي اڪبر شاهه ثاني ولد سيّد مير جان الله شاهه (ثالث) ويٺل روهڙي ضلع سکر. سندس ولادت سن ۱۸٦۱ع ۾ ٿي. شاهه عنايت شاهه شهيد جي خليفي مير جان الله شاهه اوّل جي اولاد مان هئو ۽ ان ئي درگاهه شريف جو سجاده نشين به هو. ڪيترائي هندو ۽ مسلمان سندس معتقد هئا. سنڌي، سرائڪي، پارسي ۽ اردو جو شاعر هئو. پاڻ ۱۱- جون ۱۹۲۳ع وفات ڪيائين.

# ڪلام

جيڪا سورن تنهنجن منجهه ٿي سڙي
تنهن کي ڏي دلاسو مهر ڪري

ڏکيا ڏينهن لڳن ٿا توري
تو ٻاجهون دل ڪين ٺري...

ڦريون ناتو نينهن جو لاتو
پوءِ ڪين پنهنجو پاڻ پري...

بي تسڪين سوالي تنهنجو
راتيان ڏينهن وينو رڙي...

١ـ قافيون ڊاڪٽر بلوچ
١ـ مخدوم طالب المولىٰ



(۱۹۲۲ع- ۱۹۷۰ع)

# رشيد احمد لاشاري

"رشيد صاحب تاريخ ۱۸- اپريل ۱۹۲۲ع تي ڳوٺ ملگزار تحصيل نصيرآباد، ضلعي سبي، بلوچستان ۾ پيدا ٿيو. سندس والد صاحب زرڪ خان ولد ڏتي بخش لاشاري، فورٽ سنڊيمن (بلوچستان) ۾ دفعدار هئو ۽ بذات خود شاعر هفت زبان هئو جنهن جي رشيد صاحب جو پيدائشي نالو پنهنجي والد مرحوم جي نالي پٺيان ڏتي بخش رکيو. ۱۹۳۶ع ۾ ورنيڪيولر سنڌي فائنل پاس ڪيائين ۽ ۱۹۴۱ع ۾ عربي ۽ فارسي پڙهڻ شروع ڪيائين. مختلف علماءَ کان مختلف

علوم ۾ تحصيل حاصل ڪيائين. ١٩٤٧ع ۾ پنجاب يونيورسٽي مان اديب فاضل اردو جو امتحان پاس ڪيائين. ١٩٤٨ع ۾ فيض هائي اسڪول گمبٽ ۽ بعد ۾ پريڪٽسنگ اسڪول خيرپور ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ انهيءَ سال هميشه لاءِ اچي ڪراچي ۾ مقيم ٿيو. ١٩٥٣ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان اديب عالم جو امتحان پاس ڪيائين. ڪجهه وقت اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ ليڪچرار به ٿي رهيو، سنڌي ادبي بورڊ ۾ سنڌي لغت جي سلسلي ۾ اسسٽنٽ به ٿي رهيو. ١٩٦٠ع ۾ نئين زندگي جو مدير معاون ٿيو[1]. رشيد احمد لاشاريءَ هيو به گهڻو ڪاميابي سان حاصل ڪيو جيڪو جاءِ نه هڻ ڪري ڇڏجي ٿو[2]. سندس انتقال ١٩- سيپٽمبرَ تي ٿيو

## ڪلام

عشق کي اختيار ڇو نه ڪجي،
آ سبب ڪهڙو دوستو نه ڪجي.

حسن فاني کي جي بقا گهرجي،
سلسلو عشق جو ڊرو نه ڪجي.

درد پنهنجو ٿو، پنهنجو ئي جاٽي،
دوست! دلبر کو اوپرو نه ڪجي.

شمع وانگر ٻري وسامي ٿي،
زندگي تي ڪو ڀروسو نه ڪجي.

آه تنهنجو ڀلو انهيءَ ۾ "رشيد"،
ڪنهن جي حق ۾ ڪڏهن برو نه ڪجي.

---

١. سنڌ دي سوغات صفحو ٢١- ٢٢ سال ١٩٩٢ع
٢. مخدوم طالب المولىٰ



(١٩٠٦ع- ١٩٨٧ع)

# "مومن" مليرائي

شفيع محمّد ميمڻ "مومن" مليرائي سن ١٩٠٦ع ۾ ڪراچي شهر جي ڳوٺ "مراد ميمڻ" ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم مُلا مڪتب ۾ قرآن شريف سان ڪيائين ۽ اُن بعد پرائمري اسڪول ۾ داخلا ورتائين. جتان چار درجا سنڌي جا پاس ڪرڻ بعد ۾ ذاتي مجبورين سبب پنهنجي ڪم ڪار کي ڇهڻي ويو. ادبي دنيا ۾ ١٩٣٣ع کان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. پاڻ "خلافت تحريڪ"، "مسلم

ليگ" ۽ ٻين سياسي جماعتن ۾ صفِ اول جو ڪارڪن ٿي رهيو. آزادي کان پوءِ سياست کان ڪناره ڪش ٿي، مڪمل طور تي ادبي انجمن جهڙوڪ "بزمِ نظامي"، "بزمِ طالب المولىٰ" ۽ "بزمِ اسير" جو سرگرم ميمبر ٿي رهيو. شروعاتي دور ۾ پنهنجي ڪلام جي اصلاح "سرشار عقيلي" ۽ امير بخش "امير قريشي شڪارپوري کان ورتائين. تصنيفات مان "عشق جو آواز" سندس ڪلام تي مشتمل آهي. مومن صاحب سن ١٩٨٧ع ۾ وفات ڪئي.

## ڪلام

مون کي ڪرڻ اي يارو! حيران وري نه ايندو،
هڪوار جو ڏٺو، رخِ تابان وري نه ايندو.

هن عيد تي ملياسون، اڳتي به شل ملن سي،
عيدون وري به اينديون، انسان وري نه ايندو.

جنهن کي هجي اي سهڻا! ماريو فراق تنهنجي،
محفل ۾ مون جيان ڪو، حيران وري نه ايندو.

چوڏهينءَ جي چنڊ جيان ٿيو، چو طرف جنهن جو جلوو،
منهنجي اڱڻ تي اهڙو، مهمان وري نه ايندو.

عمرِ دراز گذري هڪڙي فڪر ۾ "مومن"!
منهنجي هٿن ۾ تنهن جو سامان وري نه ايندو.

# مددي وسيلا


١ـ ڪليات ڪمال مرتب اظهر گيلاني- سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٩ع
٢ـ نوائي فراق مصنف حاجي محمد اسحاق هالائي- همدرد پرنٽنگ پريس ميرپور خاص ١٩٥٨ع
٣ـ Dr. H.I Sadarangani, Persion Poets of Sindh. Sinhdi Adabi Board 1987.
٤ـ الوحيد سنڌ آزاد نمبر، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت ١٩٧٩ع.
٥ـ ڪلام بيدل، مؤلف گل محمد انصاري، روهڙي شريف ١٩٨٦ع.
٦ـ يار خاطر، محبوب سروري، محفل سروري هوسڙي ١٩٥٩ع
٧ـ گنجنۂ فولاد، مصنف فقير عطا حسين 'عطا' شر. الامين پبليڪيشن ١٩٩١ع
٨ـ سوچ ڪي لوچ، ذوالفقار راشدي، سڳنڌ پبليڪيشن لاڙڪاڻو ١٩٨٢ع
٩ـ ڪليات ناز، مؤلف، پروفيسر ڊاڪٽر عطا محمد 'حامي'. سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٧ع
١٠ـ جهانيان خاندان، وي- جي مَنائي، انسٽيٽوٽ آف سنڌالاجي ١٩٧٢ع
١١ـ مهراڻ شاعر نمبر، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٩٠ع
١٢ـ مهراڻ سوانح نمبر، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٩٠ع
١٣ـ ديوان گلزار غمدل، مصنف، فقير لطف علي، اشرف آفسيٽ پريس سکر ١٩٨٩ع
١٤ـ ڪافيون جلد پهريون، مرتب ڊاڪٽر نبي خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٥ع
١٥ـ ڪافيون جلد ٻيو، مرتب ڊاڪٽر نبي خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨٥ع

١٦ـ ڪافيون جلد ٽيون، مرتب ڊاڪٽر نبي خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٩٠ع
١٧ـ مهراڻ جا ماڻڪ، نئين زندگي ١٩٦٠ع
١٨ـ ڪلام فقير ولي محمد خان لغاري. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٨ع
١٩ـ ڪنڊڙيءَ وارن جوڪلام مرتب لطف الله بدوي، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٤ع.
٢٠ـ ويا سي وينجهار، غلام محمد گرامي، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.
٢١ـ اصغر سائين جو ڪلام، جمعيت علماءِ سڪندريه، جنرل پرنٽر لاهور ١٤٠٠هه
٢٢ـ الرحيم سنڌي ١٩٦٧ع- ١٩٦٨ع، شاه ولي الله اڪيڊمي.
٢٣ـ صوفي سونهون، امر لوڪ ٽرسٽ ڪراچي ١٩٩٠ع
٢٤ـ مضمون ۽ مقالا علام عمر بن محمد دائود پوٽو، مرتب خانم خديجه دائود پوٽو، شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز ڪميٽي حيدرآباد ڀٽ شاه ١٩٧٨ع
٢٥ـ ڪلياتِ امين، مرتب پروفيسر محبوب علي چنا، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٩٠ع
٢٦ـ سنڌي غزل جي اوسر١، ڊاڪٽر اياز قادري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ١٩٨٣ع.
٢٧ـ سنڌي غزل جي اوسر ٢، ڊاڪٽر اياز قادري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ١٩٨٤ع.
٢٨ـ ڪليات بيوس
٢٩ـ ڪليات تارڪ، سنڌي ادبي بورڊ.
٣٠ـ رسالو خدائي ڪلام منٺار فقير راڄڙ.
٣١ـ راز و نياز، مصنف مير محمد خان نياز.
٣٢ـ جنب گذاريم جن سين، جي- ايم- سيد، سنڌي ادبي بورڊ

٣٣ـ ديوان قليچ، سنڌي ادبي بورڊ.
٣٤ـ ديوان بلبل، سنڌي ادبي بورڊ.
٣٥ـ ڪليات بلبل. سنڌي ادبي بورڊ.
٣٦ـ بحرالعميق، سيد چيزل شاھ.
٣٧ـ تذڪره شعرائي هالا، سليم هالائي ١٩٤٤ع.
٣٨ـ سنڌ دي سوغات، رشيد احمد لاشاري، ١٩٩٢ع.
٣٩ـ رسالو رچنا، ڪلڪتو.
٤٠ـ ڪي ڀڙاڏا ڪي سڏ، جي الانا، وفائي اڪيڊمي ڪراچي.
٤١ـ ڪلاسيڪي شاعري، پروفيسر عطا محمد حامي، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٨١ع.
٤٢ـ گلدستو، جمعيت الشعراءِ سنڌ، محمد علي جوهر
وغيره


---

